هين ڪڏهن هڪ پئسو به ستسنگي يا ٻي ستسنگيءَ کان پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ نه ورتو؛ هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ مان گذارو ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا. حصار ضلعي ۾ سرسي پرسان سڪندرپور ڳوٺ ۾ ڪين ڪافي وڏي زمين (Farm) هئي جا هين حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي پٽن کي ورهائي ڏني.

سندن مختصر جيون کي مان پنهنجي دوست پروفيسر جڳموهنلعل جي هن ليک سان سماپت ڪيان ٿو.

” بياس جي نديءَ ؛ معمولي اسٽيشن کان لڳ ڀڳ ٽي ميل پري، سنساري جهنجهٽن کان دور اڪانت ۾ پورن مهاتما رهندو هو، جنهنکي عام طور ”بياس جو سنت“ ڪري سڏيندا هئا.

هو سنياسي يا تپسوي ڪونه هئا. هين ڪڏهن به گيڙوءَ رنگا وستر ڪين پهريا؛ لڪي هين جا شش اهي وستر پائين تا سواءِ انهن جي، جي اڄ ٿي ڪنهن سنياسين جي سمپرداي سان واسطو رکندڙ آهن. هو پنهنجي ستگوروءَ، بابا جئمل سنگهه جن وانگر صاف سفيد وستر پهريندا هئا. پوءِ به هو پنهنجي جيون اهڙا نه نرموهي ٿي وتيت ڪندا هئا، جو جيڪي اوچا آدرش گرو نانڪ صاحب جن پنهنجي هينين بانيءَ ۾ فرمايا آهن، انهيءَ حضور مهاراج جن زندهه مثال هئا.

” جئسي جل مهه ڪمل نرالم مرغائي ليساڻي،
سرت سبد ڀئ ساگر ترئي نانڪ نام وکاڻي.“

جهڙي طرح ڪمل پاڻيءَ ۾ رهندي به پُسي نٿو؛ مرغابي پاڻيءَ ۾ ئي رهڻي پر جڏهن به اڏامي ٿي نه خشڪ پرن سان،

گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا اهڙي طرح سرب شبد جو
ابياس ڪري هن ڀوساگر مان تري پار پئُ.

هن ڏوهي جي ڳورن ٿي لشڪن ۾ سڌن سنساري ۽
ٻرمارٿي رهڻيءَ جو سار اچي ٿو وڃي.

هنجو ابديش اهڙو نه سرل ۽ ڳوڙهه وشين جي وياڪيا
اهڙي نه سولي ۽ وعيدن هوندي هئي جو هڪ اڻ
پڙهيل رواجي ڳوٺاڻو به ڪين چڱيءَ ريت سمجهي سگهندو
هو. اهڙيءَ هوندي به اهي ابديش اهڙي ڳوڙهي گيان سان
ڀريل هوندا هئا جو چڱا چڱا ودوان ۽ فلاسافر پڻ ڏندي دلڪ
رهجي ويندا هئا.

حضور مهاراج جن پنهنجي ابديش ۾ ڪڏهن به اوپنتا يا
اصليت جي دعوى نه ڪئي ۽ ٻارڪ اطر سان ڏنو وڃي ته
هن سنسار ۾ ڪا نئين وستو آهي به ڪانه. صرف نئين نموني
۾ پراڻي روحاني دوا اهي حضور جن الهيءَ ٿي ابديش ڪي
ڏهرايو جيڪو ڪبير ۽ نانڪ، دادوءَ ۽ پلٽوءَ، حافظ ۽
مولانا روم، پنهنجي پنهنجي زماني ۾ جيون کي ڏنو.
فرمائيندا هئا ته سنتن جي پڙهي ڪڏهن ختم نٿي ٿئي
۽ هنجو قوم، مذهب ۽ ذات پات سان ڪو به سنبنڌ نٿو
رهي. سنتن جو ابديش سرولوڪڪ آهي. گورو نانڪ صاحب
جن فرمائين ٿا:-

"کتري براهمن سوڏ ويش،
ابديس چهُ ورنا ڪنهُ سانجها."

حضور مهاراج جن جا شيوڪ انڪل ٻه لک هئا جن ۾
سڀني قسمن جا ماڻهو، جهڙوڪ چترواپاري، هوشيار پروفيسر
وزير ۽ ڪي راجا مهاراجا به هئا. مهني جي آخري آڌار
لي جيڪو ستسنگ ليندو هو اهيءَ ۾ ستگورن جا پريم ڀريا

۽ ايوي وچن ٻڌڻ لاءِ پارس جي سڀني پرانتن مان جگياسو
اچي ڪٺا ٿيندا هئا. سنگت هزارن ۾ هوندي ۽ پورن شانتي
هوندي هئي.

جيتوڻيڪ هزارين ماڻهو حضور جن جا شش هئا ۽ سندن
هر حڪم جي ٻجاوري پريم ۽ آدرسان ڪندا هئا ان هوندي
ٻه پاڻ هميشه نهٺائي ۽ نمرتا جا پيدار هوندا هئا ۽ ڪوبه
جگياسو ساڻن مهل ڪمهل ملي سگهيو ٿي. ايتري قدر جو
سيڪريٽري ۽ ٻين جي منع ڪرڻ تي به پنهنجي ننڊ ۽
آرام جي وقت به ماڻهن کي اندر اچڻ جي اجازت ڏيندا
هئا. اڪثر ڪري فرمائيندا هئا ته هيءَ ديهه ٻين جي شيوا
۾ لڳي وڃي ته انکان بهتر ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي؟ ڪڏهن
ڪڏهن ڏيهي آواز ۾ فرمائيندا هئا ته سنتن جي جاگير آهي
ٿي ڏک ۽ ڏاڪڙا. هو هن دنيا ۾ آرام جي زندگي بسر ڪرڻ
ڪين ايندا آهن پر ايندا آهن ٻين جي شيوا ڪرڻ ٻلڪ انهن
جا دک درد پاڻ تي هموار ڪرڻ. اهو ٻڌي سڀ چپ
ٿي ويندا هئا. هو ڪنهن به قسم جي ڪنهن کان به پيسا
ڪين وٺندا هئا. سندن عقيدو پڻ گورو نانڪ صاحب جهڙو هوندو هو ته:

”گهال کاءِ ڪڇ هٿون دي نانڪ راهه پڇاڻي سوءِ.“

ارٿات جيڪو پنهنجي روٽي پاڻ ڪمائي ٿو ۽ ان ڪمائيءَ
مان ڪجهه دان ڪري ٿو، انکي ٿي پرماتما جو مارگ هٿ اچي ٿو.

سندن شيوڪن، جنهن ۾ قريب سڀني قسمن جا
ماڻهو هئا، کي به اها هدايت هئي ته حق حلال جي ڪمائيءَ
تي گذارو ڪريو ۽ ڪنهن کان به ڪا پيسا نه وٺو.

جيتوڻيڪ حضور جن الوڪڪ شڪتين سان ڀرپور هئا سندن
سڀني جاين ۽ پرانتن ملڪ وديشي ملڪن جا هزارين شش هئا ان

هوندي ٻيا انيڪ نمرتا ۽ ديتا جا پتلا هئا. آلم گيان ۽ پريم ڀڳتيءَ جي نرمل مارگ ۾ هنن انيڪ جيون جي سهائتا ڪئي ۽ ڪن اندر ۾ نوراني درشن جو سهارو ڏئي ڪرتارٿ ڪيو. اهڙا پريمي شش جن کي سندن روحاني رسائيءَ جو قدر هو سي جڏهن سندن چرڻن ۾ جهڪڻ چاهيندا هئا ته هو ڪين منع ڪندا هئا. مشڪندڙ چهري سان ٻئي هٿ جوڙي سڀني کي نمسڪار ڪندا هئا ۽ هميشه فرمائيندا هئا ته مان داسن جو داس آهيان ۽ اهو منهنجو فرض آهي ته مان جيون جي سهائتا ۽ سيوا ڪريان.

## حضور مهاراج دن جي سکيائن جو سار

هنجو اپديش هو ته انسان جي ديهه هري مندر آهي انهيءَ ۾ ئي پرماتما جي پوڄا ڪرڻ جڳائي. جيڪڏهن ڪو انسان روحاني تجربو يا کوج ڪرڻ چاهي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ چاهي ته انهيءَ لاءِ سڀ کان عمدي پريوگ شالا (Laboratory) ۾ هڪڙي پنهنجي اندر ئي ملندي. سڀني سنت مهاتمائن جي سکيا آهي ته "خدا جي بادشاهت" يا پرماتما جو ڌام منش جي اندر آهي ۽ هو انهيءَ جو انڀو تڏهن ڪري سگهندو جڏهن نمرتا ۽ ڌيرج سان شبد يا نام جي ڪمائي ڪندو. هي اهو ئي شبد آهي جنهن جي باري ۾ ڪرائيسٽ فرمايو آهي ته "اهو پرماتما وٽ هو ۽ اهو پرماتما هو ۽ اڄ به اهو پرماتما آهي" اهو شبد هن ڪلجُڳ ۾ به پوري گورو جي ڪرپا سان پراپت ٿي سگهيو. اهو شبد نه صرف ساري رچنا جو سهارو آهي بلڪ اسانجي اندر به هر وقت گونجي رهيو آهي. انهيءَ شبد ذريعي اسانجي گناهن ۾ ديل آتما آزاد ٿي آڪاش منڊل ڏانهن پرواز ڪري آخر وڃي پرماتما ۾ لين ٿي ٿي.

حضور مهاراج جن ڪڏهن به انهن سدائن کي ڪنهن به

جکيا سوءِ مٿان زور ڏيءِ مڙهڻ جي ڪوشش ڪان ڪئي ۽ نڪو ڪنهن کي انڌويشواس رکي انهن سکيائن کي سويڪار ڪرڻ لاءِ چيو. بلڪ هو انهيءَ ڳالهه تي زور ڏيندا هئا ته نام جي ڪمائيءَ دواران پنهنجو انڀو حاصل ڪري پوءِ ئي سنت مت جي سدانتن کي مڃو. پر گڏو گڏ ڪجهه مول سدانتن کي عارضي طور ڀڄڻ سويڪار ڪرڻو ئي پوندو، جهڙي طرح جاميٽريءَ ۾ ڪجهه اصولن کي مڃي اڳتي وڌڻو پوندو آهي.

حضور جن جي لقط نگاهه وشال ۽ وياپڪ هئي جنهن ۾ مذهبي تعصب کي ڪو به استان ڪونه هو. هو پنهنجي ستسنگن ۾ عام طور مسلمانن ۽ صوفي فقيرن جي باڻيءَ ۽ وچنن جا حوالا ڏيندا هئا ۽ خاص ڪري قران جي هن آيت تي گهڻو زور ڏيندا هئا:-

”موتو قبل الموتو“ يعني مرڻ کان اڳي مرو.

جڏهن منش ڪمائي ڪري روز روز مرڻ سکي ٿو يعني پنهنجي اچا انوسار شرير مان چيتنتا کي هٽائي مستڪ ۾ شو نيتر وٽ ايڪاگر ڪري سکهيٿو ته پوءِ جڏهن ته هو موت، تي فتح پائي ٿو ۽ هن لاءِ آخرت جي عذابن جو ته ڪو سوال ئي ڪونهي.

حضور مهاراج جن فرمائيندا هئا ته مانک جنم درلڀ رلن آهي جو بار بار نٿو ملي. اسين صرف منش چولي ۾ ئي چوراسيءَ جي چڪر مان آزاد ٿيڻ جو پريتن ڪري سگهون ٿا يعني من ۽ مايا جي جار مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري پنهنجي نج ڌام پهچي سگهون ٿا جتان آد ۾ اسين آهيون. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪنهن ڪامل مرشد يا پورڻ ستگوروءَ جي آگيا ۾ رهي ابياس ڪرڻو پوندو. اهو سنت ستگورو نه رڳو اسان کي ساڌنا سيکاريندو بلڪ اسان سان آخرين منزل تائين هر وقت انگ سنگ رهي

اسانجي رهبري ۽ رهنمائي ڪندو رهندو.
اهڙو ڪامل ڪشتيبان هي جسماني ڇولو ڇڏي ڪالبوءِ ۾
ٻهجي سڪن شيوڪن جي سار سنڀال لهندو رهيو. اهڙا
ايڪ مثال حضور جن جي ڪيترن ئي شش جي ذاتي البو
۾ آيا آهن. اهڙا هتا حضور بابا ساون سنگهه جن، جي "بياس
جا سنت" ٿالي سان پرسد هتا ۽ جن ۾ ٻيا ۴۵ سال جيون جي
رهنمائي ڪئي ۽ ٻليل پنڪيل جيئر الماڻن جي ڪيهون ۾
ذامه ٻاسه جي ٻيد ٻاو ڪالسواءِ مدد ۽ سنڀال ڪئي. هنن
۴ اپريل ۱۹۴۸ لي ۹۰ سالن جي ڄمار ۾ هن ناڪي چولي
جو لياڳ ڪيو.

دريائي لعل

# وارتالاپ جو آرنڀ

تاريخ مهني يا سال جو مونکي ڌيان ڪونهي ڇو جو ان
جي ضرورت ڪانه سمجهي ويئي پر ايترو ضرور ياد اٿم ته
اهو سياري جي وئڪيشن جو وقت هو، جو لاهور جو ڊسٽرڪٽ
۽ سيشن جج راءِ بهادر منالعل هميشه وانگر پنهنجي موڪل
جو وقت حضور جن جي چرنن ۾ گذارڻ لاءِ ڪن دوستن سان
گڏجي ڏيري ۾ آيو هو. انهن آيل دوستن ۾ هڪ هو راءِ
روشن لعل بئريسٽر، لاهور هاءِ ڪورٽ جو مشهور وڪيل
جو ڪنهن وقت پنجاب آريه سماج جي پرتينڌي سڀا جو
سڀاپتي پڻ رهي چڪو هو ۽ ٻيو هو لاهور وارو مشهور ڊاڪٽر
باوا هرنامسنگهه، مليريا جو اسپيشلسٽ، ٽيون نوجوان بئريسٽر
مسٽر ڊنگرا (يا ڍندرا)، ڊاڪٽر ......... علي هڪ مسلمان
ڊاڪٽر ۽ ٻيا به معزز ماڻهو هئا جن جا نالا ياد ڪين اٿم. انهن
سڀني کي چانهه وغيره پياري، حضور مهاراج جن جي اينڪ
۾ وهاري، هنن جي اچڻ جي حضور جن کي سوچنا ڏني ويئي.

ڪجهه منٽن ڪانپوءِ حضور جن ونن آيا. ان وقت سندن شان
۽ جلال ڪنهن شهنشاه کان گهٽ ڪين ٿي لڳو. مهر ڀري
مسڪراهٽ سان اسانجو آدر ڀاءُ ڪري اسان سان ٿي گڏ
هيٺ فرش تي ويهي رهيا. اسان سڀني کين وينتي ڪئي
ته ڪرپا ڪري آرام ڪرسيءَ تي وهو پر هو اسان سان
گڏ زمين تي ئي ويٺا رهيا. اتي ٻه بئريسٽر روشن لعل
پنهنجي عدالتي چترائيءَ کان ڪم ورتو. داتا جن کي
عرض ڪيائين ته حضور! جيڪڏهن توهين اسان کان ٿورو
مٿيرو وهندا ته، توهانکي چڱي طرح ڏسي ۽ ٻڌي
سگهنداسين. ان تي حضور جن ڪلي ڏنو ۽ سڀني جي دل رکڻ

لاءِ الي آرام ڪرسيءَ ۾ ويٺا. آها! هنجي اها مڌر مرڪ ڪهڙي نه پياري ۽ ڪشش واري هئي! اکيون وڏيون ٿي لٽو ٿي سگهيون. سندن اٿڻ ويهڻ، ڪلڻ ڳالهائڻ، مطلب ته هر ادا ۾ عجب جادو ۽ اپار شانتي سمايل هئي.

شروعاتي ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ راءِ روشنلعل پنهنجي من جي ڳالهه ظاهر ڪندي چيو، "حضور! توهانجي مت جون ڪهڙيون سکيائون آهن؟"

حضور مهاراج جن ڪجهه فرمائين ان کان اڳ ٿي نوجوان بئريسٽر ٻڌرا وچ ۾ ٿي چيو ته اسان ٻڌو آهي ته توهين پرماتما کي ڪرڻ گهرندا آهيو ۽ ان جي ٻدران گوروءَ جي پوڄا ڪندا آهيو.

حضور جن فرمايو، "توهان جي مهرباني! جو توهان هي سوال پڇي مونجهو ڪم آسان ڪيو آهي ۽ سنت مت جي بنيادي سداتن جي تائيد ڪئي آهي. اسين نه رڳو پرماتما ۾ پورن وشواس ٿا رکون بلڪ اهو به ٿا چئون ته سچي شانتي ۽ مڪتي ليسانين نه ٿي ملي جيستائين آتما اُن پرماتما ۾ لين ٿئي، جو پريم آنند جو ساگر آهي، جو سرو پرڪاش، گيان ۽ آنند جو ڀنڊار آهي. پرماتما ئي سنت مت جي آد ۽ انت آهي.."

انهيءَ تي نوجوان بئريسٽر چيو، "تعجب جي ڳالهه ٿئي جو ماڻهن هن مت لاءِ ڪهڙا نه عجيب افواهه ڦهلائي رکيا آهن!"

"هن حد نه بابت ويڪ پرو حال ليو،" مهاراج جن فرمايو، "دنيا ڪرائيسٽ، ڪبير، منصور ۽ ٻين سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ هڪ پياري جي راهه جو گورو نانڪ کي ڪي ۾ ڪيهن نه پنهنجي گهر ۾ اچڻ ڪونه ڏنو؟

مجبور ٿي هڪڙي هڪ ڪوڙهيءَ جي جهوپڙيءَ ۾ رات ڪاٽڻي پيئي ۽ پڻ ڏينهن هڪڙي شفا بخشيائون. سقراط وانگر گورو نانڪ کي به "گمراهيو" (گمراه ڪندڙ) سڏ پيندا هئا.

"سڀني سڌارڪن جي قسمت ۾ اهين ئي هوندو آهي. آريه سماج جي سنستاپڪ سوامي دياننددکي پڻ زهر ڏنو ويو." راءِ روشن لعل چيو.

نوجوان ٻئو پنڌ پڇيو، "راڌا سوامي" لفظ جو مطلب ڇا آهي؟"

حضور جن فرمايو ته مان ان مضمون تي پوءِ ٿو اچان. پهرين مان توهانکي سنت مت جي خاص خاص سڌانتن بابت ٻڌائيندس. پر ڇاڪاڻ مان توهانجو ئي سوال پهرين ڪٽان ٿو. جيئن پرماتما جا بيا ٻه انيڪ نالا آهن، اهڙي طرح راڌا سوامي به ان پرماتما جو هڪ نالو آهي. راڌا معنيٰ آتما ۽ سوامي معنيٰ ڪل مالڪ. گهڻو ڪري سنتن مهاتمائن پرماتما کي سوامي ڪري پڪاريو آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، "اوچ اپار بي انت سوامي، ڪوڻ جاڻي گڻ تيري" ڪبير صاحب پڻ انکي "سوامي" ڪري سڏيو آهي. راڌا لفظ جوڙڻ ڪري اها سڀ غلط فهمي پيدا ٿي آهي.

باوا هرنامسنگهه پڇيو، "توهانجي ۽ گورو نانڪ جي مت ۾ ڪهڙو فرق آهي."

حضور جن اتر ڏنو، "ڪجهه به نه. نانڪ، ڪبير، دادو، پلٽو، تلسيداس، جگجيون، شمس تبريز، مولانا رومي، خواجه حافظ، منصور، بابا فريد، مجادپد الف ثاني ۽ ٻين سنتن، پوءِ ڪٿي هو ڪهڙي به ديش، قوم يا مذهب جا هئا سڀني ان هڪ ئي ستيه جو پرچار ڪيو آهي. سڌانت، طريقا،

۽ اپديش هميشه ساڳيا ئي رهندا آهن صرف "ڪلچر"
ڪجهه سمجهه ڪالهوءِ هڪ مهاتما کان ٻئي مهاتما وٽ ويندي
آهي. انهن ڇهو ويندو آهي ته پرماتما ٻاڻڪي ڪٿين روپن
۾ ظاهر ٿيندو آهي ان لاءِ نه مڃان ڪو پراڻو ساڌن ڇڱو
هوندي به دنيا کي گمراهه نه ڪري ڇڏي. اهڙا روحاني
ڇاپي ڪنهن وقت ڪبير صاحب وٽ هئي ۽ پوءِ ڦري
گورو نانڪ وٽ آئي ۽ ڏهن گدين تائين انهن وٽ رهي.
ٺوهڪالهوءِ للسي صاحب الهيءَ کي سنڀالڻو جنهن وري اها
ڇاپي سوامي جي مهاراج جن جي حوالي ڪئي. اهو قدرت
جو آد کان نيم رهيو آهي ته ڪجهه وقت ڪالهوءِ هميشه حالتن
۾ ڦيرگهير ٿيندي رهي ٿي، اسين ڏسون ٿا ته وڏن وڏن
ماضيءَ جي مهاتمائن جي پوئلڳن سندن اصلي سکيائن کي
وساري ڇڏيو آهي، جيتوڻيڪ انهن کي گذرئي صرف ڪجهه
صديون ٿيون آهن. آتمڪ اڀياس جو ساڌن، جو انهن سنتن
جي سکيا جو سار هو، تنهنجي نه هنجي عقيدتمندن کي
پوجهه ئي ڪانهي.

"هاڻي "سنت مت" ئي اچو. هي ڪو نئون مارڳ
ڪونهي. اهو اهڙو ئي پراچين آهي جيترو دنيا ۽ جڏهن
انسان پيدا ٿيو تڏهن کان اهو مارڳ هلندو آيو آهي. هر سمي
۾ هر ملڪ ۽ هر قوم لاءِ پريو پراپتيءَ جو اهو ئي هڪڙو ساڌن
ٿي رهيو آهي. هميشه سنت هر جڳهه ۾ هر ديش ۾ اچندا
رهندا آهن. سندن رهڻ سهڻ يا طريقا پنهنجي ديش ۽ سمي
انوسار يا پنهنجي ملڪ جي رسمن رواجن، آب هوا يا ڪن
ٻين ڪارڻن سبب هڪ ٻئي کان نيارا ٿي سگهن ٿا. پر سندن
اپديش سدائين ساڳيو رهيو آهي پوءِ ڪٿي اهو اپديش سنسڪرت
[illegible] هجي، چيني يا عربي ٻوليءَ ۾ ڏنل هجي. هو ڪريه

نئون ڌرم، سمپردايه يا سماج ڪڙي ڪونه ڪندا آهن ۽ نڪي
اهي پاڻ کي ڪنهن به ڌرم، گرنٿ يا مت سان جڪڙي
رکندا آهن. انهن جو اُپديش سڌو ۽ سرل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي
شش کي اهڙي هدايت ڪندا آهن ته جنهن به ڌرم ۽ سماج
۾ توهان جو جنم ٿيو آهي ان ۾ ئي رهو. پرماتما ڌرم يا مذهب
بدلائڻ سان ڪين ملندو آهي.

سنتن ڪڏهن به ڪنهن ڌرم جو پايو ڪين وڌو. انهن جي
چولي ڇڏڻ کان پوءِ سندن ئي پوئلڳ پاڻ کي الڳ الڳ فرقن
۾ ورهائي، انهن کي نون ڌرمن جي شڪل ڏين ٿا. سنت
ڪڏهن به رسم رواج يا ڪرم ڪانڊ جي هدايت ڪين ڪندا
آهن ۽ نڪو ڪا خاص پوشاڪ پهرڻ يا رکڻ جو اُپديش
ڏيندا آهن.

هو دنيا کي تياڳڻ يا گهر ٻار کي ڇڏڻ جو اُپديش ڪين
ڪندا آهن. دنيا ۾ رهندي ۽ پنهنجا فرض نباهيندي،
پرماتما جي بخشيل نعمتن مان سک ڀلي وٺو پر نرمل بڌي ۽
وويڪ سان. پنهنجي من کي هن سنسار جي فنا ۽ ناسونت
پدارٿن جي موهه ۾ اهڙو نه ڦاسائي رکو جو انهن جي جدائي
توهان لاءِ دک ۽ چنتا جو باعث بڻجي پوي. انهن پدارٿن
جي اصليت ۽ مهتو کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. اهي
سڀ توهان جي ورتائڻ لاءِ آهن. توهين انهن جا غلام نه بڻجو.
پنهنجي گذران لاءِ پيسو ڪمايو پر انکي گهڻي اهميت نه
ڏيو. سوچي ڏسو ته دنيا مان ڪوچ ڪرڻ وقت يا پرلوڪ
۾، ڌن دولت ڪهڙي مدد ڪندي؟

"ڪرائيسٽ ڪهڙن نه صاف سنڌر لفظن ۾ ٻڌايو آهي ته
پرماتما جي پراپتيءَ ۾ ڌن دولت ڪيڏي نه رڪاوٽ آهي!
هن فرمايو آهي ته سئيءَ جي ناڪي مان اُٺ جو لنگهڻ وڌيڪ

آسان آهي پر هڪ امير آدميءَ جو پرماتما جي ديش ۾ پهچڻ
مشڪل. اهو سنسار جي پدارٿن جو موهه ئي آهي جو اسانکي
بار بار هن ماس منڊل ۾ جڪڙي ٿو آڻي ۽ جنم مرڻ جي چڪر
۾ ڦاسائي ٿو رکي. سنسار ۾ رهو پر سنسار جا غلام نه ٿيو.
پنهنجا سڀ ڪم ڪار اوهين ڪريو پر نرموهي ٿيجي ڪريو.
"دست بڪار دل بيار" هٿن سان ڪاج ڪريو پر دل دلدار
۾ جوڙي رکو. من کي ليلاري رهڻ جي عادت وجهو. اهو
ڪو ايترو مشڪل ڪم ڪونهي. سارو ڏينهن دنيوي ڪمن
ڪارن جي سر انجامي ڪريو پر امرت ويلي ١، ڪلاڪ
"پنهنجو ڪم" ڪريو."

نوجوان بئريسٽر ڪجهه کلندي ۽ ڪجهه گمبير ٿي پڇيو،
"اسين جيڪي ڪجهه ڪريون ٿا اهو اسانجو "پنهنجو ڪم"
ڪونهي؟"

حضور جن اُتر ڏنو، "نه، رات ڏينهن، چوويهه ئي
ڪلاڪ جيڪي ڪجهه توهين ڪريو ٿا اهو توهانجو پنهنجو
ڪم ڪونهي. ذرا ڪن پر ان ڳالهه تي غور ڪريو. توهانجو
سڀ کان گهڻو وقت نه پنهنجي عيال اولاد لاءِ ڪمائڻ ۾ ٿو
وڃي. ڪجهه وقت مٽن مائٽن ۽ يارن دوستن جي سيوا ڪرڻ
۾ گذري ٿو وڃي. هر روز ڪجهه وقت توهين پنهنجي شرير
جي ديک ڀال ڪرڻ ۾ وليس ڪريو ٿا پر اهو شرير نه توهانکي
هڪ ڏينهن ڇڏي ويندو. 'توهين' هي شرير ڪين آهيو.
هن مٽيءَ جي پتلي کي هڪ ڏينهن ڇڏڻو ئي پوندو ۽ هنکي
يا نه آگ جي سپرد ڪرڻو پوندو يا مٽيءَ ۾ دفنائڻو پوندو.
توهان جو پنهنجو ڪم آهي، پنهنجي آتما کي نرڪ ۽ چوراسيءَ
کان بچائي واپس پرماتما جي ڌام ۾ پهچائڻ."

"سچ پچ نرڪ ۽ سرڳ آهن ڇا؟" بئريسٽر پڇيو.

ڪئي آهي، اڪراء سهمت آهن ته ”اي انسان! پرماتما جي
بادشاهت توهانجي اندر آهي؛ پرماتما جي کوڄ اتي ئي ڪرڻ کپي.“
مڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻوڪي ڪٿي به ٻاهر وڃڻ جي ضرورت
ناهي. منش شرير هن وشال رچنا جو هڪ ننڍو نمونو آهي
۽ جنهن جو رچيندڙ خود ان ۾ وسندو آهي. ڪنهن اهڙي سنت
سجان جي کوج ڪريو جنهنکي ان اندراني ناتين ٻڌڻ جي
گهٽ مارگ جي ڄاڻ هجي ۽ توهانکي به مالڪ جي محل
تائين وٺي وڃي سگهي. هنکي گورو چئو، استاد يا رهبر چئو،
يا ڪنهن ٻئي نالي سان توهين ڪيس سڏيو.

ان نوجوان وري وچ ۾ ٿي چيو ته توهين گورو ٻڌي جو
ئي پرچار ڪري رهيا آهيو. سمجهو ماڻهوءَ کي گورو ڌارڻ
ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟

حضور جن مشڪي فرمايو، ”ڀاءُ توهين ودوان آهيو ۽
جا توهين سڀ ڪجهه پاڻيهي سکيا آهيو؟ ٻڌايو توهين اوريه
چو ويا؟ حقيقت ۾ منش جمڻ کانوٺي پاڻيهي ڪجهه به نٿو
سکي سگهي، ڪو ته ڪو هنکي هلڻ، ڳالهائڻ، کائڻ، پهرڻ
۽ راند ڪرڻ پالڻ کان ئي سيکاريئو. ماتا پتا، ڀاءُ ڀيڻ، يار
دوست، اهي سڀ اسڪول يا ڪاليج ۾ وڃڻ کان اڳ ٻالڪ
جا سيکاريندڙ آهن. اسڪول ۾ توهان کي پنجابي، هندي،
اردو، فارسي، انگريزي، گڻت، اتهاس، جاگرافي- اهي
سڀ سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت پيئي. ڪاليج ۾ ارٿ شاستر،
فيلسوفي، وگيان، ڪيمسٽري، وڪالت، ڊاڪٽري، انجنيري
وغيره سکيا. زندگيءَ ۾ اڳتي وڌيا ته توهانجي دوستن ۽
آفيسرن رهنمائي ڪئي. هاڻي جڏهن دنيا جي علم يا هنر
سکڻ واسطي استاد جي ضرورت پوي ٿي ته پوءِ آتما ۽ پرماتما
جو گيان، جو انهن سڀني کان پيچيدو آهي، اهو بغير گوروءَ

ڪهڙي حاصل ٿي سگهندو؟"

تنهن تي راءِ روشن لعل چيو، "سائين! اهي گورو پڻ ته اسانجي ڀارت جي سماج ڪي ڏاڍي هاڃي پهچائي آهي ڇاڪاڻ ته اهي جي اوٽ ۾ ڪيترا پوليگي گورو سڏ ۽ سادن ماڻهن کي ٺڳيندا ٿا وتن."

حضور جن فرمايو "اهو ٺيڪ آهي." پر پيو ڪو رستو به ڪونهي. سيني سنتن جو اُپديش آهي ته گوروءَ بنا پرماپرتي ناممڪن آهي. گورو صاحب فرمائين ٿا:-

"ڪهه نانڪ پرڀ ايهه جنائي،
بن گور مڪت نه پائي ڪوئي."

ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"گور بن مالا ڦيرتي، گور بن ديتي دان،
گور بن دان حرام هئه، جاءِ پوڇو ويد پران."

مولانا روم فرمائين ٿا:-

"يار بايد راهه را تنها مرو،
از سر خود اندرين صحرا مشو."

يعني خبردار! هن مارگ ۾ مرشد بغير قدم نه رکو، رستي ۾ گهڻيئي خوف خطرا آهن، جن کان صرف ڪامل مرشد ئي توکي بچائي سگهندو. جيڪي هين تون عقلمند آهين ته اڪيلو سفر نه ڪر. پاڻ سان رهبر ضرور ڪڻ.

راءِ روشن لعل پراڻي زماني جي ڪانسٽن وانگر، فارسيءَ جو وڏو ودوان هو. هنکي حضور جن جيڪي مولانا روم جي مثنويءَ مان حوالا ڏنا سي ڏاڍا پسند آيا.

حضور مهاراج جن ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي فرمايو

ته مولانا روم ٻئي هنڌ چيو آهي ته:-

جيڪڏهن تون خدا سان ملڻ چاهين ٿو ته وڃي خدا جي ڪنهن پياري جي صحبت ڪر. جيڪڏهن ڪعبي جي زيارت ڪرڻ وڃين ٿو ته پاڻ سان رهنما ڪر، جو پاڻ اتي ويو هجي، پوءِ هو ڪٿي هندو هجي، ترڪ هجي يا عرب. هجي روح رنگ کي نه ڏس. صرف اهو ڏس ته جيڪا رستي ڏيکارڻ جي لياقت آهي، اها ڏيان ۾ رک. پرماتما ۽ پرمارٿي ڳالهين جو گيان ڪنهن پوري مرشد جي سهائتا کانسواءِ حاصل نه ٿي سگهندو. جيڪو الله جي اوچن آتمڪ منڊلن ۾ داخل ٿيڻ چاهيندو، جيڪو مالڪ جي درگاه ۾ پهچڻ چاهيندو، اهو ضرور ڪنهن رهبر ۽ رهنما جي ضرورت محسوس ڪندو. پر جيڪو اهو الله دولي سفر طئي ڪرڻ ٿي لئو چاهي، اهي مرضي جيڪي وڻيس سو ڪري.

راءِ روشن لعل چيو، "اڄڪلهه سچ آهي پر ڪيترا پاکنڊي پرماتما جي نالي ۾ ماڻهن کي ٺڳيندا آهن."

حضور جن ورائيو، "ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي. خود سنتن هميشه جڳياسن کي اهڙن دوکيبازن کان بچڻ لاءِ خبردار ڪيو آهي. مولانا روم جو ڪلام آهي: "عام طور شيطان نقلي سائن جي ويس ۾ رهندو آهي. اڪري بيهنجو هٿ ان رهبر کي نه ڏي جنهنکي تو پرکيو ناهي. جهڙي طرح مردوش ابوجهه پکين کي جاريءَ ۾ ڦاسائڻ لاءِ شڪاري پکين جي ٻولي ٻوليندو آهي اهڙي طرح ٺڳ ۽ دوکيباز ساڌو ابوجهه ماڻهن کي ڦاسائڻ لاءِ سنتن جي طريقن جو نقل ڪندا آهن ۽ سنت پاڻيءَ مان چورايل گفتا ٻوليندا آهن. اڪري چڱي طرح سوچي سمجهي گورو ڪرڻ کپي."

ڊاڪٽر هرناماس چيو ته حضور! مهنجو وشواس آهي

نه منش کي پوري زندگي گهارڻ کپي، جيترو ٿي سگهي پنهنجي دوستن عزيزن جو ڀلو ڪري ۽ ڪنهن به پراڻيءَ کي دک يا نقصان نه پهچائي. ايمانداريءَ سان پنهنجي روزي ڪمائي ۽ يٿا شڪتي انسان ذات جي سيوا ڪري. اها ئي سرو سريشٽ پوڄا ۽ ڀڳتي آهي ۽ مان سمجهان ٿو ته اهوئي ڪافي آهي.

حضور مهاراج جن فرمايو ته سادڪ لاءِ روحاني سفر جون چار منزلون آهن.

پهرين منزل آهي ڪرم ڪانڊ يا شريعت.

نيڪ ڪرم ڪرڻ جيئن سنسار جي سڀني ڌارمڪ پستڪن ۾ لکيل آهي.

ٻي منزل آهي اُپاسنا يا طريقت:

ڪنهن ڪامل مرشد جي هدايت ۽ رهنمائيءَ ۾ روحانيت جي راهه تي هلڻ. من ۽ اندرين کي قابو ڪرڻ ۽ پاڻ کي ڌيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ لڳائي رکڻ.

ٽين منزل آهي ڀڳتي يا معرفت.

مالڪ جي پيار ۾ اهڙو لين ٿيڻ جو هن ڪانسواءِ ٻي ڪنهن به ڳالهه جو فڪر ئي نه رهي ۽ چت مان سنسار ۽ سنسار جي پدارٿن جو خيال ئي نڪري وڃي، پنج وڪار ختم ٿي وڃن. من ۽ اندريون وس ۾ اچي وڃن. سنسار جي سکن ۽ اندرين جي ڀوڳن جي ترشنا ختم ٿي وڃي.

چوٿين منزل آهي گيان يا حقيقت.

ستيه يا حقيقت کي ڄاڻڻ ۽ پرماتما سان ملي هڪ ٿي وڃڻ.

پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ پورو ۽ نيڪ جيون وتيت ڪرڻ

بلڪل لازمي آهي پاڪ ڪجي، ان ڪان ۽ وڏائي ڪڍجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سارو ڏينهن ڳالهين ۾ ٻلڪون ملپندو رهي ۽ ڪاغذ جي مٿي لي سجائي رکندو وڃي پر انهن ۾ کائڻ لاءِ ڪجهه به نه وجهي، ته ڇا انهن ڪرڻ سان هن جي بک لهندي؟ زندگيءَ کي هيڪ پاڪ ٿالهه آهي ان کي صاف ڪرڻ. اهڙي طرح من پوتر نرمل ڪنهن ۽ روحاني چڙهائيءَ جي لائق ٿجي ٿو پر من جي صفائي هڪ ذريعو آهي پر زندگيءَ جو مقصد نه.

من کي پوتر ڇو ڪجي؟ صرف انهيءَ لاءِ ته ايشور جي پرماتما جي دربار ۾ پهچي نٿي سگهي. من کي نرمل ڪرڻ ڪالهوءِ ۽ آتمڪ چڙهائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کي جنهن جي سوجهي ڪنهن سادو مهاتما وٽان ملندي ته نه آواڳون جو چڪر ختم نه ٿيندو. پوتر زندگي گهارڻ ۽ نيڪ ڪرم ڪرڻ جو ڦل اهو ملندو جو منش ٻئي جنم ۾ وڏس راجا، مهاراجا، يا قوم يا ملڪ جو سرڪردو ٿيندو يا ديوتا يا فرشتو ٿيندي ڪنهن سرڳ ۾ ويندو پر هوندو ساڳيو لک چوراسيءَ جي چڪر ۾.

نوجوان شريسٽر پڇيو ته ديوتائون ۽ فرشتا به ڦيندا آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته جيڪي آتمائون منش چولي ۾ رهي، تپسيا يا دان پنءِ ڪن ٿيون يا ٻيا پر اپڪار جا ڪرم ڪن ٿيون يا سرڳ جي پراپتيءَ لاءِ وشنو، شو يا اندر جي پوڄا ڪن ٿيون، انهن کي پنهنجي شُڀ ڪرمن جو ڦل ماڻڻ لاءِ طرح طرح جي سرڳن ۾ موڪليو ويندو آهي. اهي ئي ديوي ديوتائون ٿين ٿا. هن ماتر منڊل وانگر اُتي به اندرين جا ڀوڳ آهن. اُتي هنن جو شرير سوکم آهي ۽ پنهنجي پنهنجي ڪرمن انوسار

الي لنبي عرصي تائين رهندا آهن. مقرر معياد تائين پوڄ پوڄڻ بعد انهن آتمائن کي وري مات لوڪ ۾ واپس موڪليو ويندو آهي. سڀ سرڳ ۽ نرڪ چوراسيءَ جي دائري ۾ آهن.

راءِ روشن لعل پڇيو، "حضور! توهانجي آتمڪ اپياس جو طريقو ساڳيو پاتنجلي رشيءَ جي پراڻاياما جهڙو ته ڪين آهي؟"

حضور جن فرمايو ته اٿين ڪونهي. پاتنجلي يوگ جو مکيه ساڌن پراڻاياما آهي. اهو اڄ ڪلهه جي زماني سان نٿو ٺهڪي ڇو جو پراچين زماني بنسبت اسان ۾ اُتري شڪتي ۽ ڌيرج ڪونهي. ڪو ورلو برهمچريه يعني سداچار جي نيمن جو پالن ڪندو ۽ نيڪ پاڪ جيون گهاري ٿو. ماڻهن جو جهڪاءُ اڪثر ڪري پوڳ بلاس ڏانهن آهي. اڄ ڪلهه جي زرد ۽ بيمار چهرن وارا نوجوان پراڻاياما جي ڪٺن ساڌنا يا يوگ جون ڪِريائون جهڙوڪ ڌوتي، نيتي ۽ بستي ڪيئن ڪري سگهندا؟ پر ان هوندي به اهو يوگ اسانکي سهنس دل ڪنول کان مٿي پهچائي نه سگهندو.

پراچين ڪال ۾ جوڳين کي پنڊ جي ڇهن چڪرن کي پار ڪرڻ ۾ ورهين جا ورهيه لڳي ويندا هئا ۽ اتڙو به ڏاڍي مشڪلات سان ڪري سگهندا هئا. انهيءَ آخرين مقام اشٽ دل ڪنول آهي پر سنت مت جي ته شروعات ئي اتان ٿي ٿئي. آتما کي هيٺين چڪرن مان مٿي ڪڍڻ لاءِ يوگي، پراڻن جو سهارو وٺندا هئا پر چداڪاش (شرير ۾ پهريون آڪاش جو نيترن جي پويان تيسري ٽل ۾ آهي) ۾ پهچڻ سان پراڻ چد آڪاش ۾ سمائجي ويندا هئا ۽ اڳتي يوگي ان کان مٿي چڙهائي ڪري نه سگهندا هئا. اهي پوءِ ائين سمجهڻ لڳا ته اهو استان ئي روحانيت جو سڀ کان اوچو

بلڪل لازمي آهي پاڪ ڪندو، ان ڪان به وڌيڪ گهرجي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو سارو ڏينهن ڳالهيون ۽ ڀڄڻ ملهيندو
رهي ۽ ڪاڏي جي منزل تي سنڀالي رکندو رهي پر انهن ۾
ڪانڻ لاءِ ڪجهه به نه رهي، نه ڇا انهن ڪرڻ سان هن جي
اک اهندي؟ زندگيءَ کي ٻيڪ پاڪ بڻائڻ آهي اوڻ کي
صاف ڪرڻ. اهڙي طرح من ۾ ارمل لڳندو ۽ روحاني
چڙهائيءَ جي لائق بڻجي ٿو پر من جي صفائي هڪ ڏاڪو
آهي پر زندگيءَ جو مقصد نه.

من کي نرمل ڇو ٿو ڪجي؟ صرف انهيءَ لاءِ ته ايشور جو
پرماتما جي درشن ۾ ٿيڄي ليني سگهجي. من کي نرمل ڪرڻ
کانپوءِ به آتمڪ چڙهائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کپي جنهن جي
سوجهي ڪنهن ساڌو مهاتما وٽان ملندي نه ته آواگون جو
چڪر ختم نه ٿيندو. نرمل زندگي گهارڻ ۽ نيڪ ڪرم ڪرڻ
جو ڦل اهو ملندو جو منش اڳي جنم ۾ رئيس راجا، مهاراجا،
يا قوم يا ملڪ جو سرڪردو ٿيندو يا ديوتا يا فرشتو ٿيجي
ڪنهن سرڳ ۾ ويندو پر هوندو سا جيو تي چوراسيءَ جي
چڪر ۾.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته ديوتائون ۽ فرشتا به ٿيندا
آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته جيڪي آتمائون منش جولي ۾ اچي،
ڪسيا يا دان پنج ڪن ٿيون يا ٻيا پر اپڪار جا ڪرم ڪن
ٿيون يا سرڳ جي پراپتيءَ لاءِ وشنو، شو يا اندر جي پوڄا ڪن
ٿيون، انهن کي انهيءَ شڀ ڪرمن جو ڦل ماڻڻ لاءِ طرح طرح
جي سرڳن ۾ موڪليو ويندو آهي. انهي تي ديوي ديوتائون
رهن ٿا. هي ماس منڊل والنڪر اٿي ۽ اندرين جا پوڄ آهن.
اتي هنن جو شرار سوکم آهي ۽ پنهنجي پنهنجي ڪرمن انوسار

الي لمبي عرصي تائين رهندا آهن. مقرر معياد تائين پوڻ پوڻ بعد انهن آتمائن کي وري مات لوڪ ۾ واپس موڪليو ويندو آهي. سڀ سرڳ ۽ نرڪ چوراسيءَ جي دائري ۾ آهن.

راءِ روشن لعل پڇيو، "حضور! توهانجي آتمڪ اڀياس جو طريقو سائنيو پاتنجلي رشيءَ جي پراڻايام جهڙو نه ڪين آهي؟"

حضور جن فرمايو ته اهين ڪونهي. پاتنجلي يوڳ جو مکيه ساڌن پراڻايام آهي. اهو اڄ ڪلهه جي زماني سان ٺهڪي ٿو ڇو جو پراچين زماني بنسبت اسان ۾ اهتري شڪتي ۽ ڌيرج ڪونهي. ڪو ورلو برهمچرئه يعني سداچار جي نيمن جو پالن ڪري ٿو ۽ نيڪ پاڪ جيون گهاري ٿو. ماڻهن جو جهڪاءُ اڪثر ڪري ڀوڳ بلاس ڏانهن آهي. اڄ ڪلهه جي زرد ۽ بيمار چهرن وارا نوجوان پراڻايام جي ڪٺن ساڌنا يا يوڳ جون ڪريائون جهڙوڪ ڌوتي، نيتي ۽ بستي ڪيئن ڪري سگهندا؟ پر ان هوندي به اهو يوڳ اسانکي سهنس دل ڪنول کان مٿي پهچائي نه سگهندو.

پراچين ڪال ۾ جوڳين کي ڇهه جي ڇهن چڪرن کي پار ڪرڻ ۾ ورهين جا ورهيه لڳي ويندا هئا ۽ اهترو ئي ڏاڍي مشڪلات سان ڪري سگهندا هئا. الهندو آخرين مقام اشٽ دل ڪنول آهي پر سنت مت جي ته شروعات ئي اتان ٿي ٿئي. آتما کي هيٺين چڪرن مان مٿي ڪڍڻ لاءِ يوڳي، پراڻن جو سهارو وٺندا هئا پر چداڪاش (شرير ۾ ڀروون آڪاش جو نيترن جي پوپان تيسري تل ۾ آهي) ۾ پهچڻ سان پراڻ چد آڪاش ۾ سمائجي ويندا هئا ۽ اڳتي يوڳي ان کان مٿي چڙهائي ڪري نه سگهندا هئا. اهي پوءِ اهين سمجهڻ لڳا ته اهو استان ئي روحانيت جو سڀ کان اوچو

يوڳ جو مقصد آهي انهن رڪاوٽن کي دور ڪرڻ. پاتنجلي وشي پنهنجي پستڪ ڳرنٿ يوڳ سوتر ۾ يوڳ جي پرڀاشا ڏيندي چيو آهي تہ يوڳ اهو ساڌن آهي جنهن سان چت جي ورتين کي روڪي سگهجي ۽ من جي سڀني ڪرياٺن کي وس ۾ ڪري سگهجي.

ٻرڀاسٽر پڇيو، ”چت جون ورتيون ڇا کي ٿو چئجي؟“

”چت جي ورتين جو انگريزيءَ ۾ انواد ڪرڻ تمام ڪٺن آهي. چت انتهڪرڻ (اندر جي آرسي، من) جو اهو حصو آهي جنهن تي پدارٿن جو عڪس پوي ٿو. نانا پرڪارن جا آڪار ۽ روپ جيڪي اندريون چت اڳيان آڻين ٿيون ۽ انهيءَ ڪري چت جون جيڪي اوستائون پدا ٿينديون رهن ٿيون يا بار بار لڳنديون وشيہ وڪارن جون لهرون جيڪي چت جي سطح کي اشانت ڪن ٿيون، انهن کي چئجي ٿو ورتيون. من جي سطح تي انهن دائما اٿندڙ طوفاني لهرن کي روڪڻ يوڳ جو ڪم آهي.“

ٻرڀاسٽر چيو، ”سائين توهان کڙي نہ سندر ۽ سرل ڍنگ سان هر مضمون کي کولي سمجهايو آهي.“

ستگورن فرمايو تہ اها خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو توهان کي منهنجي سمجهاڻي سرل لڳي ٿي نہ تہ يوڳ ۽ ٻيا پرمارٿي راز زبان دواران سمجهائڻ ڏکيا آهن.

تنهن تي راءِ روشن لعل چيو، ”توهانجي ساڌنا ۽ پاتنجلي يوڳ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“

حضور جن وراڻيو، ”اسانجو طريقو سرت شبد يوڳ جو آهي، جنهنکي اپنشد ”انهد شبد“ ۽ ويد ”اد گيت“ چوندا. مسلمان فقير انهيءَ کي ”سلطان ال اذڪر“ سڏين ٿا. اهو سهج يوڳ آهي جنهنجو اڀياس سڀني ڌرمن ۽ديشن جا

ون ۽ مرد آساليءَ ساں ڪري سکهن ٿا ٻلڪ هڪ ڇهن
ن جو ٻار ٻه اها ساڌنا ڪري سکهي ٿو. ان ۾ شرار
ي ٻاهران دوارن کي بند ڪري پنهنجي خيال کي شبد ساں
وزٽو آهي جو هردم اساڻي مستڪ ۾ اکين جي پويان
ولجي رهيو آهي. اها دوه ڏلي مڌر سنگيت جي روپ
ڏ ر ڏام ڪان اهي لي ۽ رستي ۾ سيبڙي هيٺين منڊلن کي
سحا ۽ چيتنا ڌيندي منش جي مستڪ ۾ اکين جي پوئتان
اڃي پنهنجو مقام قائم ڪري لي. اها پرماتما ۽ منش جي
وچ ۾ سڌي ڳنڍي آهي. ان ڏن کي پڪڙي اسين سڌ
پنهنجي سچ گهر پهچي سگهون ٿا. هيءَ اهولي اسٿا
آهي جتان سرشٽيءَ جي آد ۾ اسين اهي آيا آهيون.
بائيبل ۾ ان شبد يا ڏن کي ورڊ (Word) چيو ويو آهي:
بائيبل ۾ اسين پڙهندا آهيون: ”آد ۾ اهو شبد هو ۽ اهو
شبد پرماتما ساں هو ۽ اهو شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهه
هن ئي بڻايو ۽ جيڪي ۾ پيدو سو انهيءَ بنا ڪين بڻيو.“
يونان جي مهاتمائن ان شبد کي ”لوگاس“ (Logas) سڏيو
آهي. گورو نانڪ جن ان کي شبد ٿا چون. وڏ ڪ فرمائن ٿا،
”شبدي ڌرتي شبدي آڪاش، شبدي شبد ڀيا پرڪاش،
سگلي سرشٽ شبد کي پاڇي، نانڪ شبد گهٽي گهٽ آڇي.“
يعني شبد ڌرتي بڻائي، شبد آڪاش بڻايو. شبد سج
چنڊ ۽ تارا بڻايا. شبد ئي ساري سرشٽيءَ جو اپائيندڙ آهي
۽ هو سڀ ڪنهن جي هردي ۾ گونجي رهيو آهي.“
قرآن ۾ لکيل آهي ته ”ڪن“ هن سنسار جي رچنا ڪئي.
سوامي جي مهاراج فرمائن ٿا ته شبد ئي لوڪن جو اپائيند
آهي. شبد الله، برهمنڊ، سڀ ديس ۽ لوڪ بڻايا. شبد هر ڪنه
۾ ۽ سڀني جيون کي پيدا ڪيو آهي.

جي شرير ۾ گونجي رهيو آهي، پنهنجي آتما کي ان سان جوڙيو. سيني ديشن جي سنتن پنهنجي گرنٿن ۾ انهو ورنن ڪيو آهي.

ان وقت حضور مهاراج جن جو نوڪر اندر آيو ۽ ٻڌايائين ته حضور ڪجهه "جول پين" آيا آهن ۽ اندر اچڻ جي اجازت ٿا گهرن.

حضور مهاراج جن هنجو مطلب سمجهي ويا ۽ ڪيس چيائون ته ڀلي انهن يورپينس کي اندر وٺي اچ ۽ انهن لاءِ ڪجهه ڪرسيون ناهي رک. نوڪر ڪن يورپينس کي پاڻ سان وٺي آيو جي بياس لڏيءَ جي سينري ڏسڻ ۽ مڇي مارڻ لاءِ آيا هئا. انهن مان ٻه ڄڻا ڪرسچن ڪاليج لاهور ۾ پروفيسر هئا. حضور مهاراج جن اٿي بيهي هننجو آدر ڀاءُ ڪيو ۽ کين ڪرسين تي وهاري ڪالڻ چانهه لاءِ پڇيو. ان پارٽيءَ جي سرڪردي، جو هڪ بزرگ سڄڻ هو، چيو ته صبح جو ناشتو بياس اسٽيشن تي ڪري آيا آهيون. اسان توهان جي مت جي باري ۾ ڏاڍي تعريف ٻڌي آهي انهيءَ ڪري انهيءَ بابت ڪجهه ڄاڻڻ چاهيون ٿا.

حضور جن فرمايو ته سنت مت جي سکيائن بابت مان توهانکي ٿورن لفظن ۾ سمجهائيندس. اسين هينئر ان باري ۾ ئي ڳالهائي رهيا هئاسين. سنتن جو اهو اپديش آهي ته پرماتما اسان سيني جو ديالو پرم پتا آهي ۽ انهيءَ سان ميلاپ ڪرڻ بنا منش جي دکن ۽ ڪليشن جو انت ٿيڻو ٿئي. پرماتما ڪٿي ٻه باهر ڪونه ملندو. اسانجو هي منش شرير ئي اهو مندر آهي جنهن ۾ هو اواس ڪريٿو. هو صرف منش ديهه ۾ ئي ملي سگهيٿو، ٻيءَ ڪنهن ٻه جوڻِ کي اهو شرف حاصل ڪونهي. اسانکي اهڙي گوروءَ يا رهبر جي ضرورت آهي

جو هن نون دوارن جي محل- منش شرير جي اندر پرويش ڪرڻ جو رستو ڄاڻندو هجي ۽ جيڪو اسانکي پرماتما سان ملائي سگهي. بس، ٿوري ۾ اهي آهن سنت مت جون سکيائون.

تنهن تي بزرگ پادريءَ چيو، "بائيبل ۾ لکيل آهي ته خدا جي بادشاهت توهانجي اندر آهي ۽ اوهان زنده خدا جو مندر آهن."

حضور جن فرمايو ته اها روحانيت هر ڌرم جي تهه ۾ هوندي آهي پر ڌرمن جي سنستاپڪن جي وڃڻ ڪانپوءِ ماڻهو ان اصليت کي وساري ٿا ويهن ۽ پرماتما کي مورتين، مندرن، تيرٿن، پٿرن، سماڌين يا پوٿين ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ٿا ڪن.

پادريءَ چيو ته توهانجا شيوڪ چون ٿا ته توهين مستڪ ۾ ڪيرتن ٻڌڻ سيکاريندا آهيو.

حضور جن وراڻيو، "سنت مهاتمائون پنهنجي شيوڪن کي انحد شبد ٻڌڻ سيکاريندا آهن. هي اهوئي شبد آهي جنهن جي بابت ۾ بائيبل ۾ لکيل آهي ته آد ۾ اهوئي شبد جو پرماتما سان هو، بلڪ پرماتما هو ۽ جنهن سڀ رچنا پيدا ڪئي."

پادريءَ چيو ته اهوئي شبد (Word) ڪرائيسٽ (Christ) آهي.

حضور جن هن کي درست ڪندي فرمايو، "آهي نه، پر هو. ڪرائيسٽ برابر ديهه ڌاري شبد هو. هو پنهنجي وقت جو مهاتما هو ۽ جن سندس شرن ورتي تنکي پرم پتا وٽ وٺي ويو. پر هن وقت هو اسانکي پرماتما سان ملڻ جو ساڌن ڪيئن ٿو سيکاري سگهي؟ انهيءَ لاءِ اسانکي موجوده مهاتما

يعني زنده گرائيسٽ جي ضرورت آهي جنهن سان اسين ڳالهائي سگهون، پيار ڪري سگهون ۽ پنهنجي روحاني مسئلن لاءِ صلاح وٺي سگهون. هونئن اسانکي سمجهائيندو ته شروع جي ٻن ڏوارن مان خيال ڪيئي ٿو امتحان پهچي شبد کي اڪرڻ جي. اسانکي ته اها خبر ڪانهي ته اکين ڏواران، ڪنن ڏواران، نڪ ڏواران يا ڪنهن ٻئي ڏوار ذريعي چڙهائي ڪرڻي آهي. انهيءَ ڪري صرف زنده مهاتما اسانجي سهائتا ڪري سگهي ٿو. اهو شبد هميشه ڪنهن ديهه ڌاري ستگوروءَ جي روپ ۾ دنيا ۾ موجود رهيو آهي ۽ جنکي پرماتما سان ملڻ جي سچي پياس آهي تن جي سهائتا ۽ رهبري ڪري ٿو.“

”اهائي هڪ عام غلطي آهي جا اسين ڪريون ٿا. جنهن مهاتما کي گذرئي هزارين سال ٿي چڪا آهن سو اسانکي سکيا يا دکشا ڪيئن ڏيئي سگهي. ساڌارڻ ماڻهو اهڙا ٺڳدل ٿيندا آهن جو هو ڪڏهن به سچائيءَ کي سوڪار ڪونه ڪندا آهن جيستائين هنن کي سندن ئي گرنٿن پراڻن ڏواران سمجهايو نه وڃي. پرماتما پنهنجي ”پياري پٽ“ کي آتمائن جي ڇوٽڪاري لاءِ رڳو ٻه هزار سال اڳي ڪونه موڪليو بلڪ هر زماني ۾ پنهنجي اهڙن پيارن کي موڪليندو رهيو. ڪنهن مهاتما چيو آهي، ”سنت نه هوتي جگت مين جل مرتا سنسار.“

اندريون روحاني مارگ اهڙو پيچيدو ۽ اڻانگو آهي جو قدم قدم تي گوروءَ جي سهائتا جي ضرورت پوي ٿي. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي ته جنکو مرشد ٻنا اندر وڃي ٿو تنهنکي شيطان جون شڪتيون گمراهه ڪري گهوري اونداهي کوهه ۾ اڇلائين ٿيون. جڏهن زنده مهاتما جي شش کي ڪال سندن گوروءَ جو روپ ڌاري دوکو ڏئي ٿو ته پوءِ انهن جو ڪهڙو حال ٿيندو جنکي ماضيءَ جي

مهاتمائن جي ليک ولن ٿا، جنکي هُن ڪڏهن ڏٺو ئي ڪونهي؟ اهو ڊاڪٽر جنهن کي گذريئي ورهيه ٿيا هُن وقت اوهان جو علاج ڪري سگهندو؟ هنجا لکيل ڪتاب اوهانجي مدد ڪري سگهن ٿا؟ اوهانکي ته قدم قدم تي موجوده ڊاڪٽر جي صلاح مصلحت ۽ ديکڀال جي ضرورت پوي ٿي. ڪڏهن ته اوهانکي ڪيس آڌي رات جو گهرائڻو به پوي جو خبر ناهي ته صبوح تائين اوهانجو ڪهڙو حال ٿئي. ڇا هڪ ڇوڪري ڪنهن گذاري ويل ماڻهوءَ سان جنهن جي تصوير هن ڪنهن ڪهڙولي پستڪ ۾ ڏٺي آهي، شادي ڪري سگهندي؟ ڪو نوٽ ٿي ويل وڪيل اوهانکي ڪنهن مسئلي تي قانوني صلاح ڏئي سگهندو؟ ٻه هزار ورهيه اڳ ديالو پتا پنهنجي پتر کي جيون جي آڌار لاءِ موڪلڻ ٺيک سمجهو، ڇا هو ڪنهن هينئر اتو موڪلي سگهي؟ ڇا هينئر هُن وٽ پيار ۽ ديا مهر ڪانهي يا دنيا جي حالت بدلجي ويئي آهي؟ رام جو هزارين سال اڳ هن دنيا ۾ آيو هو سو هن وقت يا اڄ ئي مدد ڪري سگهندو؟ نه، مهاتما مترو نه. انهن ڪراهي. پرماتما جي پيار جو ساگر سڪي ڪين ويو آهي. اهو ته سدائين آب ۽ تاب سان اڇلون ڏيندو پيو وهي. هنجا پيارا پتر (سنت) سدئو هن دنيا ۾ موجود آهن ۽ دنيا انهن کان ڪڏهن به خالي نه رهندي. اهو ئي پرماتما جو وڌان آهي.

پادرين جي ان پارٽيءَ مان هڪ نوجوان جنهن لاءِ مونکي پوءِ پتو پيو ته مشن ڪاليج جو پروفيسر هو، چيو ته اوهان جيڪي ڪجهه چئي رهيا آهيو سو ته بلڪل ٺيک ۽ وزندار پيو لڳي. اوهانجو مارگ ته اشٽانگ يوگ وانگر آهي ڇا؟

حضور جن فرمايو ته نه، اسانجو مارگ ان کان وڌيڪ سرل آهي ۽ اهو ساڌڪ کي اشٽانگ يوگ جي پهت ۾

گھٹو مٿي ڀڄائي ته ۽ اسين پراڻايام جو ساڌن ڪونه اپنائيندا آهيون.

"اشٽانگ يوگ آهي ڇا؟" نوجوان برهمچاريءَ پڇيو.

"پاتنجلي يوگ کي ئي اشٽانگ يوگ چوندا آهن. اشٽ معنيٰ اٺ ۽ انگ معنيٰ عضوا يا حصا." حضور جن فرمايو.

انهن تي برهمچاري چيو ته ڪرپا ڪري انهيءَ جي وياکيا وڌيڪ تفصيل سان سمجهايو.

ستگورن فرمايو، "اشٽانگ يوگ جا هي هيٺيان اٺ انگ آهن.

١- يم - اهي سڀ بريون عادتون جيڪي ڇڏڻ گهرجن.

٢- نيم سٺيون عادتون جيڪي اپنائڻ کپن.

٣- آسڻ - ابياس وقت ويهڻ جو نمونو.

٤- پراڻايام.

٥- پرتيهار - اندرين جي ٻاهرينءَ ڪريائن کي اندرمک ڪرڻ.

٦- ڌارڻا - ايڪاگرتا.

٧- ڌيان.

٨- سماڌي.

پهريان پنج انگ ته ٻاهرينءَ ساڌن آهن ۽ پويان ٽي اندرمکي ساڌنا جا انگ آهن. اها وياکيا ڪافي آهي يا اڃا وڌيڪ کولي سمجهايان؟" حضور جن پڇيو.

نوجوان پادريءَ وراڻيو، "هن وقت مان يوگ شاستر جو ابياس ڪري رهيو آهيان. انهيءَ ڪري ان وشيه تي جي وڌيڪ پرڪاش وجهندا ته بهتر."

حضور جن فرمايو ته يم پنجن قسمن جا آهن. يم لفظ جي

معنيٰ آهي روڪڻ يا جهلڻ. گهڻو ڪري سڀني متن ۾ انهيءَ جو ذڪر ڪيل آهي. پنج يم آهن :-

١- اهنسا
٢- ستيہ
٣- استيہ، چوري نہ ڪرڻ
٤- برهمچريہ
٥- اپرگرهہ، تياڳ

انهن نيمن جو سيني ساڌڪن کي پالن ڪرڻ جڳائي ڇاڪاڻ تہ روحاني راهہ جا اهي بنيادي ڏاڪا آهن، جن بنا مڪتي ملڻ ناممڪن آهي.

آتمڪ اُنتيءَ لاءِ اوچو اخلاق نهايت ضروري آهي. انهيءَ باري ۾ مان توهان کي سمجهائڻ تہ ڪا چاهيان ٿو. سڀني ڌرمن جي هدايت آهي تہ جيڪو جيو هتيا ڪري ٿو يا ڪنهن جي شرير، من يا پراڻن کي ڏکوئي ٿو، سو ڪٺور دل، نردئي اَنيائي ۽ ظالم آهي ۽ اُنجو سڀاءُ ۽ عادتون بہ جهنگلي جانورن جهڙيون ٿيون. شڪاري جانور جهڙوڪ شينهن، چيتا، جهنگلي ۽ شوخ سڀاءُ جا ٿيندا آهن ۽ گهڻو ڪري ڪاوڙيل آهن. پر جيڪي جانور ماس نہ کائيندا آهن جهڙوڪ ڳئون، مينهن وغيره سي پاڪ ۽ شانت هوندا آهن. زبان سان هنسا جهڙوڪ نندا، چغلي، پرائي برائي ڪرڻ جهڙوڪ ريس، حسد، وير پاڻ اهي ڪي جسماني هنسا کان گهٽ خراب ڪونہ آهن.

اهڙي طرح جيڪو ڪوڙ ڳالهائيندو آهي انهيءَ جو من ميرو ٿئي ٿو ۽ پوءِ ايماندار جي لائق نٿو رهي. هن ۾ بزدلي، بي حيائي ۽ فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي ۽ لاچار شڪتيءَ جي ڪمي رهي ٿي.

رهڻ. اهيءَ جو مطلب اهو ڪونهي ته ٻنهي حالتن بهتر بڻائڻ لاءِ ڪوشش ئي نه ڪرڻي آهي. اسٽوش ۽ لالچ جي ٻارنا کي ڇڏڻو آهي. در اصل، ڏاڍو وجهي ته انسان جون ضرورتون کي گهٽيون ڪرڻ نه نه راڄا ته سوچي لو ته مولڪي اڃا به ڪي وڌيڪ گهرجي.

٣- تپ يعني آلو سنجر- سردي گرمي، بک پياس، آس چاهت، راڄ دليش، اميري غريبي، تندرستي بيماري، نفعو نقصان- انهن سڀني کي صبر ۽ سنتوش سان سهڪار ڪرڻو آهي. انهن ڪرڻ سان ساڌڪ جي اڃا شڪتي پرٻل لئي لي ۽ ڪشٽ ۽ ڪليش ۾ هو گهبرائجي نٿو.

٤- سواڌياس يعني گرنٿن پوٿين جو ابياس- اهيءَ ۾ سنتن مهاتمائن جو ستسنگ به اچي وڃي ٿو.

٥- ايشور پراڻڌان- پرماتما ۾ اتوٽ وشواس رکڻ ۽ ٻالڪي هنجي مرج لي ڇڏي ڏيڻ. سدائين ٻالڪي هنجو داس سمجهي ٿل جي اچا ته رکڻ. سلسلي کي جاري رکندي حضور جن فرمايو ته يڪتي يا شبد يوگ جي الو لاپ جي ڳالهه ته نباري آهي پر صرف جيڪو ساڌڪ انهن ٻن ۽ نيمن جو سچائيءَ سان ابياس ڪندو ته هو شڪتين سان ڀرپور "ستپرش" بڻجي پوندو. مثال طور جيڪو ڪنهن ته حالت ۾ سچ کي نٿو ڇڏي يعني سچ جي اندر اتترو لين رهيٺو جو سڀني ۾ ته هن جي زبان مان ڪوڙو وچن نٿو نڪري اهيءَ کي "واڪ سڌي" ملي لي يعني جيڪو وچن هنجي مکارٻند مان نڪرندو سو ضرور پورو ٿيندو.

اوجران پترسنڙ چيو ته اها نه لوهان سلي ڳالهه ٻڌائي ۽

مان به چاهيندس ته انکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪيان. مهرباني ڪري ٻڌايو ته اهڙيءَ واڪ سڌيءَ کي پراپت ڪرڻ لاءِ گهڻو وقت کپي؟

ستگورن وراڻيو، ”اها نهايت اوچي اوستا آهي جنهن ۾ سچ ئي زندگيءَ جو مول آڌار آهي بلڪ جان ۽ پران بڻجي پوي ٿو. اها سڌي تڏهن حاصل ٿيندي ٿي، جڏهن سچ شرير جي انگ انگ ۾ بلڪ روم روم ۾ سمائجي وڃي ٿو.

نوجوان پروفيسر چيو، ”اها ته ڪٺن ڳالهه آهي. هڪڙو وڪيل اهڙيءَ ڪم ۾ ڪيئن ڪامياب ٿيندو؟ مون جهڙي ماڻهوءَ کي ته ڪو به ساڌن ڪرڻو پوندو. ڀلا جي اهنسا کي اپنائجي ته ڪهڙو فائدو پوندو؟“

حضور جن اُتر ڏنو، ”شينهن ۽ چيتا به توهانکي نقصان ڪونه پهچائيندا ۽ نانگ بلائون توهان جا دوست بڻجي پوندا.“

پروفيسر چيو ته اها تمام سٺي ڳالهه آهي پر....

حضور جن فرمايو ته اهڙيءَ ساڌنا ۾ اڃا به هڪ خوبي آهي. جيڪڏهن اهن مان ڪنهن به هڪ يم کي مڪمل طور سڌ ڪبو ته ٻيا گڻ پاڻمرادو اچي ويندا.

نوجوان پادري پروفيسر جيڪو حضور جن جا وچن لکندو پئي ويو، ستگورن کي عرض ڪيو ته آسڻ جي باري ۾ ڪجهه روشني وجهو.

حضور جن فرمايو ته ”آسڻ“ لفظ جي معنيٰ آهي ”ويهڻ“ يا ويهڻ جو طريقو. هڪ ئي آسڻ ۾ ڪافي دير تائين ويهڻ سان ابياس ۾ وڏي هٿي اچي ٿي. آسڻ تي ڪيترا ئي ڪتاب آهن. ڪن ۾ لکيل آهي ته آسڻ ٨٤ آهن پر ڪي

ڇو ن تہ ١٠٠ آهن. آسڻ جو اڀڙو مهتو ڪاليءِ جيترو من جي ايڪاگرتا جو. آسڻ تہ صرف هڪ ساڌن آهي جو من کي ايڪاگر ڪرڻ ۾ سهائتا ڪري ٿو. اهڙيءَ کي ڪنهن بہ اهڙي سولي ۽ آرام داڪ آسڻ ۾ وهڻ گهرجي جنهن ۾ لڳاتار ڪافي عرصي تائين ويهي سگهي ۽ بار بار آسڻ بدلڻ جي ضرورت ئي نہ پوي. بار بار چرڻ پرڻ يا آسڻ بدلڻ سان ايڪاگرتا حاصل نہ ٿيندي. مظبوط آسڻ يعني استر ۽ اڏول آسڻ ۾ وهڻ سان من جلدي ايڪاگر ٿئي ٿو. ڏيان ۾ وهڻ مهل، مٿو، گردن ۽ ڪرلهي جي ڏوري بلڪل سڌا هئڻ کپن. انهن هڏن تي ڪابہ ڇڪ يا زور نہ هئڻ کپي. بلڪل سهج سڀاءَ وهڻ کپي. آستان اهڙو هئڻ جڳائي جو شانتيءَ ۽ ايڪانت وارو هجي جتي ابهاس ڪنهن بہ وگهن يا رڪاوٽ بنا ڪري سگهجي.

نوجوان پادريءَ حضور جن کان پڇيو تہ توهان ڪڏهن ان يوگ جو ابهاس ڪيو آهي؟

حضور جن وراڻيو تہ پنهنجي سمسه ستگوروءَ جي شرن ۾ اچڻ کان اول مون ڪجهہ وقت اهڙو ابهاس ڪيو هو. پر هڪ مترجي منع ڪرڻ تي مون اهو ابهاس ڇڏي ڏنو. هو ان مارگ ۾ ڪافي ترقي حاصل ڪري چڪو هو پر ان ڪارڻ سندس صحت ڏهي پيئي هئي.

نوجوان پادريءَ عرض ڪيو تہ حضور جيڪڏهن توهانکي تڪليف نہ ٿئي تہ ڪجهہ آسڻن جا نمونا توهين خود ڪري ڏيکاريو.

حضور جن تنهن تي پڇيو توهان جي رُچي ڪهڙي آسڻ ۾ آهي؟

پادريءَ جواب ڏنو، ”اهين نه اسان جي ڪنهن خاص آسڻ ۾ دڳ جي ڪانهي.“

سڪورن فرمايو ته يوگي عام طور پدم آسڻ يا سڌ آسڻ ۾ ويهندا آهن. پدم جي معنيٰ آهي ڪنول. انهيءَ آسڻ ۾ زمين تي ويهي ساڄي ڪڙي ڏائي سٿر تي رکبي آهي؛ ڏائي ڪڙي ساڄي سٿر تي. پوءِ ساڄي هٿ کي پٺيءَ کان ورائي ساڄي پير جي پب کي جهلبو آهي؛ کابي هٿ سان ساڄي پير جي پب کي. شروع ۾ اهو آسڻ ڏکيو لڳندو آهي پر اڀياس ڪرڻ سان آسان ٿي پوندو آهي. سيئي آسڻ خالي پيٽ سان ڪرڻ کپن. سڌ آسڻ ڪجهه سولو آهي. انهيءَ ۾ زمين تي ويهي ڏائي ڪڙي اڌرڻ جي ٻنهي دوارن جي وچ تي رکبي آهي؛ ساڄو پير ڏائيءَ ڪڙيءَ تي رکي، هٿ گوڏن تي رکبا آهن.

يوڳ اڀياس هميشه ڪنهن اهڙي يوگيءَ جي نگرانيءَ هيٺ ڪرڻ کپي جو ٻنهي وديا ۾ پورو ماهر هجي؛ يوڳ جي سڀني ڪريائن جي سيکارڻ ۾ پرويڻ هجي. يوگين ۾ اها هڪ پراڻي ڪهاوت آهي ته جيڪو صرف ڪتابن مان يوڳ بابت پڙهي يوڳ سادنا شروع ڪندو سو نه رڳو بيماريون خريد ڪندو پر ٻنهي عمر ۾ به ڪتر وجهي ٿو.

حضور جن اڳتي فرمايو ته پراڻايام ٻه منهين تلوار آهي، جا هڪ طرف ته چڱوئي لاڀ پهچائي سگهيتي پر نقصان به اهڙو رسائي سگهيتي جنهنجو پورائو نه ٿو ٿي سگهي. مون ڪن ورلن کي ڏٺو آهي جن کي پراڻايام مان فائدو ٿيو هجي پر نقصان ٿيندو گهڻي کي ڏٺو اٿم. گرهستيءَ کي ان ۾ الجهڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڪو برهمچاري نه آهي ته الڪي پراڻايام جو اڀياس نه ڪرڻ گهرجي. ان ۾ ڦڦڙن جي

بيماري لاءِ جو امڪان آهي.

نوجوان پادريءَ چيو ته ماڻهو چوندا آهن ته يوگي هزارين سال جيئرو رهي سگهي ٿو.

داتا جن اُتر ڏنو ته نه صرف اِترو پر يوگيءَ کي ڪيترائين ٻيون رڌيون سڌيون حاصل ٿين ٿيون ۽ هو ڪيترائين ئي ڪرامتون ڏيکاري سگهي ٿو. هو جتي به وڃڻ چاهي ٿو ته اُتي پهچي سگهي ٿو ۽ مرضيءَ مطابق ڪا به وستو ڪٿان به گهرائي سگهي ٿو. هو تمام ڀاري يا تمام هلڪو، تمام ڊگهو يا تمام ننڍو ٿي سگهي ٿو. اهڙيون ارڙهن قسمن جون سڌيون آهن پر انهن کي حاصل ڪرڻ اسانجو مول مقصد ڪونهي ۽ انهيءَ حاصل ڪرڻ جو مارگ لمبو ۽ ڪٺن آهي.

پادريءَ چيو، "حضور توهين ته اهڙيون شڪتيون حاصل ڪري سگهيا ٿي پوءِ توهان اهي ڇڏي هي نئون مارگ ڇو اپنايو؟"

حضور جن وراڻيو، "جيتري قدر پرماتما جي پراپتيءَ جو سوال آهي، يوگ اسانکي ان مارگ ۾ گهڻو مٿي نٿو پهچائي سگهي. يوگين جي سڀ کان اوچي ۽ آخرين منزل ترڪٽي پد آهي جا سنت مت ۾ ٻئين منزل آهي.

پادريءَ پڇيو، "اسانکي اهو وشواس ڪيئن ٿئي ته يوگين جي آخري منزل توهانجي ٻئين منزل آهي؟"

ستگورو فرمايو، "سڀ يوگ شاستر ان ڳالهه جي تائيد ٿا ڪن. يوگي سڀ کان هيٺين چڪر، مول آڌار (گدا چڪر) کي ڌيان جمائيندا آهن ۽ ان کي سڌ ڪرڻ ۾ ئي سندن زندگيءَ جو ڪافي عرصو لڳي ويندو آهي. گدا چڪر کان مٿي ٻيا به پنج چڪر آهن. جي انهن سڀني کي وڃڻ

۽ ڪٿي پائيندا تہ ۽ ڪين ان روحاني جي صرف جهلڪ ئي
ڏسڻ ۾ ٿي ايندي. انهن چڪرن ۾ هيٺيون اهي ديوتائون
ملندا جي شرير جي ديکڀال ڪندا آهن. انهن پنڊ جي ڇهن
چڪرن کان مٿي انڊ جا ڇهہ چڪر آهن، جن کان مٿي برهمنڊ
جا ڇهہ چڪر آهن. رچنا جي چوٽيءَ تي سچ لوڪ آهي
جو امر ۽ ابناسي، پرلئہ ۽ مها پرلئہ کان مٿي سچ پرش جو
نج ڌام آهي. انهيءَ ڌام مان آتما رچنا جي شروع ٿيڻ سان
لٿي آهي ۽ سندس اصلي رغبت انهيءَ منزل ڏانهن ئي
رهيٿي. آتما جي هيٺ آڳيا چڪر يعني ڇهين چڪر ۾ آهي.
انهيءَ ڪري مٿيون روحاني سفر اتان ئي شروع ٿيڻ کپي.
شرير جي هيٺين چڪرن ۾ ڌيان جمائڻ آهي پنهنجو سفر لنبو
ڪرڻ ۽ وقت کي برباد ڪرڻ.

يوگي جڏهن شرير جي چڪرن کي ڪافي عرصي ڪانپوءِ
طئہ ڪري ٿريا پد ۾ پهچن ٿا تہ تڪهي ڇوُر ٿيو پون ۽
اُتي جي مالڪ کي ئي پرماتما سمجهي ٿا وهن. سنت مت
۾ روحاني سفر اِتان ئي شروع ٿئي ٿو. هي نهايت سرل ۽
آسان ابياس جو طريقو آهي جو سادڪ کي اوچي ۾ اوچي
منزل تائين پهچائي ٿو. اسانکي پنهنجو مقصد اهڙا آخري
منزل رکڻ کپي جا ڪڏهن ۾ فنا نٿي ٿئي. پنڊ، انڊ ۽
برهمنڊ جا سڀ چڪر ناسونت آهن، جي پرلئہ مها پرلئہ
۾ فنا ٿيو وڃن. صرف سچ لوڪ ئي انهن جي اثر کان
مٿي آهي.

اهي ڳجهيون ڳالهيون آئي ۽ ڇپائين تہ ۽ لڪڻ وارا آهن ۽
يوڳين کي ڪافي ديرتي ويٺي آهي. حضور جن پنهنجي
واسڪوٽ مان واچ ڪڍي وقت ڏٺو ۽ فرمايائون تہ دير
ٿي ويٺي آهي سون لوهاڻو ڪافي وقت ورتو آهي.

پوءِ مولڪي چيائون تہ هن ڪي ڪيسٽ هاڻوڻ ۾ وٺي وڃي
پوڄن ڪرايو.

پاد رهڻ ۾ راءِ روشن لعل ڪي چيائون تہ اسانجو ڏيرو
شهر کان پري آهي الهيءَ ڪري شايد توهانکي ڪي لڏبد
شبون ڪاٿ لاءِ تہ ملندڙون ۽ ڪرپا ڪري اسانجو سادو سودو
پوڄن سوڪار ڪندا.

تنهن لي هن سڀني ستڪورن جا شڪرانا ادا ڪندي
چيو تہ اڄ توهان پنهنجي سيدر ۽ پاڪيائي سان اهڙو روحاني
پوڄن ڪرايو آهي جو ڪنهن ٻئي پوڄن جي تمنا ئي نہ
رهي آهي.

## ۴. چمتڪار

ٻهرين مون پنهنجي ٻراچيءَ نوجوان پادري پروفيسر کي ڏني جنهن مولکي پنهنجي ٻين ساٿين سان واقفيت ڪرائي. مون کين ٻڌايو ته لاهور جي جنهن ڪاليج ۾ هو ڪم ڪندا آهن، ان مان ئي مون بي. اي پاس ڪئي هئي. اتفاق سان هو منهنجي هڪ پراڻي پروفيسر جو پٽ لڳو. پيار مان منهنجي ٻنهي هٿن کي پڪڙي پڇيائين ته توهان مشن ڪاليج ۾ ڪهڙي سال ۾ پڙهندا هئا؟ مون جواب ڏنو ته ۱۹۰۸ کان ۱۹۱۰ تائين. هن ورائيو ته ان وقت ته مان اڃان ننڍو ٻار هوس.

الهيءَ ٻراچيءَ اسالکي قدرتي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو ۽ مدجهند جي پوڄن کاپوءِ جيئن مون هن کان رخصت گهري ته هن مولکي پنهنجي ڪمري تائين هلڻ لاءِ چيو. مون خوشيءَ سان اهو قبول ڪيو ۽ ڳالهه ٻولهه مان معلوم ٿيو ته جيتوڻيڪ سندس عمر ٽيهن سالن کان به گهٽ هئي پر سندس سوالن مان ظاهر هو ته هو هڪ تيز فهم ودوان ۽ روحانيت جو سچو ڳالڪي هو. عيسائي مت ڏانهن سندس وڏيڪ لاڙو هئڻ سياويڪ هو پر تنهن هوندي به هن اربندو گهوش، رامڪرشن پرمهنس ۽ سوامي وويڪانند جا پستڪ به پڙهيا هئا ۽ ويدانت ۽ ٿياسافيءَ جي به ڪيس چڱي خاصي ڄاڻ هئي.

ٻهرين کت درشن جي چرچا ٿي. پوءِ ڪرامتن جو ذڪر آيو. حضور جن کان رخصت وٺندي مهل هن ڪرامتن بابت سوال پڇيو هو. جنهن جي جواب ۾ ستگورن فرمايو ته الهيءَ

جي چرچا ڪئي پئي ويس ڪندا هئين. پوءِ مون ڏانهن نهاري
فرمايائون ته بهتر ٿيندو جي تون هين الهيءَ وشيه تي هنن سان
ڳالهايو. پر ڇاڪاڻ ته مان هنن وشيه تي ڳالهائڻ ۾ اسمرٿ
هوس، انڪري منهنجي پريشانيءَ کي ڏسي حضور جن
پنهنجي مهر ڀري درشٽي سڌو منهنجي اکين تي وڌي. ڇا
اها ساڌارڻ درشٽي هئي! نه!! اها صرف درشٽي ڪين
هئي، اها هئي پرڪاش جي جهلڪ، جا منهنجي اکين
ذريعي منهنجي دماغ ۾ هلي وئي. اهڙي درشٽي ڇا نه ٿي
ڪري سگهي؟ الهيءَ جي سهاري گونگو به ڇڻ ويدن جو
پاٺ ڪري سگهيو. اهائي ديا درشٽي هئي جنهن ذريعي
ڪلاڪوٽ جي اڻپڙهيل مسلمان عورت، مائي حسيني، ڇيما
جي پنڊت رام رتن کي ويدن جو هن سلوڪ، "هوتيه ڪرپ
سٽو رت لکري" جو ارٿ سمجهائي سگهي. الهيءَ ڪري
منهنجي پريشاني دور ٿي وئي ۽ حضور مهاراج جن جيڪي
مرلڪان چيائون سو مون موجوده ستگورن جي اجازت سان
هيٺ درج ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته وديشي جگياسو ڪرامتن
جي وشيه کي ڪافي مهتو ڏيندا آهن.

پروفيسر مرلڪان پڇيو، "حضور مهاراج جن ڪڏهن ڪا
ڪرامت ڏيکاري آهي؟ ڪرامت ته پنهنجي زندگيءَ ۾
گهڻيئي چمتڪار ڏيکاريا."

مون اُتر ڏنو، "سنت لوڪن جي نمائش واسطي ڪرامتون
ڪونه ڏيکاريندا آهن ليڪن ڪڏهن قدرتي طور هنن کان اهڙا
ڪرشما ٿي ويندا آهن. پر هو انهن کي ڇپائي رکڻ لاءِ هدايت
ڪندا آهن."

پروفيسر پڇيو ته انهن جو؟ مون جواب ڏنو ته سنت انهن
ڪرامتن کي ڪوبه مهتو ڪونه ڏيندا آهن. سنت مت ۾

چمتڪارن دواران پرماتما جي موج ۾ دخل ڏيڻ بدران هنجي
رضا تي راضي رهڻ کي وڌيڪ مهتو ڏيڻ ۽ سياڻپ ڀريو
سمجهيو ويندو آهي. سنت ڪيڏي شڪتيءَ جا صاحب آهن،
هنن ۾ ڪيڏي اپار طاقت آهي انجو اومان به لڳائي نٿو
سگهجي. هو پرماتما جا پيارا سپوت آهن جنکي هن سڀ
شڪتيون ڏنيون آهن ۽ هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن
ٿا. پر ڪرامتن کي هو ٻاراڻا رانديڪا سمجهندا آهن ۽ انهنکي
اهڙو مهتو ڏيندا آهن جهڙو پاڻيءَ جي ٻُڏبُڏن کي.

پروفيسر پڇيو، ”پر چمتڪار ته وڏي روحاني شڪتيءَ
جو اظهار آهن!“

مون جواب ڏنو، ”انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته عام ماڻهو
چمتڪارن کي آدر، ڀَو ۽ تعجب سان ڏسندا آهن. پر
در اصل، انهن ۾ ڪا اصلي روحانيت نه هوندي آهي.
چمتڪار من جا کيل آهن. جڏهن من پوري طرح ايڪاگر
ٿئيٿو ته ساڌڪ کي ڪئين قسمن جون الوڪڪ سڌيون پراپت
ٿين ٿيون.

بيمار کي ٺيڪ ڪرڻ، انڌي کي اکيون ڏيڻ، بيڪاريءَ
کي امير بڻائڻ، هلندڙ ٽرين کي بيهارڻ، مينهن وسائڻ، پاڻيءَ
تي هلڻ، هوا ۾ اڏامڻ، ڀوت پريت ڪڍڻ، هڪ روٽيءَ
مان هزارن کي کارائڻ، ڪنهن به استان تي اچا انوسار پهچڻ
۽ ٻيون ڪيتريون ڪرامتون اهڙو ساڌڪ ڏيکاري سگهيٿو.
پر اندر وڃڻ سان جيڪي شڪتيون حاصل ٿين ٿيون انهنکي
هضم ڪرڻ بدران، انهنجي دنيا ۾ نمائش ڪرڻ، آهي انهن
جو ناجائز استعمال ڪرڻ.“

پروفيسر پڇيو ته جڏهن اهڙيون شڪتيون پراپت ٿين ته
پوءِ انهنکي ڏيکارڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي؟

مون وراڻيو، ”سنت پنهنجي شڪتي کي هميشه اها سگهه ڏيندا آهن ته انهن شڪتين کي استعمال نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته اهي ڪرڻ خطرناڪ آهي. ڪڏهن ڪمال خود ابياسيءَ جي اڳيان اچي ڪيس ڇولدو آهي ته انهن سڌين ۽ شڪتين جو فائدو وٺ. اها صرف هنجي چالاڪي هوندي آهي جنهن دوارن هو ساڌڪ کي مايا جي ڄار ۾ ڦاسائيندو آهي ۽ روحاني ترقيءَ ۾ رڪاوٽ وجهندو آهي. آلمڪ ابياسيءَ کي روحاني چڙهائيءَ جي دوران ۾ اهي شڪتيون تمام جلد ملڻ شروع ٿينديون آهن. ۽ انهن جو اپيوڳ ڪرڻ سلامتيءَ ۾ ٻرو ڪراهي. ڪڏهن ته اهي سزا ڏاڍي سخت ملندي آهي. انهن ڪرڻ سان نه رڳو ساڌڪ جي روحاني چڙهائي اتي ئي ونبدي آهي پر ڪڏهن ته هو تمام گهڻين گهڻين واشنائن جو شڪار ٿيچي ويندو آهي ۽ پوءِ هنجون سڀ شڪتيون ڪافور ٿي وينديون آهن.“

پروفيسر پڇيو ته سنتن کي انهن ڪرامتن جي ڏيکارڻ سان ڪوبه ضرور رسي نٿو سگهي پوءِ هو انهن ڪرڻ ۾ ڇو سڪوچ ڪندا آهن؟

مون جواب ڏنو ته هنڪي انهن ڪرامتن ڏيکارڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟ اهڪي نه ڪوبه پنهنجو دليوي سوارٿ سڌ ڪرڻو هوندو آهي. هنڪي پنهنجي مان وڏائي ۽ نامرس جي ڪا به ڪانهي. اهڪي لڪي پنهنجي مشهوري گهرجي ۽ لڪي لالو. ڪرامت ڏيکارڻ جي پرورتي هميشه ٻاڻ سان مصيبتون ڪٺي اچندي آهي. الهاس اسانکي ٻڌائيندو ته ملتان جي شمس تبرز جي جبرٽي کل لاٿي ويئي جو هن پنهنجي روٽي پچائڻ لاءِ سورج کي هيٺ لاٿو.

پروفيسر پڇيو ته انهن آهي ڇا ته عيسائي کي ته ڪرامتن

ڏيکارڻ سبب صليب تي چاڙهيو ويو؟

مون جواب ڏنو ته مان اهو نه چئي ٿو سگهان پر سنت انهن رڌين سڌين جي نمائش کي ڪڏهن به همٿائيندا ڪونهن. ابياسي جيترو آتمڪ منڊلن ۾ وڌيڪ چڙهائي ڪندو ويندو اوترو ئي وڌيڪ هو مالڪ جي موج ۾ راضي رهندو. هو انهن محسوس ڪندو ته هن سرشٽيءَ جو چرخو بلڪل صحيح ڍنگ سان اهڙي سڄاڻ سڌاڪ جي نگرانيءَ ۾ هلي رهيو آهي جو ڪڏهن به غلطي ڪري نٿو سگهي. پوءِ هو هن جي ڪم ۾ فضول ڇو دخل ڏئي؟ مالڪ جيڪي ڪري ٿو سو ڀلائيءَ سان ڀرپور آهي.

پروفيسر چيو ته انهن الوڪڪ سڌين ۽ طاقتن کي حاصل ڪرڻ ته هڪ عجيب ۽ انوکي ڳالهه ٿيندي!

مون جواب ڏنو ته انسان ۾ ڪيترائي لڪل شڪتيون آهن. جڏهن ابياسي ڪنهن پورڻ ستگوروءَ جي رهنمائي ۽ رهبريءَ ۾ انهن کي جاڳرت ڪري ٿو ته هو قدرت جي سڀني شڪتين کي قابوءَ ۾ رکي سگهي ٿو. حقيقت ته اها آهي ته انسان، پورو انسان بڻجي ٿو تڏهن ٿو جڏهن هو اهي طاقتون حاصل ڪري ٿو. اهو هن جو قانوني ۽ موروثي حق آهي ۽ انهن طاقتن حاصل ڪرڻ بغير انسان سچي معنيٰ ۾ پاڻکي انسان چوائڻ جو حقدار ناهي. اهڙي حالت ۾ هن کي صرف هڪ پسون ئي سڏبو، البت وڪاس ڪيل بڌيءَ وارو پسون.

تنهن تي پروفيسر پڇيو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڌن دولت وڌائڻ لاءِ انهن طاقتن جو استعمال ڪري ته ان ۾ ڪو هرج آهي ڇا؟

مون چيو ته مان توهان کي پنهنجي هڪ عزيز جو ذاتي انڀو ٻڌايان ٿو. هو تمام فقير هو ۽ سندس گذر ڏاڍو ڏکيو

ليندو هو. قدم قدم تي بدنصيبي هن جو پيڇو ڪندي هئي.
مون هڪ دفعي کيس ٻه سؤ روپيا ڏنا ته ڪو ننڍو وڏو ڌنڌو
شروع ڪري. گهر ۾ ڪين پهتو ته ڪو ڳنڍڪپ ٻئي سؤ
سؤ وارا نوٽ ڪڍي ويس. وري ٻئي دفعي سندس
چاچي کيس هڪ سلائيءَ جي مشين وٺي ڏني، جنهن سندس
زال سلائي ڪري ڪجهه ڪمائي سگهي. هوءَ تمام سٺي
سلائي ڄاڻندي هئي. پر جيئن ئي کيس سلائيءَ جي مشين وٺي
ڏني وئي ته بيمار ٿي پيئي ۽ دوائن وغيره جي بلن کي
چڪائڻ لاءِ سندس مڙس کي مجبورن مشين وڪڻڻي پيئي.

اهو منهنجو رشتيدار سٺو ايماني هو ۽ اندر ڪافي روحاني
ترقي ڪئي هئائين. غريب هوندي ۽ زال ۽ مائٽن جا طعنا
سهندي به هميشه پنهنجي حال ۾ خوش رهندو هو. هڪ
رات جو جڏهن هو ٻاهر ويٺو هو ته هن کي اندر ڪنهن
شڪتيءَ مهرن جي ٿيلهي آڇي، جا ڪمزوريءَ ۽ لاچاريءَ
ڪارڻ هن قبول ڪئي. هن کي اها سمجهه ڪانه هئي ته اندر
جي ڪي ملي سو وڻج ڪبي يا نه. نتيجو اهو ٿيو ته هو وڏو
امير ٿي پيو پر انهيءَ سبب لاءِ کيس ڀڳتيءَ ۽ پريم جي
قيمت چڪائڻي پيئي. انهيءَ ڪالهوءَ هن ڏيري جي ڪڏهن
شڪل ڪري ڏني. مولڪي جڏهن گڏبو آهي ته چوندو آهي
سڪون جي درشن لاءِ ڪڏهن ايندس، پر هو ڏيوي ڏانهن
۾ اڄڙو قائل آهي جو اها ٿانيس ته ڏيري اچي ڪري سگهيو
آهي. مايا ۽ رام ٻنهي جي ڀڳتي گڏو گڏ نٿي ٿي سگهي.
پر ماڻهو چوندو ته جي مولڪي ٻالڪ چاهين ٿو ته پوءِ پن سيٺي
جو ٻار ٿي پوندو. جيئن عام ڪهاوت آهي ته هڪ مياڻ
۾ ٻه تلوارون نه سمائجي سگهنديون آهن.

آن ڏي پروفيسر پڇيو ته هتي ڏيري ۾ ڪنهن ڪمائيءَ

واري سٽسنگيءَ سان گڏجائي سگهندا؟

مون چيو ته ڪمائيءَ وارا گهٽيئي آهن پر اهڙا پريمي پاڻکي لڪائي رکندا آهن. مان ڏيري ۾ رهندڙ ايپاسين جي باري ۾ سوچي ٿي رهيو هوس ته جنهن ڪمري ۾ اسين ويٺا هئاسين، انهيءَ جي ٻاهران ڀائي وزيرو اچي لنگهيو. مون هنکي اندر سڏيو ۽ پروفيسر اُتي هنکي ڪيڪاريو؛ پنهنجي ڀرسان وهڻ لاءِ چيو پر ڀائي انڪاري هو. سو هيٺ پٽ تي ويهي رهيو. ڪجهه منٽن لاءِ ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن پئي نهاريو ڇاڪاڻ ته ڀائي وزيرو نه انگريزي ڄاڻندو ٿي ڪونه هو.

ڪجهه وقت ڪانپوءِ ڀائي اسان کان اجازت وٺي هليو ويو. مون پروفيسر کي ٻڌايو ته هي ننڍي هوندي کان ڏيري ۾ رهندو آهي ۽ نهايت غريب ۽ گهٽ جاتيءَ جو آهي. نام ملڻ کانپوءِ هن خوب ڪمائي ڪئي ۽ اندر ايتري ترقي حاصل ڪئي جو هنکي هرهڪ پراڻيءَ ۽ پدارٿ جي اندر گورو نظر اچڻ لڳو. ڪڏهن وڻ کي ڀاڪر پائي چوندو هو، "گورو" "منهنجا پيارا ستگورو" يا ڪنهن ڪتي کي ڪڇ ۾ کڻي چوندو هو، "منهنجو گورو هن ۾ به آهي." ڪيترا ڀيرا ڪلاڪن تائين ڍڳي جي مالش ڪندي پيو چوندو هو، "منهنجا ستگورو ڪيئن هن داس سان خوش آهيو!" ڪڏهن وري جنهن هنڌان حضور مهاراج جن لنگهندا هئا اُتان مٽي کڻي مٿي ۽ منهن کي لڳائيندو هو ۽ چوندو هو ته من جي ميل لاهڻ جو اهوئي اڪسير سادن آهي. هڪ ڏينهن هو حضور مهاراج جن جي چرڻن ۾ جهڪي چوڻ لڳو، "منهنجو گورو پرماتما آهي، سڀ جو اُپائڻهار آهي." حضور جن ته هنجي انهن سڀني ڪارگذارين جي باري ۾ ٻڌو هو؛

ڪيس اُلي ٻهڻ لاءِ چيائون ۽ ڪجهه زوردار آواز سان فرمايو ته مان تنهنجي ٻاهه هي ڪهڙيون عجيب و غريب ڳالهيون ٻڌي رهيو آهيان؟

ٻاني وزيري ورائيو، "حضور ڇا توهين ساري رچنا جا اپائڻهار ڪين آهيو؟ ڇا توهين سڀني جي جيوت جي جوت ڪين آهيو؟"

حضور جن فرمايو ته اهي روحاني راز کولڻ نه ڪين. ترڪي الڪري نقصان سهڻو پوندو.

ٻانيءَ چيو ته حضور مان نه صرف سچ کي ظاهر ڪري رهيو آهيان.

حضور جن ڪالهه پڇيو ته توکي اهو ٻڌائڻ لاءِ ڪنهن چيو آهي؟

ٻاني وزيري جواب ڏنو، "حضور! توهان!"

حضور مهاراج جن فرمايو، "چڱو مان اها اجازت موٽائي ٿو وٺان." اِهين چوڻ جي دير هئي، ٻاني وزيرو خالي رهجي ويو ۽ هن لاءِ اندر جا دروازا بند ٿي ويا. مالڪ پنهنجي رحمت ۽ بخشش موٽائي ورتي. ڳجهيءَ ۽ ٻرام جو سروست سڪي اوس ٿي ويو. پڇن ۾ وهڻ هن لاءِ مشڪل ٿيڻ پيو. نه هن ۾ اهو اُساهه رهيو ۽ نه اها لگن. روحاني دولت جي وهڻ ڪري جو صدمو پراڻي ستسنگيءَ کي رسي ٿو اهو دنيوي دولت جي وڃڻ کان ڪيئن دفعا زياده آهي. ٻاني اهو برداشت ڪري ڪين سگهيو ۽ لڳو ڏينهن رات روڄ راڙو ڪرڻ. حضور جن هن سان ملڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو. الله جي درشن بند هئڻ سان هيڪي ٻاهرئين درشن کان به محروم رکيو ويو. اها رونداد پورو مهنو هلي. ٻاني وزيري جي ننڊ ۽ اک غائب ٿي ويئي ۽ سڪي هڏن

جو ٻچڙو وڃي رهيو. ڪجهه ٻُڌائين ستسنگين هن جي طرفان حضور جن جي چرڻن ۾ وينتي ڪئي ۽ ڪين حضور جن جي اڳيان پيش ڪيو ويو.

حضور جن مرڪي ڪيس چيو، "ٻيا هاٿي ڪهڙو حال آهي؟"

ٻاڻي وزيري پنهنجا ٻئي ڪن پڪڙي چيو، "دين ٻندوا! مان سبق سکيس. هاٿي مونکي معافي ڏيو."

حضور جن چيس ته چڱو وڃ، وري اهڙي غلطي نه ڪج.

وارتا کي سماپت ڪندي مون چيو ته ٻاڻي وزيري کي وري روحاني دولت واپس ملي ۽ پوءِ هو هميشه خاموش ۽ شانت رهيو ۽ هنکي هيئنر چوندا ئي آهن، "وزيرو- مؤني."

پروفيسر چيو، "توهان هڪ نهايت دلچسپ ڳالهه ٻڌائي جنهن لاءِ مان توهانجو تهدل شڪر گذار آهيان."

مضمون جو سلسلو جاري رکندي مون چيو ته مان توهانکي هاٿي ٻڌائيندس ته هڪ مهاتما پنهنجي پٽ، جنهن ڪرامت ڏيکاري، ان سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو. ٻابا اٽل، ڇهين گورو هرگوبند صاحب جو سپٽر هو. جڏهن هو قريب ڏهن سالن جو هو ته هن هنجو هڪڙو دوست موهن گذاري ويو. اٽل موهن جي گهر ويو ۽ ڏٺائين ته هنجي ماءُ ۽ ٻيا رشتيدار هنجي مرڻ ڪارڻ زار زار روئي رهيا هئا. موهن جي ماءُ اٽل کي پنهنجي ڀاڪر ۾ جهلي چيو ته تنهنجو دوست موهن ته گذاري ويو آهي. تنهن تي اٽل چيو ته گذاري نه ڪونه ويو آهي، صرف مڪر ٿو ڪري، ڇاڪاڻ ته منهنجو ڪلهوڪو راند جو وارو وٽس رهيل آهي. سو مان هنجي اهڙي دوکي ۾ نه ايندس. ائين چئي وڃي موهن کي ٻانهن کان ڇڪيائين ته موهن اٿي ويٺو ۽ ڪيس ٻاهر راند لاءِ وٺي ويو. اهڙي

وارداس ڪالوءَ موهن ڪيترا سال حيدرو رهيو. جڏهن انهيءَ
ڪرلڪ جي گورو هرگوبند صاحب کي خبر پيئي لڌهن هن
انل کي گهرائي چيو، ”هيءَ جا تو ڪرامت ڏيکاري آهي،
الهيءَ جي عيوض لوڪي يا مولڪي ڇولو چڏڙو پولدو.“
ٻاٻي انل پنهنجي غلطيءَ جو لتيجو پاڻ لي هموار ڪيو. هڪدم
ليئي پيو ۽ ديا، لياڳيالبن.
پروفيسر لڌهن لي چيو ته هتي ته ماڻهو چون ٿا ته حضور
مهاراج جن گهڻيئي ڪرامتون ڏيکاريون آهن.
”ها“، مون جواب ڏنو، ”ته اهي ڪرامتون ٿيئي قسم جون
آهن جن جو سنت مهاتمائون خوب اپيوگ ڪندا آهن ۽ جن
جو سندن سک ۽ شيوڪ پڻ روزمره اپيو ڪندا آهن. هتي
توهين ان ٻاهت ڪڏهن ڪان ٻه ٻيئي ڏسو. هو لوهالڪي پنهنجا
ڪيترائي ذاتي اپيو ٻڌائيندا. جيڪڏهن لوهالڪي ٻڌڻ جو
شوق آهي ته مان به ڪي پنهنجا ذاتي اپيو ٻڌائي سگهان ٿو.“
پروفيسر مون لي زور آڻي چيو ته مهرباني ڪري ضرور
ٻڌايو. هي سڀ ڳالهيون ڏاڍيون دلچسپ آهن.
مون وراڻيو ته جيتري قدر منهنجو تعلق آهي، هي
ڪرامتن جي رحمت سندو ميڻهن، جنهن ڏينهن کان وٺي
مولکي نام مليو بلڪ انين جنجي ته اڃا پورو نام به نه مليو
هو، ان وقت کان وٺي مون لي برسندو رهيو آهي. نام دان
جي وقت لي مولکي پنهنجو پهريون اپيو ليو. نام اڪثر ٻن
حصن ۾ ڏنو ويندو آهي. پهرين حصي ۾ حضور مهاراج جن
اسالکي الدر جي مارگ جون ڪجهه ڳالهيون سمجهايون.
رستي جي خاص منزلن جا نالا، انهن منزلن جي ڌڻين
جا نالا ٻڌايا. انهن روشنين جو ورڻن ڪيو جي اسالجي رستي
۾ رهنمائي ليون ڪن. ان الحد لاد يا ڌن جي ٻاري ۾ سمجهايو.

جنهن وسيلي اسين الڳ الڳ مسئلن جو پڻ سمجهي سگهون ۽ اهڙي ريت حضور جن ان الوڪ مارگ جون اهڃاڻون اسان کي ڪيترائون هدايتون ڏنيون. اهو سڀ ڪجهه سمجهائي اجهائي حضور جن اسالڪي ان تجربڪار ستسنگين جي حوالي ڪري پاڻ هليا ويا. هنن ستسنگين کي اسالڪي نام ياد ڪرائڻ جو ڪم سونپيو ويو. انهن نامن جو جاپ ڪرڻ، اسانجي ابياس جو پهريون انگ آهي. مان پنهنجي انهن استادن کان ڏنين ڳالهين کي ياد ڪرڻ جو سولو طريقو سکيو هوس. سو پنجن نامن جو پهريون پهريون اکر ڳنڍي هڪ نئون لفظ ناهيم ۽ انهيءَ کي اهي نام ۽ هدايتون پوري طرح ياد ڪرڻ ۾ ذهن مٿن کان ٻه گهٽ وقت لڳو، جتي منهنجي سائين کي پورو ڪلاڪ لڳي ويو.

مان اهو سارو وقت بلڪل ايڪاگرتا سان پنجن نامن جي ياد ڪرڻ ۾ ولايت ڪئو پر مان پنهنجيءَ سان اُن گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهيو هوس ته هو ڪڏهن مهل ٿا اهو ڪارج پورو ڪن. اُن کانسواءِ مان اجائي ايمان ۽ غرور جو شڪار ٿي پيس. پنهنجي اڪابري ۽ حافظي جو گهمنڊ منهنجي من تي ڇانئجي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ڪلاڪ کانپوءِ جڏهن حضور مهاراج جن پڌاريا ۽ اسالڪي پنهنجي آتما کي شبد ڌن سان جوڙڻ جي ڪريا سيکاريائون ته انهن سڀني پنهنجي اندر ان الاهي مدد ڏٺن کي پڌو پر مون کي ته ڪجهه به هٿ پلئه ڪين پيو.

جڏهن حضور مهاراج جن کي اهو ٻڌايو ويو ته هنن مون کي سڏي پنهنجي سامهون مون کي ڏيان ۾ وهاريو ۽ پوءِ پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱر منهنجي مستڪ جي وچ تي رکي پڇيائون ته هاڻي توکي ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿو اچي؟ سندن آڱر جي

ڇوڪ سان ڇڙڻ نه شيد ڏسن جو پنڌار کلئي پيو. دهول جي
گهڻن والنگر صاف ۽ لڪو آواز اچڻ لڳو. مٿين طرف ڇڪ
ليڻ لڳي ۽ آلما شرابر منجهان سمجهڻ لڳي. سڌ ني ڪالهي
نه مان آلي ڪيترو وقت ويٺو هوس. مون لاءِ اهو عرصو
ڇڙڻ نه ڪي مست هو. پوءِ مان باالمرادو اچي ڪل ۾ ڇڪيس
۽ اکيون کولي ڇڏيم. حضور مهاراج جن پڻ کلي ڏاو ۽ مون
کان پڇيائون نه تو ڏسن ٻڌي؟ "حضور ها، ترهائي دل
مهر سان." مون جواب ڏنو. حضور جن فرمايو، "ڏاڍو سٺو،
تنهنجا ڪارج راس ٿيا. ان ڪالهوءِ ڪيترن مهنن تائين حضور
مهاراج جن مون سان اندر انگ سنگ هئا ۽ ڏينهن رات اٺا
گهڙي جي مڌر ڏسن گواچندي رهندي هئي.

مان سمجهائيو نه جيڪي ڪجهه ٿيو اهو اڳيئي طئي ٿيو
پيو هو ۽ حضور مهاراج جن جي موج مطابق هڪ خاص
مقصد جي پورتي ڪرڻ لاءِ ٿي اهين ڪيو ويو. مان واهن
سالن جو اٺ نوجوان ۽ تنهن ڪالسواءِ ناسٽڪ ويچارن جو ۽
جنهنجو دماغ وديشي استادن دوارا ڌرم کان پوري طرح
باغي ٿي چڪو هو، ان لاءِ اهڙي چرمت ضروري هئي.
مان ڏيري ۾ ٽام ولڻ يا پرماتما جي کوج ڪرڻ لاءِ ڪونه آيو
هوس. ٽالال جي موڪل هئي ۽ مان پنهنجي ڪاليج جي
سائين سان پاس اديءَ ٿي ابڙيءَ جي سير ۽ پڪنڪ (Picnic)
لاءِ آيو هوس. سير ۽ ڦيري ڪالهوءِ اسان شام جو حضور جن
جو ستسنگ ٻڌو. خيال سان پڌر ۽ ڏسون نه ڇون ٿا.
ستسنگ وقت منهنجو من ٻاهر ڀٽڪندو رهيو ۽ مرلڪي صرف
اچي ۽ ٿي ڳالهيون ياد رهيون نه منش ديهه هڪ انمول
موقعو آهي جنهن ۾ پرماتما جي پراپتي ٿي سگهي ٿي ۽ ان پرماتما
کي ٻاهر ڳولڻ بجاءِ پنهنجي شرير اندر ٿي کوج ڪرڻ کپي. ۽

انهيءَ عمر ۾ ڪير تو انهن ڳالهين جي پرواهه ڪري! ٻئي
ڏينهن نامر دان هو ۽ منهنجي امڙ ڏهري جي ڪنهن ستسنگي
رشتيدار وٽ هئي. ناشتي کانپوءِ هو موڪلي چوڻ لڳو ته تون
ڇو نٿو نامر وٺين؟ اهڙو سوارهي وجهه هٿان ڇو تو وڃائين؟

مون من ۾ سوچيو ته ڇو نه اهو تماشو ڏسجي! انهيءَ ڀاو
سان ئي مان نام وٺڻ لاءِ ويو هوس ۽ مالڪ جي موج هي
الت آهي. مان نادان ۽ ناستڪ هوس ۽ پيو چاهه ته هوس! ۾
ستگورن صرف منهنجي آتما ڏي نهاريو ۽ انکي تارڻ جي
ڪوشش ڪئي. نام منهنجي زندگي پلٽي ڇڏي ۽ سندن
آخرين سپرش ته ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي. جي مان پنهنجي
ٻين سٿين وانگر شروع ۾ ئي پنهنجي اندر شبد ڌن ٻڌان ها
ته پوءِ مان انهيءَ انڀو کي هڪ رواجي ۽ سڀاوڪ ڳالهه ڪري
سمجهان ها ۽ گوروءَ جي مهانتا جو موکي ڪڏهن به احساس
نه ٿئي ها. سندن ديا درشٽيءَ سان جيڪي ڪجهه ٿيو تنهن
موکي چڱي طرح ذهن نشين ڪرايو ته منهنجي سمک اها
مهان هستي آهي جيڪا ڏسڻ ۾ هڪ رواجي انسان وانگر
لڳي ٿي پر در اصل هڪ الوڪڪ شڪتي آهي جا جيو
آتما کي سنساري ڪيچڙ مان ڪڍي تهن عرشي منزلن تي
پهچائي سگهي ٿي جتي مڌر انهد شبد هر وقت پيو گونجي.

اهڙو پهريون چمتڪار هو جنهن جو مون انڀو ڪيو. ڇا،
اهو اڄ تائين پيرن پيغمبرن ۽ سنتن مهاتمائن جي ڪيل
چمتڪارن کان ڪنهن حالت ۾ گهٽ هو ڇا؟ ان کانپوءِ اهڙو
هڪ ڏينهن به ڪين گذريو آهي جڏهن مون اهڙي الوڪڪ
ديا مهر نه ڏٺي هجي.

مان ڪجھ دير شانت رهيس ۽ پوءِ پروفيسر کان پڇيم ته
انهيءَ وشيه جي باري ۾ اڃا به ڪجهه وڌيڪ ٻڌڻ چاهيو

ٿا ڇا؟

پروفيسر ڇيو ته توهين ڄمڻ ته پيدائشي سک، پنڌاپو.
مون ڇيو ته ڏاڍو چڱو. مان توهانکي هڪ ٻي ڳالهه ٻڌايان
ٿو. منهنجو پٽ جيڪو جالنڌر ۾ وڪالت ڪندو هو،
تنهن پنجاب سرڪار کي پوليس پراسيڪيوٽر (سرڪاري
وڪيل) جي نوڪريءَ لاءِ درخواست ڏني. اهڙيون ڪل
پنج جايون خالي هيون جن مان ٽي مسلمانن کي ڏيڻيون هيون
۽ هڪ ڪنهن سک اميدوار کي يعني هندو وڪيل لاءِ. باقي
صرف هڪ جڳهه لئي هئي ۽ ان هڪڙي جاءِ لاءِ اٽڪل
چاليهه اميدوار هئا. انهن مان هڪ لاءِ ته پرانت جي گورنر
جي سفارش هئي ۽ ٻئي هڪ کي وري هاءِ ڪورٽ جي
چيف جسٽس جي پوري پٺڀي هئي. انڪري منهنجي پٽ
کي اهو وشواس ئي ڪونه هو ته سندس چونڊجڻ جي ڪا آشا
ٿي سگهي. خاص ڪري انهيءَ ڪارڻ ته، جو هو ٻن سالن
جو نئون وڪيل هو. تنهنڪري هن چونڊ ڪاميٽيءَ جي
اڳيان پيش ٿيڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو. ليڪن الوسار اسين
آرگوار جو ڏيري آياسين ۽ اُتي ڏينهن چونڊ هئي.

جڏهن اسين حضور جن کان موڪلائڻ وياسين ته سردار
پڪبير سنگهه وڪيل، جنهن سان گڏ منهنجو پٽ جالندر ۾
وڪالت ڪندو هو، تنهن مهاراج جن سان چونڊ جو ذڪر ڪيو.
منهنجو پٽ حضور جن جي ساڄي پاسي بلڪل ويجهو بيٺو هو.
حضور جن پنهنجو ساڄو هٿ هن جي ڪلهي تي رکيو ۽ فرمايو،
"پٽا! انسان جي تدبير کي هلائڻ واري شڪتي انسان کان ڪا اوچي
طاقت آهي. وڃي تدبير کي آزماءِ." ٻاهر نڪرڻ سان ٽي
مون کيس واڌايون ڏنيون ۽ چيو ته پٽا تون چونڊجي ويندين. پر
ٻار ته ليڪ ٻار ٿي لڳدا آهن سو هن حضور جن جو اشارو ڪين

سمجهيو. هن سمجهيو ته امبالي وڃڻ سان وقت، شڪتيءَ
۽ پيسي جو اجايو زيان ٿيندو پر مون کيس مقرر ڏينهن تي
اوڏانهن اماڻيو.

اٽڪل ۱۲۵ کن اميدوار هئا جنکي ۲۵ - ۲۵ جي ٽولين
۾ چونڊ سمتيءَ اندر گهرايو. منهنجو پٽ پهرين
ٽوليءَ ۾ ويو ۽ قدرتي سان پهرين قطار ۾ پهريون نمبر وٺي
بيٺو. چونڊ سمتيءَ جي پريزيڊنٽ مسٽر هئملٽن هارڊنج هن
جي درخواست پڙهي کيس چيو ته تون ڪاليج ۾ ٽينس ٽيم
جو ڪئپٽن ۽ هاسٽل ۾ پرفيڪٽ ( Prefect ) رهيو آهين.
پر اهي ٻئي ڳالهيون نوڪريءَ ۾ ڪهڙي
ڪم اينديون؟ اهو سوال اهڙي نموني پڇيائين ۽ چڙ
ڏياريندڙ نوع ۾ پڇيائين جو منهنجي پٽ کي ڪاوڙ
اچي وئي. هنکي سمجهه ۾ نٿي آيو ته اهڙي طعني ڀريل سوال
جو ڪهڙو جواب ڏئي؟ هو رکو ۽ ناداليءَ ڀريو جواب اچا
ڏيڻ لئي هو ته چونڊ ڪاميٽيءَ جي هڪ ٻئي ميمبر چيو
ته ان مان ته پاڻ ظاهر آهي ته وديارٿي جيون ۾ به هنکي
ڪم ڪرڻ جو ڏانءُ هو ۽ اڳوان ٿيڻ جي يوگيتا.

اهڙي ۾ منهنجي ڇوڪري به هوش سنڀاليو ۽ جواب
ڏنائين ته جناب، ان مان ظاهر آهي ته مان سنگهرش ڪري
جاڻان ۽ آسانيءَ سان هار مڃڻ وارو ڪين آهيان. هڪ وڪيل
۾ انهن ٻنهي گڻن جو هجڻ نهايت لازمي آهي. ”پر لوڪي
وڪالت جو ته تمام ٿورو آزمودو آهي،“ پريزيڊنٽ چيو
۽ ان سان گڏ انٽرويو ختم ٿي. هو ٻاهر نڪتو ۽ گهر وڃڻ
لاءِ پهرين گاڏيءَ کي پڪڙڻ لاءِ اسٽيشن ڏانهن وڃو ٿي ته
ته هنجي دوست جنهن وٽ رات جو ٽڪيو هو، کيس زوريءَ
رهايو ۽ چيو ته نتيجو ٻڌي پوءِ وڃج. هو اهي ڏکيون گهڙيون

ويٺڪ روم ۾ جهونا ڪاليندي گذاري رهيو هو ته هڪ معزز ماڻهوءَ ڪمرو کولي ۽ اندر ڪي هٽي، اچي جاڳايو. هو چونڊ ڪاميٽيءَ جو ٻيون ميمبر هو.

هن پڇيس، ”توهان ئي سريشر ڪپور آهيو؟“

”جي ها،“ سريشر ورائيو.

هن پڇيو، ”ڇا توهانجو پتا ڪپور ٽلا ۾ سيشن جج آهي؟“

سريشر چيو، ”جي ها.“

تڏهن ته هن ٻڌايو ته توهانجو پتا ۽ مان ٻئي هم ڪلاسي هئاسين. مهنجي ڪئن يادگيري ڏيارج ۽ چئجاءِ ته حالانڪ ٢٠ سال گذري ويا آهن جو اسين پاڻ ۾ گڏيا ۽ ڪونه آهيون پر مهنجي دل ۾ هن لاءِ اڄ به اهوئي سنمان ۽ سنيهه آهي جهڙو مونکي سندن لاءِ ڪاليج جي ڏينهن ۾ هو. ڪڏهن مان ضرور اچي ساڻن گڏبس. توهان مهنجو نالو ڄاڻڻ چاهيندا. هي مهنجو ائڊريس ڪارڊ آهي، (ان تي نالو لکيل هو راءِ بهادر ....... ڊوگرا، ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل آف پوليس) توهان چونڊ ۾ ٻهريون نمبر آيا آهيو. مان هينئر اي وڃي تو لهنجي مقرريءَ جو آرڊر ڪڍايان. اسين توکي روهتڪ ۾ رکون ٿا. سڀ اڻين ليندو جو جلدي روهتڪ وڃي نوڪريءَ تي چڙهه. جو ته ڪڏهن ڪڏهن ڪي ڪلاڪ اڳرائي نوڪريءَ تي چڙهڻ ڪري به وڏو فرق پئجي ويندو آهي. (سچ پچ اُتي هلي ائين ٿيو) سڪورن اهو سڀ انتظام ڪيئن ڪيو؟ ڄاڄ ڪرڻ سان سريشر کي پتو پيو ته هن پيري بورڊ ٽن مسلمانن کي ڪٽڻ بجاءِ صرف ٻن مسلمانن کي مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ انهن جڳهن مان هڪ جڳهه اتي اها ڳوري جي سفارشي هندوءَ کي ڏني وئي.

جڏهن پروفيسر ان ساري ورتاءَ ۾ گهري دلچسپي

ڏيکاري ته مون ڳالھ جو سلسلو جاري رکندي چيو ته، سنت
ڪڏھن ڪڏھن ٻين قسمن جا چمتڪار به ڏيکاريندا آھن پر بلڪل
خاص موقعن تي ۽ ڪن خاص ڪارڻن ڪري. ساڳئي وقت پوري
ساوڌاني رکي ويندي آھي جيئن اھا ڳالھ واشگاف نه ٿئي. مان
توھانکي اھڙي ھڪ پنھنجي اکين ڏٺي واردات ٻڌايان ٿو.

ھڪ دفعي حضور مھاراج جن پنھنجي سڪندرپور وارن
ٻين کان سرسي اچي رھيا ھئا جتان کين بياس وڃڻ لاءِ ريل
۾ چڙھڻو ھو. پاڻ گھوڙي تي سوار ھئا ۽ ميان شادي
(حضور جن جو مسلمان شيوڪ) مان ۽ ٻيا ستسنگي پيدل
حضور جن جي پوئتان پئي ھلياسين. ان ايراضيءَ ۾ تمام
زھريلا نانگ ٿيندا آھن ۽ انھن ڏينھن ۾ ڪي پڪا رستا
ڪونه ھئا، اڪري اسين پوکيل پٽين مان ھلي رھيا ھئاسين.
پائي شاديءَ اوچتو وڏي رڙ ڪئي ته مونکي ڪپر نانگ
کائي ورتو آھي. نانگ اُني ٿي ويندو ھو ۽ اسان ان کي
ماري وڌو. چوندا آھن ته ڪپر ڪاريھر نانگ وانگر موتمار
ٿيندو آھي، اُنجو زھر ھڪدم چڙھي ويندو آھي. ان علائقي
جي ماڻھن جي ھڪ عام کھاوت آھي ته ڪپر پنھنجي ڪکيل
کي چوندو آھي، ”جنھن پاسي مان وڃو آھيان انھيءَ پاسي
نه ڪرج، ٻئي پاسي ڪرج.“

پائي شاديءَ جو رنگ ھڪدم بدلجي ويو. ھو ھلي
به نٿي سگھيو. حضور جن اسان کان ٿورو اڳيرو ھئا ۽ جيئن
مان ھنن کي اھا واردات ٻڌائڻ لاءِ پئي ويس ته پائي شاديءَ
درد ڀري آواز ۾ التجا ڪئي ته مھرباني ڪري حضور جن
کي نه ٻڌائج.

”چو کين؟ مونکي ته کين ٻڌائڻ ٿي کپي.“

مون چيو، ”تنھن کانسواءِ ان ۾ حرج ئي ڪھڙو آھي؟“

پائي شاديءَ چيو ته جا صرف اھو ئي اندرانو آھي جو

مان پنهنجي آقا کي پيٽ ڪريان؟ ته مان هن کي نانگ
جو زهر پيئا ڪين ڏيندس. مان هن سان سهمت بلڪل ڪونه
هوس پر هن مونکي اهڙي ڏک ڀري نموني ۾ منٿ ۽ ليلاڙي
ڪئي جو مان هنجي مرضيءَ خلاف ڪجهه ڪين ڪري
سگهيس. انهي ۾ پالي شادي بيهوش ٿي ڪري پيو ۽
شايد مري ويو.

جڏهن اسين ڪافي پري رهجي وياسين ته حضور جن
اچانڪ پلاڻ لهرايو ۽ اسانکي گهبرائل ڏسي پنهنجو گهوڙو
وراڻي آئي آيا جتي اسين پاليءَ شاديءَ جي شرير کي
گهيري بيٺا هئاسين.

حضور جن کي هيءَ ساري گهٽنا جو ورتانت ٻڌي ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ اسانکي حڪم ڏنائون ته پاليءَ شاديءَ کي گهوڙي
تي چاڙهي سرسي اسپتال ۾ کڻي هلو. پر اهو ممڪن ڪونه
هو ڇو جو اسان ٻن ڄڻن جي جتن جي باوجود پالي شاديءَ
جو شرير گهوڙي تي ٽڪي نٿي سگهيو. انڪري پٺ ۾
هڪ چادر وڇائي ڪمس ان تي ليٽايوسين. حضور جن فرمايو
ته ڏسو ڪٿي نم جو وڻ آهي؟ چوندا آهن ته نم جا پن
نانگ جي زهر لاهڻ لاءِ ڏاڍا ڪارگر ٿيندا آهن. پر ڪٿي
به وڻ جو نالو نشان ڪونه هو. پر مان هڪ ننڍي ٻوٽي کي
ڏسي حضور جن هڪ ماڻهوءَ کي موڪليو ته ان مان هڪ
ٽاري ڇني کڻي اچ. ٽاري وٺي اچا گهاٽ تي قمرالهدي
حضور جن فرمايو ته ٻڌو الله ته هن رحمت ٽاري قمرالهدي سان
زهر لهي ويندو آهي. پر اسان سڀني چالو ٿي ته زهر لٿو.
ڪيئن ٿي! الٽو ڏهن منٽن کانپوءِ پاليءَ شادي هوش ۾
آيو پر مان ته جيڪر اکين ڇوان ته هن ۾ وري جان آئي ڇو
جو هو قريب قريب مري چڪو هو. هنجو سارو جسم نيرو
ڪاڻ ڇوٽيءَ تائين ڪارو ٿي ويو هو. عام ماڻهو چوندا آهن ته

پڇندا ته مون گروءَ جو ذڪر پهرين ڪيو، پرماتما جو پوءِ
سو ڇو؟ اهو سوال سواڀاوڪ آهي. سڀني سنتن مهاتمائن،
پيرن پيغمبرن جن پرمارٿ جي کوج ڪئي ۽ جنهن کي اندر
ويا آهن انهن جو ڪٿن آهي ته پرماتما اسانجي اندر آهي پر
گروءَ جي ڪرپا بنا هن کي ڪير به ڏسي نٿو سگهي. هو
سدائين اسانجي انگ سنگ آهي، اسانجي اندر آهي، پر
توهان سڀني کي سڌ آهي ته هنجي اندر موجود هوندي به
اسانجي ڪهڙي دردشا آهي. جڏهن گروءَ سان ميلاپ ٿيو
۽ هن جڳتي ڏني ته پوءِ ئي اسانکي پرماتما جو ساڪياٿ
درشن ٿيو. تنهنڪري مهانتا ڪنهنجي چئبي؟ سنگت ۾
ڪيترن ئي چيو ته بيشڪ، گروءَ جي.

ان ستي جو ورڻن ڪبير صاحب جن پنهنجي ئي ڍنگ
سان ڏنو آهي:

”گرو گوبند دونو کڙي ڪاڪي لاڳن پاءِ،
بلهاري گرو آپڪي جن گوبند ديو دکاءِ.“

حقيقت ۾ هن سنسار کي ڪنهن وڏي ترڪ جي ضرورت
ڪانهي ڇو جو مالڪ جي اندر هئڻ جي باوجود اسان سرڳن
۽ نرڪن ۾ ڌڪا پيا کاڌا ۽ بار بار ڪيڙن ماڪوڙن، پسن
۽ پکين جي جونين ۾ پيا آياسين. ڪڏهن اسان گاهه يا وڻ
ٿي جنم ورتو ته ڪڏهن ڪيڙي ماڪوڙي، نانگ يا سهي
جي جون ورتي. ڪنهن به اسانجي مدد لاءِ هٿ ڪين
ڊگهيڙيو. پر جڏهن اسانکي ستگورو مليو ته هن اسانکي
دوزخ جي آگ کان بچائي ورتو ۽ مالڪ جي محل ۾ وٺي ويو.

موت جي وقت اسانکي ڪير ٿو ساٿ ڏئي؟ ان گهڙيءَ
اسانکي پنهنجا رشتيدار، مٽر، ماءُ پيءُ، ڀائر ڀيرون،
پاڙيسري ۽ پروهت به ڇڏي ٿا ڏين بلڪ هي اسانجو سرير

ڀورو ڪري ٿو، چاهي هن جو شيوڪ پنهنجو فرض لباهي يا نه ۽ ان ڳالهه جو هو ذرو به خيال نٿو ڪري. اها پرليت تڏهن اچي ٿي جڏهن شيوڪ پنهنجي اندر وچين ستگوروءَ جي ڪارڻ ڪي ڏسي ٿو. مون اهڙيون ڪيتريون ستسنگياڻيون ڏٺيون آهن جن موت جي ڏينهن پنهنجي ٻارن جو موهه ڇڏي ڏنو ۽ اُنهنکي تنجي ڏيڻ کان به انڪار ڪيو. جيڪڏهن ڪنهنجي سس سندس ٻار ڪٽي ڪيس گود ۾ ڏنو ته به هن وٺڻ کان انڪار ڪندي چيو ته مان ٻاڻ هيئنر ستگورن جي گود ۾ آهيان ۽ منهنجو هيئنر سنسار ۾ ڪو به موهه ڪونه رهيو آهي.

ڪلو نگل ۾ سوهسنگهه نالي هڪ ستسنگي هو. وڏيءَ عمر ۾ هنکي ٻار ڄاوا هئا ۽ هنجو ٻارن ۾ اهڙو ته موهه هوندو هو جو سندس يار دوست کيس چيڙائيندا هئا ته موت وقت سندس گردن هنجي اولاد جي ٻانهن ۾ هوندو ۽ پير جمدوتن جي هٿن ۾. پر جڏهن هنجو سنسار مان ڪوچ ڪرڻ جو وقت آيو ته ڪجهه ڏينهن اڳ ئي هنکي اندر ۾ اهڙو ته رس ۽ آنند اچڻ لڳو جو ٻارن کي ڏيکارڻ لاءِ هن هڪ لٺ ڪٽي پاسي ۾ رکي ۽ کين ڏيکارڻ جي خيال کان چوڻ لڳو ته جيڪو به منهنجي ويجهو ايندو اُنکي ماري ڇڏيندس! نام سڀ سنساري لڳ لاڳاپن کان نرموهه تو بڻائي ۽ هردي جون مڙئي غلاظتون ڪڍي ٿو ڇڏي. شش جي موت وقت ستگورو هنجو سيدي طرف کان ڌيان هٽائي اندر ۾ لڳائي ٿو.

پروفيسر پڇيو ته حضور گوروءَ جو ملڻ به ڏاڍو مشڪل ڪين آهي؟

مهاراج جن وراڻيو نه ها، اهو سچ آهي. گورو ڪڏهن

ڪري چوندو آهي ته مان گرو آهيان. هو نه چوندو آهي
ته لوهين مونکي پنهنجو پياءُ، مترُ، اُستاد، اَگر يا شوڪ
ڪري سمجهو پر مهنجو چوڻ مڃو ۽ پنهنجي اندر ڏسو.
ڏاهن اندر وڃڻ لاءِ ڳوڙ لي ڏسڻ ته گروءَ جو اصلي
روپ ڇا آهي ۽ هو ڪهڙي حيثيت جو صاحب آهي. پوءِ
جيڪي اوهانکي وڻي اهڙي ڪيس ڪجهو. اڄ ڪالهه ڪيترن ئي
سنتن اها دعوىٰ ڪئي آهي ته هو گرو آهي. سنت
سدائين پاڻکي شوڪ ۽ داس چوندا آهن. گرو نانڪ ۽
ڪبير صاحب هميشه پاڻکي داس چوايو.

گرو ڪنهنجي به ڪوڙي قبول نٿو ڪري. جي ولي
ان ته هو گرو ڪئين آهي هو منڪر آهي. گرو دانا بڻجي
بخشش ڪرڻ اچي ٿو ۽ نه منڪر بڻجي، هيءَ ڪمالات او
اچي. پورو گرو پنهنجو پورو ڪري پنهنجو جيون گذاري
ڪندو آهي. هو محنت مزدوري ڪري، وٽس واپار يا ڪمائي ڪري
ڪندو. پر ٻين جي دان جو سهارو ڪين وٺندو ۽ نڪي ٻين لاءِ
بوجهه بڻجي رهندو. اوهين سنتن جي جيون جو اتهاس پڙهي
ڏسو. ڪبير صاحب جي شرڻ ۾ راجائون ۽ مهاراجائون نه
هئا، ان هوندي به پاڻکي پر هڪ غريب ڪوريءَ جو ڪم
ڪندو رهيو. سندس گهر ۾ صرف ٻه ڄڻا هيون جي سندس
گهر ۾ جيڪي سادو مهاتما ايندا هئا انهن کي ڏيندو هو
۽ پاڻ ۽ سندس ٻارڙا بک لي سمهندا هئا. سندس گهر ۾ ڪالهه
جي هميشه کوٽ رهندي هئي ۽ اهو به ساڌن کي ڏئي
ڇڏيندو هو ۽ پاڻ سڀ ٻار ٻچڙن لي گذارو ڪندا هئا. ڪبير
صاحب جي جيون جي اها تصوير ڪبير صاحب جي بعضي
ماڻي لوئيءَ جي هڪ ڪهاڻي مان ملي ٿي.

" روهداس وڏي ڪمائيءَ وارو سنت هو. هو راڻي ميران

۽ راجا ڀيري جو گورو هو پر زندگيءَ ڀر موچيءَ جو ڪم
ڪندو رهيو ۽ ماڻهن جون جتيون مرمت ڪندي پنهنجي
روزي ڪيئندو رهيو. سنت نامديو ڪپڙو چري پنهنجو گذر
ڪندو رهيو. گورو نانڪ جن کيتي ڪئي. منهنجا ستگورو
بابا جئمل سنگهه جن فوج ۾ ڪم ڪندا هئا ۽ رٽائر ڪري
معمولي پينشن تي گذر ڪري سنگت جي سيوا ڪندا رهيا.
مالڪ جو پيارو ڀڳت هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ جي
روٽي کائيندو ڇو جو غلط طريقن سان ڪمايل روٽي من کي
ملين تي ڪري ۽ ابياس ۾ وڏي رڪاوٽ ٿي وجهي.

"اهو انسان ڪهڙو نه خوش نصيب آهي جنهن کي پاڪ
ڪنهن اهڙي سنت سان ملائي ٿو! هو اسانجي سار سنڀال
لهي ٿو ۽ اسانجي زندگيءَ جي واڳ ڏور سنڀالي ٿو. پوءِ
هنڪان وڌيڪ ٻيو ڪير اسانجو عزيز، پيارو، مٽر ۽ سهائڪ
ٿي سگهي ٿو؟ انڪري ئي گورو ارجن ديو پوڄا ۽ پيار جو
پهريون استان گوروءَ کي ڏنو آهي. پر گورو پنهنجي پوڄا
نٿو ڪرائي ۽ نڪي هن کي اسانجي پيار جي ضرورت آهي.
سندس پيار پورن ريت مالڪ سان لڳل آهي ۽ هو اهائي
سکيا ڏئي ٿو ته توهين به مالڪ سان پيار ڪريو. پوءِ پهلا
گوروءَ سان پيار ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟ صرف انهيءَ لاءِ
ته اسانجو پيار سڀني طرفن کان هٽي پرمارٿ جي طرف
لڳي وڃي.

جڏهن ڪنهن ٽانڪيءَ جو پاڻي جو ڪيترن ئي سوراخن
۽ نلن رستي وهي ويندو هجي، ان جا ٻيا سڀ نل ۽ سوراخ
بند ڪري جيڪڏهن صرف هڪ ئي نل کان اهو پاڻي
وهائجي ٿو ته ان ۾ ڪيڏو نه زور ٿو ٿئي. اهڙي ساڳيءَ
ريت اسانجي آتما جي ڌارا اکين، ڪنن، نڪ ۽ ٻين دوارن

ذريعي لڪري، استري، پٽن، ڌيئرن، ماڻهن، ٻيءَ ۽ اهڙن
رشتيدارن دوستن ۽ سنسار جي جڙ ۽ چيتن پدارٿن ۾ جڪڙي
پيئي آهي. جڏهن اهو پيار سڀني طرفن کان هٽي ڪيول
ستگوروءَ لاءِ ڪيندرت ٿئي ٿو ته پوءِ ان ۾ ڪيتري طاقت
۽ شڪتي اچي ٿي ۽ اهو ڪهڙا ڪرشما ڪري سگهي ٿو
ان جو اندازو به لڳائي نٿو سگهجي.

پروفيسر پڇيو، "حضور گوروءَ لاءِ اهڙو پيار ڪيئن ٿو
اُپن ڪري سگهجي؟"

داتا جن وراڻيو، "مان خوش ٿيو آهيان جو توهان هي
سوال پڇيو آهي. سچو پيار ۽ ڀڪتي ڇا آهي؟ گورو ارجن ديو
هن شبد ۾ ان جو جواب ڏين ٿا. "ستگورو وچن ڪماوڻا
سچا ايهو ويچار." يعني ستگورو جيڪو به حڪم ڏين ٿا،
اهو اٽل وشواس سان پالن ڪرڻ آهي ستگوروءَ سان سچو
پيار ڪرڻ. ستگورو حڪم ڏئي ٿو ته شراب ڪباب کان ڪنارو
ڪريو ۽ نيڪ پاڪ جيون گهاريو. ڪنهن به ڏن پدارٿ
چوري نه ڪريو. ڪام ڪروڌ کي ٿيا ڳيو ۽ وشيه وڪارن مان
هن کي هٽائي اندر روحاني منڊلن جي چڙهائي ڪري مالڪ
جي محل ۾ پهچو، اهو آهي انساني زندگيءَ جو صحيح مقصد.
ستگوروءَ سان پيار ڪرڻ آهي گويا آڳيانڪار سان پيار ڪرڻ.
ستگوروءَ جي پيار کي مڪمل ڪريو. ستگورو پرماتما جي
پيار ۾ ڀرپور آهي ۽ جيڪڏهن اسين ستگوروءَ سان پيار
ڪنداسين ته اسين پرماتما جي پيار سان ڀاڳمراد ڀرپور ٿي
وينداسين. پرماتما ۾ لين ٿيڻ جو اهو ئي مارڳ آهي. ستگوروءَ
سان پريم ڪرڻ آهي پريم پراپتيءَ جو پهريون ڏاڪو."

اڄ ڪالهه ڪنهن کي ۾ گرنٿ پوٿيون پڙهڻ سان يا تيرٿ
لکيا پڙهڻ سان يا گنگا آدي ندين جي اشنان ڪرڻ سان

پرماتما ڪول مليو آهي. راوڻ نه رکو وڏو ودوان هو پلڪ
چئن ويدن جو ٽيڪاڪار پنڊت پڻ هو. هنجي ويدن تي
ڪيل ٽيڪا سرو سريشٽ مڃي ويندي هئي. پر هنجو اخلاق
ڪهڙو هو؟ توهان سيني کي سڌ آهي ته ڀارت جي هر ڳوٺ
۽ شهر ۾ هر سال سندس پتلو ڇو جلايو ويندو آهي؟ پرماتما
گرنٿين پوٿين ۾ ڪونهي. هو ته توهانجي اندر آهي. گرنٿن
۾ ته صرف هنجي مهما آهي. ڪيول ديهه ڌاري گورو ئي
هنکي حاصل ڪرڻ جو مارگ ڏيکاري سگهي ٿو. ڪنهن
ڪامل مرشد يا پورڻ گوروءَ جي کوج ڪريو ۽ هنڪان اندر
وڃڻ جو ڀيد وٺو. جڏهن توهين اکين جي پويان تيسري ٽل
۾ پهچندا ته ڏسندا ته ستگورو توهان جي انتظار ۾ بيٺو
آهي. ان کان پوءِ هو سدائين توهان سان انگ سنگ رهندو،
ڪڏهن به توهانجو ساٿ ڪونه ڇڏيندو./.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته توهين ڀلي يورپ
وڃو، اميريڪا، آفريڪا يا ڪنهن ٻئي ديش وڃو، ستگورو
هر وقت ۽ هر هنڌ توهان سان انگ سنگ آهي. توهين
پنهنجي ڪمري ۾ در بند ڪري ويهي رهو، ستگوروءَ کي
ياد ڪريو، هو توهان جي سامهون اچي پرگهٽ ٿيندو. توهين
ڪانئس ڪو به سوال پڇو، هو انجو جواب ڏيندو. هو هر مصيبت
۾ توهانجي مدد ڪندو، هر ڪشٽ ۽ ڪنائيءَ مهل
توهانجي رهنمائي ڪندو. جهنگلن ۾، پهاڙن ۾، سمنڊن ۾،
بيابانن ۾ هو توهانجي رکيا ۽ حفاظت ڪندو. پرگتيءَ جو
اهو ئي سچو مارگ آهي، باقي ٻيو سڀ مايا جو پسارو آهي.
ڪن پل لاءِ ٿڌي دل سان سوچيو ته هن سنسار ۾ ڪهڙي
دولت ڪني ڪرڻ يوگيه آهي؟ اها صرف نام جي پونجي آهي
جا هن دنيا ۾ اوڙي پرلوڪ ۾ اسانجي سهائتا ڪري ٿي.

پروفيسر پڇيو ته حضور! 'نام' توهين ڇا کي ٿا چئو؟
حضور جن وراڻيو ته 'نام' جي اکري معنيٰ آهي نالو،
يا پرماتما جو ڪو پوتر نالو. پر سنتن جو نام لکڻ، پڙهڻ
يا ٻولڻ وارو يعني ورڻاتمڪ نام ناهي. انهن جو نام اڪٿنيءَ
آ، پارسيءَ ۾، سنسڪرت ۾ يا ٻي ڪنهن ڀاشا ۾ نه لکي
سگهجي ٿو نه زبان سان اُن جو بيان ڪري سگهجي ٿو. اُن جو
ڪنهن به ٻوليءَ سان واسطو ڪونهي. اُن جو لفظن ۾ اظهار ٿي
نٿو سگهي، نڪي زبان اُن جو ورڻن ڪري سگهي ٿي.
جيڪڏهن پرماتما جو نام ڪنهن هڪ ديش جي ٻوليءَ ۾،
يا ڪنهن هڪ قوم يا ذات جي ٻوليءَ ۾ هجي ها ته پوءِ اها
نه جيڪر ٻين ديشن ۽ قومن سان وڏي بي انصافي ٿئي
ها. پرماتما جو نام نه سڀني لاءِ هڪ ئي آهي ۽ سڀني لاءِ
سمان آهي. اهو نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو ۽ نڪي زبان سان
اُن جو بيان ڪري سگهجي ٿو.

ان نام کي رشين منين "آڪاش واڻي"، ويدن، ناد
۽ اُنهدن انکي اُدگيت ڪري ورڻن ڪيو آهي. مسلمان فقيرن
اُنکي ندائي آسماني يا سلطان الاذڪار ڪري ڪوٺيو آهي.
گورو نانڪ صاحب الهيءَ کي شبد، حڪم، ڪيرتن ۽ ٻين
لفظن سان سڏيو آهي. بائيبل ۾ الهيءَ نام جو word يا Logos
ڪري ذڪر ڪيو ويو آهي.

الهيءَ نام هيءَ سڀ رچنا رچائي ۽ الهيءَ جي سهاري
هي سڀ ڪم هلي رهيو آهي. گورو نانڪ صاحب جن
فرمائين ٿا:-

"شبدي ڌرتي شبدي آڪاس،
شبدي شبد ڀيا پرڪاس."

ٻالي ڪوڙ لفظ ڪڏهن سرشٽيءَ کي ٺاهي سگهي ٿو ڇا؟

گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:-

"تن من کوجي تو نام پائي."

يعني الهيءَ نام کي پائڻ لاءِ پنهنجي تن ۽ من جي کوج ڪرڻي پوي ٿي. شمس تبريز جو مسلمانن ۾ وڏو ڪمائي وارو فقير ٿيو آهي، الهيءَ نام جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته هر وقت منهنجي ڪنن ۾ هڪ مڌر آواز آڪاش منڊل مان پڙندو پيو اچي ٿو. ڪنهن ورلي وڏڀاڳيءَ کانسواءِ الهيءَ کي ڪير ٻڌي نٿو سگهي.

بيشڪ ڪو قسمت وارو الهيءَ نام کي ٻڌي ٿو پر اهو نام سڀني جي اندر موجود آهي، پوءِ هو چور هجي يا ڌاڙو. الهيءَ الاهي آواز کي اسين الهيءَ ڪري نٿا ٻڌي سگهون ڇو جو اسانجي اکين جي پوپٽن تي ڪپاٽ لڳل آهن. جي خوش قسمتيءَ سان ڪو پورو سنت ستگورو ملي وڃي ته پوءِ اندر جا ڪن ۽ اکيون کلي سگهن ٿيون ۽ الهيءَ نام کي ڏسي ۽ ٻڌي سگهجي ٿو. جي سڀني متن ۽ مذهبن جا پوئلڳ الهيءَ نام جي کوج ڪن ته پوءِ سڀيئي مذهبي جهڳڙا ۽ واد وواد ختم ٿي سگهن ٿا.

هيترا مذهبي جهڳڙا ۽ متڀيد ڇو ٿا ٿين؟ صرف اگيان ۽ سوارٿ جي ڪارڻ. جڏهن به ڪو سنت مهاتما اچي ٿو ته هو الهيءَ اصلي نام جو اپديش ڪري ٿو. هو ڪنهن به ڌرم يا مذهب کي اڀريا نٿو ڪري پر هنجي وڃڻ کانپوءِ اسين دنيا جا ماڻهو پارٽي مختلف متن متانترن ۾ ڦاسائي ٿا ڇڏيون. پيغمبر محمد صاحب هڪ هو، قرآن شريف هڪ آهي پر مسلمانن ۾ اڄ ٻاهتر فرقا آهن. گورو نانڪ صاحب ڪا سک ڌرم جي استاپنا ڪانه ڪئي پر اڄ سکن ۾ ٻاويهه فرقا آهن. سنتن جي سکيا ته نهايت سرل آهي. هو چون ٿا ته

مان هندستان جي هر سماج ۾ ويو آهيان ۽ مونکي رسائيءَ
واريون آتمائون تمام ٿوريون مليون آهن.

حضور جن وڌيڪ فرمايو، ”سادو اهو آهي جنهن پنج
وڪار - ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار تي وجيه پائي
آهي، پنهنجي من کي وس ۾ ڪيو آهي ۽ جو سهس دل ڪنول،
برهم ۽ پار برهم کي پار ڪري ست لوڪ پهتو آهي.“
جهڙي طرح پاڻيءَ جي بوند سمنڊ ۾ سمائجڻ کانپوءِ بوند نٿي
رهي مگر سمنڊ جو ئي روپ اختيار ڪري ٿي، اهڙي طرح
مالڪ روپي سمنڊ ۾ گوروءَ جي آتما ملي پنهنجي هستي
گنوائي ڇڏي ٿي ۽ پرماتما سان ملي پرماتما ئي بڻجي پوي
ٿي. ظاهري طور گورو ساڌارڻ منش ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر اندر
هنجي حيثيت ۽ رتبي جو اندازو ڪوئي نٿو لڳائي سگهجي.
جيڪي الله روحن ٿا آهي ٿي اهو ڄاڻي سگهن ٿا. مولانا روم
صاحب فرمائين ٿا ته اهي پرماتما جا پيارا پٽر آهن ۽ پرماتما
کين اهڙي شڪتي بخشي آهي جو قضا جو تير واپس موڙي
سگهن ٿا. گورو ارجن ديو جن فرمائين ٿا ته سنتن جي شڪتي
اپار آهي. هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن ٿا. ڀلا اهڙا
سنت جي ڊر ڊام لائين وڃن ٿا بلڪ وڌيڪ، درست ائين
ٿيندو ته جيڪي ڊر ڊام کان اچن ٿا تن جي توهين ڪهڙي
مهما ڪري سگهندا؟

نوجوان پادريءَ پڇيو ته حضور! جڏهنکي انگريزيءَ ۾
Saint سينٽ چئجي ٿو تنهنکي ئي توهين سنت ٿا سڏيو؟
حضور جن فرمايو ته پهريان توهين ٻڌايو ته توهين ”سينٽ“
ڪنهنکي سڏيندا آهيو؟

پادريءَ وراڻيو ته اسين ان کي سينٽ چوندا آهيون جنهن
ساڌنا ڪري الوڪڪ شڪتيون حاصل ڪيون هجن يا جڏهنکي

فرمايا پنهنجي دنيا سان اهڙيون شڪايتون ٻردان ڪندون
هجن، جو ڪرامتون ڏيکاري سگهي ۽ جنهن پنهنجي اندر
ڪرايسٽ ۽ ميريء جو درشن ڪيو هجي ۽ عيسائي ڌرم
اوسار ڪنهن دکشا ملي هجي.

حضور جن فرمايو، "سک، سادو ۽ سنت، اهي سڀ سڀ
۾ روحاني ڏگريون آهن جهڙي طرح ودّيا جون ٻي. اي،
ايم. اي ۽ پي. ايچ ڊي. ڏگريون لمڊيون آهن. مون
نوحالڪي هن کان اڳ ۾ ٻڌايو ته اکين کان هيٺ شرير جا
ڇهه چڪر آهن ۽ ڇهه اکين کان مٿي. جيڪو هيٺين ڇهن
چڪرن کي طئي ڪري تنهنکي پورڻ لوڪي چئبو آهي ۽
جيڪو مٿي سهس دل ڪنول تائين وڃي تنهنکي سک يا
شورڪ چئبو آهي. برهم جي ديش تائين وڃڻ کي برهم
گياني يا برهمچاري ۽ پار برهم تائين جنهنجي رسائي آهي
تنهنکي سادو چئبو آهي. انهيء کان مٿي سنت لوڪ تائين
وڃڻ کي سنت سڏبو آهي ۽ انهيء کان به مٿي جنهن انامي
تائين رسائي حاصل ڪئي آهي تنهنکي پورڻ سنت سڏبو
آهي. انهيء آخرين مقام مان سنت جيون کي واپس ولي
وڃڻ لاء هن مايا لوڪ ۾ ايندا آهن."

نوجوان شرسٽر پڇيو ته حضور! فرمايا اهڙن پيچيدن
مسئلن ۽ چڪرن کي ڇانوٽي ڇو؟ دراصل ته هن هيء دنيا
ئي جو ٺالي جا هيٺري دک درد ۽ شوڪ سنتاپ سان
ڀري پيئي آهي؟

حضور جن مٺڪي فرمايو ته ان سوال جو موزون جواب
مان هڪ براهمڻ سنت جي اکرن ۾ ڏهرايان ٿو، "انهيء کان
پهرجنهن اها سرشٽي ٺالي آهي. جڏهن مالڪ رچنا ڪئي
تڏهن مان هن سان گڏ ڪرڻ هوس."

ٻٽرينڊر پڇيو ته ان جو مطلب اهو ٿيو ته ڪنهنکي به ان سوال جي جواب جي ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن فرمايو ته ائين ڪونهي، مگر انهن سڀني ڳالهين ۾ ڪو نه ڪو راز رکيل آهي. ڪن حقيقتن جي سمجهه ۽ ترڪ دوارن نه، مگر ذاتي انڀو دوارن ئي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي ٿي آهي. انهيءَ ڏس ۾ انساني ٻڌي ۽ چترائي زياده مدد نٿيون ڪن، ڇو جو انهيءَ جو دائرو بلڪل محدود آهي. انهن کي ڇڏي اسانکي اندروني انرڀو جو سهارو وٺڻو پوندو، آتما جي ان اک کي کولڻو پوندو، جا ان سوکيم ۽ چيتن پرماتما کي ڏسي سگهي ۽ ان اک کي کولڻ لاءِ اسانکي پورن ستگوروءَ جي مدد ۽ سهائتا جي ضرورت پوي ٿي.

”پوءِ پرماتما اسانکي ٻڌي ڇو ڏني؟“

نوجوان ٻٽرينڊر سوال پڇيو.

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته دنيا جا ڪم ڪار پورا ڪرڻ لاءِ هن اسانکي ٻڌي پردان ڪئي. ان ڪان مٿي ٻڌي ڪم نٿي ڏئي. در اصل اساڄي ٻڌي آهي ڇا؟ هن جڳ سنسار ۾ اساڄي جڳ اندرين دوارن هدايت ڪيل تجربن جي نچوڙ يا سار کي ٻڌي ٿو چئجي. الڳ الڳ ماڻهن جي ٻڌي الڳ ٿيندي آهي. آس پاس جو واتاورڻ، زندگيءَ جون حالتون، تعليم وغيره انهن سڀني جو منش جي ٻڌي ٺاهڻ ۾ وڏو هٿ آهي. نتيجو اهو آهي ته هرڪو پنهنجي پنهنجي نموني ۾ سوچي ٿو.

هڪ امريڪن جي سوچڻ جو نمونو، هڪ افريڪن حبشيءَ جي سوچڻ کان نرالو رهي ٿو. هڪ انگريز ۽ هڪ جرمن جا ويچار انهن کي الڳ الڳ نتيجن تي پهچائين ٿا. جپانيءَ جا دليل پنهنجا آهن ته روسيءَ جا پنهنجا. ڪام

انهن مهاتمائن لي، جيڪي اندر ويا آهن ۽ جن پنهنجي اندر ۾
اکين سان ڪجهه ڏٺو آهي ۽ اهو ڪيو آهي، پروسو ۽ وشواس
لٿو اچي نه پوءِ هو خود اندر وڃي هنن ڳالهين جي سچائي
معلوم ڪري سگهي ٿو. مان توهانکي هڪ ٻي ڳالهه به ٻڌايان
ٿو. سنسڪرت ورڻ مالا جا اُنيتاليهه اکر هيٺين ڇهن چڪرن
جي ڪملن جي اُنيتاليهه پنکڙين مان لکتا آهن. ائين ٿو
لڳي ته پارس جي رشين معين اُهي اکر اُنان تي ڪنيا آهن
۽ انکري ئي سنسڪرت کي ديو واڻي ڪوٺجي ٿو. انهن
چڪرن کي پار ڪرڻ وارن مسلمان فقيرن پڻ ان حقيقت جي
تائيد ڪئي آهي. ان ڳالهه جي سچائي الذڪراس ال غوثيا
مان پڻ معلوم ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ هڪ مشهور
ومعروف مسلمان مهاتما پنهنجي اليون جو ذڪر ڪيو آهي.
اهو ائين چو آهي، اها نه اُن جي رچيندڙ کي سڌ، پر هرڪو
اندر پرويش ڪندڙ ابياسي ائين ٿي چوي ته نه اها حقيقت آهي.
پادري پروفيسر حيرت وچان چيو ته اها نه عجيب
ڳالهه چئبي.
حضور جن فرمايو ته پرماتما جي سرشٽيءَ ۾ ان کان به
ڪئين وڌيڪ حيرت انگيز ڳالهيون آهن.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته حضور، ڇا اهو ڀرم نه ڪونهي
يا من گهڙت يا خيالي ڳالهيون نه ڪواهن ڇاڪاڻ ته ماڻهو
اهو ئي ڪجهه اندر ڏسي ٿو جيڪي ڪيس ٻڌائجي ٿو نه
اندر آهي.

حضور جن وراڻيو ته بيشڪ ائين چئجي ها جيڪڏهن اهو
اليو هڪ يا ٻن ماڻهن جو هجي ها. پر جيڪي پيارا اندر
ويا اُهي ڇاهي الڳ الڳ ديشن ۽ ڌرمن جا هئا، الڳ
الڳ وقتن ۾ آيا، انهن سڀني اندر ۾ ساڳيو اليو پرايت

ڪيو. ايران جي مسلمان درويشن ۽ چين جي مهاتمائن به
اندرين اکين سان ساڳوئي ورلڊ ڏٺو آهي جيتوڻيڪ هنن
کي هندو شاسترن جو ذرو به گيان ڪونه هو. هو نڪي
سنسڪرت يا هندستان جي ڪا ٻي ٻولي ڄاڻندا هئا ۽
نڪي هنن ڪڏهن ڪنهن هندو سنت مهاتما جو درشن
ڪيو هو. ستگورو ديکشا ڏيڻ وقت اندرين روحاني سفر
جون خاص خاص نشانيون مختصر طور سمجهائي ٿو. جيڪي
شش اندر وڃڻ لڳا آهن ان مارگ جون سڀ ڳالهيون ڏري
پوري پيهدي ستگوروءَ کي وستار سان ٻڌائين ٿا ۽ سڀني
ششن جو اهو ورلڊ بلڪل ساڳيو ليندو آهي. پر آهي اندر
جا راز سڀني اندر ساڳيا آهن ۽ ٻين کان ڳجهه رکندا
آهن. اندر جا آتمڪ اهو اهڃاڻ ٿيس، حقيقت ۾ پڪا ۽ سچا
آهن جهڙي هيءَ ٻاهرين جڳ دنيا.

اِلي ٻُر استر پڇيو ته حضور! سچ پچ پرماتما آهي يا
ڳالهه پرولي انسان سان صرف مذاق ڪئي وئي آهي. پرماتما
جي ضرورت ئي ڇا ڪهڙي آهي؟ اسان ڳالهه کان سواءِ
ڪو هلي سگهي ٿا؟

حضور جن جواب ڏنو ته مان ڀاءِ ۾ ته اها ڳالهه ڪري
آيو آهيان ته ڪي ڳالهيون اسانجي بُديءَ جي پهچ کان پري
آهن ۽ اسين اهڙيءَ بحث مباحثي يا ترڪ دوارا ثابت نٿا
ڪري سگهون. اهڙي طرح پرماتما اسانجي بدي، من ۽
اندرين جي پهچ کان پري آهي. ويدن جا گيانا رشي منيءَ،
گريس ۽ روم جا پراچين فلاسافر، چين جا مهاتما، عربستان ۽
پرشيا جا درويش سڀ آتما ۽ پرماتما جي باري ۾ ولکبالڪ
ڪوچ ڪئي آهي ۽ انهيءَ جان ٻين ڪئي آهي، انهن سڀني
جو اهو ئي ساڳيو ڪٿن آهي ته پرماتما آهي ۽ هن سرشٽيءَ

جو اھو ئي سرجڻھار آھي. ھي سنسار سڄاري بنا ۽ نرآڌار
ٿو ڏسجي پر اھو مالڪ اگم، اپار، بي انت ۽ اڻڀيد آھي ۽ ان
جو پار اسين پائي نٿا سگھون.

بُڌي ۽ ترڪ شڪتي اندرين ڏوارن پراپت ڪيل انڀون
جو سار آھي يا تو ھين انھن چئي سگھو ٿا ته اھي ڪرمن
۽ سرورتين جو نتيجو آھن. بُڌي صرف اساڻي ڏنيوي
ڪمن ڪارين ۾ رھنمائيءَ لاءِ آھي پر انھيءَ جو دائرو
محدود آھي. پوءِ اساڻي بُڌي روحاني ڳالھين ۾ ڪھڙو
ٿي ڪم ڏيئي سگھي، جي ھن جي پھچ کان پري آھن.

حضور مھاراج جن وڌيڪ فرمايو ته ھن محدود بُڌيءَ سان
پرتڪش سنسار جون ڪيترين ڳالھيون اسين سمجھي نٿا
سگھون. پوءِ اندرين کان پري جي دنيا جي ڳالھ ئي ڪھڙي؟
سمجھو ته ڪو ٻار پنھنجي ماءُ کان ٿو پڇي ته امان! مان
ڄاتس ڪيئن؟ جيتوڻيڪ ماءُ ڪي ان جو جواب ڏئي ٿي پر
اھو ٻار جي سمجھ ۾ ايندو؟ ھوءَ مشڪي چوندي ٿي ته
مون توکي ھڪ خانه بدوش مائيءَ کان ٽڪو ڏيئي خريد ڪيو.
انھن تي نوجوان پنو پنھنجو چيو، حضور! وگيان ۽ منش
جي بُڌي ته وڏا وڏا ڪرشما ڪري ڏيکاريا آھن.

حضور جن وراڻيو ته مان ان کان انڪار ڪونه ٿو ڪريان
پر وگيان ۽ منش جي بُڌيءَ صرف پنھنجي دائري ۾ ئي
ڪم ڪيو آھي. وگيان، بُڌي ۽ ترڪ وڌيڪ ۾ وڌيڪ
انومان لڳائي سگھن ٿا، جي ڪڏھن صحيح ثابت ٿين ٿا ته
ڪڏھن غلط. پر جڏھن اسين ھن سنسار جي ھلائڻ واري
جي رھسيمي رازن کي پنھنجي بُڌيءَ ذوارن سمجھڻ جي
ڪوشش ڪندا آھيون ته اساڻي نتيجن جي غلط ھئڻ جو
امڪان پڻ وڌيڪ ٿو رھي. سائنسدان سنسار جي آد ۽ انت

جئسي دوڌ دوڌ ڊڌماکن، ٻن متي پيدا ٿا ڳهي دا.
انسي نت مت ست ساڌن، لب ڏک لشا ڀي دا.
ناهين وهه جوڳ گيان مدرا لت، ٻهه گت اڌر پدبدا.
جو ڪوئي چين ليبهه ٻهه مارڳ، ڪارج هو گيا جيدا.
مرشد ست ڳڳن گورو لکيا، لس من ڪين اسيدا.
عاشق ٻار اڌر لک پاپا، هو گيا ديدم ديدا.

يعني مون پرماتما کي اکين سان ڏٺو آهي. پيا سڀ صرف ٻڌيون ٻڌايل ڳالهيون ٿا ڪن. جڏهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، لالچ وغيره کي جيتيم تڏهن منهنجو من وس ۾ اچي ويو. منهنجي اندر انهد شبد گونجار ڪرڻ لڳو ۽ مون اندر اهو امرت رس پيتو. تيسري تل ۾ پهچڻ سان مونکي پورو وشواس ٿي ويو. اشت دل ڪنول ۾ پهچڻ سان مون برهمانڊ جي مالڪ جو درشن ڪيو. جهڙي رنت کير مان گيهه تڏهن نڪري سگهي ٿو جڏهن پهرين اُنکي جمائي ڏڌ ڪجي ۽ وري ڏڌ کي ولوڙي مکڻ رجائجي، اهڙيءَ ريت مون صحيح ساڌن دواران پياري پرماتما جي هٿان امرت جو پيالو پيتو. اهڙي اوستا يوڳ، گيان يا مدرائن جي ساڌنن اُپمانڻ سان پراپت نٿي ٿئي. اها ڳتي نه انهن سڀني کان نياري آهي. جڏهن مون پنهنجو تن من ۽ روح پوري گوروءَ کي سمپورڻ روپ سان ارپي ڇڏيو تڏهن ئي مون پنهنجي پريتم کي اندر سمک ڏٺو. جنهن نه پياري هن مارگ کي چاتو، ۽ اُن ئي هلي اندر اهو پراپت ڪيو، تنهن پنهنجو ڪارج پورو ڪيو، پنهنجو جنم سڦلو ڪيو.

حضور مهاراج جن وڏيڪ فرمايو ته سچ ته اهو آهي ته جيڪي پرماتما جي هستيءَ ۾ شڪا آڻين ٿا انهن ڪڏهن به صحيح يڪنگ سان ۽ پوري چاه ٿي اُنجي کوج نٿي ڪاله

سج ڪم نروگهن پيو هلي. هر روز سج پنهنجي مقرر وقت
تي اڀرندي کان اڀري سارو ڏينهن دنيا کي پرڪاش ڏيئي
شام جو پنهنجو ڪم سندر چندرما کي سپرد ڪري پاڻ
کي اولهه ۾ لڪائي ڇڏي ٿو. ان کانپوءِ جڳ مڳ تارا نيري
گگن کي روشن ڪن ٿا. ڌرتي پنهنجي محور تي ڪيئن نه
پيئي گهمي جيئن سج جو پرڪاش ڌرتيءَ جي هر حصي
تي پوي. ذرا ڏسو ته سهين ته ڪيئن بيشمار تارا ۽ گرهه،
پنهنجي مقرر ٿيل راهن تي هلي رهيا آهن، پنهنجي مارڳ
کان هڪ انچ به هيڏانهن هوڏانهن نٿا ٿين ۽ نه وري ڪڏهن
پاڻ ۾ ٽڪرجن ٿا. پر توهين ڪيترائي دفعا پڙهندا آهيو ته
ريل گاڏيون ۽ اسٽيمر جنکي قابل انجنير بلڪل هوشياريءَ
سان هلائين ٿا، اهي به پاڻ ۾ ٽڪرندا آهن، پر توهان
ڪڏهن به ڪو تارو ٻئي سان ٽڪرندو ڏٺو آهي؟

ڏسو ڌرتيءَ کي سرسبز ۽ هريو ڀريو بنائڻ لاءِ آڪاش
ڪيئن نه پاڻي برسائي ٿو. ڪهڙي طرح ڪڪر ڏورانهن
سمنڊن تان پاڻي آڻين ٿا ۽ موسمي هوائون ڪيئن نه انهن
کي چوڌاري ڪٽي وڃن ٿيون. نديون ۽ جهرڻا ڪيئن ٿا
زمين کي ريج ڏين. ڪيئن ساڳ، سبزيون ۽ عمدا ميوا ٿا
پيدا ٿين. ڌرتيءَ ڪيئن پنهنجي سيني مان رنگبرنگي سندر،
سگنڌ ۽ سرهاڻ ڀريل گل ڦل پيدا ڪري ٿي! اهو سڀ انسان
جي بڌيءَ کي چڪر ۾ وجهيو ڇڏي. هي سنسار جو وشال
ڪارخانو ڪهڙو نه اٽل ۽ اعليٰ آهي ۽ انجي هر ڪا مشين
ڪيئن نه نيم انوسار ۽ صحيح نموني سان پنهنجو ڪم پيئي
ڪري! پوءِ ڪيئن چئي سگهبو ته اهو سارو ڪاروبار ڪنهن
انجنيئر بنا هلي رهيو آهي؟ نه، هرگز! ائين ڪونهي. انجو به
انجنيئر آهي، پر توهين ان مهان انجنيئر جي اها ڪارگذاري

تڏهن ڏسي سگهندا ۽ سمجهي سگهندا جڏهن توهين صحيح
رهبر ۽ رهنما پاڻ سان ڪڻندا ۽ توهان وٽ ڳهرائي پاس پورٽ
هوندو تڏهن ئي هنجي آئيس ۾ پير پائي سگهندا، هنجي
ڏاڻ ۾ رچي سگهندا.

نوجوان ٻرسٽر پڇيو تہ اهو سڀ قدرتي قانون مطابق
خود بخود تہ ڪونہ ٿي رهيو آهي؟

جواب ۾ حضور جن فرمايو تہ توهين "قدرت" جا ڪي ٿا
سڏيو ۽ انجا قانون قاعدا ڪهڙا آهن؟

ٻرسٽر ورائيو تہ جهڙي ريت سورج جو ڪم ٿي آهي
پرڪاش ۽ گرمي ڏيڻ ۽ چندرما جو سڀاءُ آهي رات جو
سيتل چانڊلي ڦهلائڻ.

حضور جن فرمايو تہ ان ڳالهہ جي ڳهرائيءَ ۾ وڃو، تہ اهي
جڙ شيون ڪي اها قدرتي شڪتي ڪٿان ۽ ڪهڙي طرح ملي.
هي سورج ۽ چندرما ڪنهن ٺاهيا؟ جو صرف سورج گرم آهي
۽ چنڊ ۽ ٿڌو ڇو؟ سردي ۽ گرمي ڪٿان ٿيون اچن؟
سردي گرمي، پرڪاش ۽ اونداهي جو وچار ڪنهن کي
آيو؟ انهن وچارن ڪنهن عملي روپ اختيار ڪيو؟

نوجوان منظور ڪيو تہ سچ پچ اهي ڳالهيون سمجهائيندڙ
۽ پيچيدہ يون آهن.

تنهن تي داتا جن فرمايو تہ ان ۾ الجهڻ جي ڪابہ ڳالهہ
ڪانهي. الجهڻ ۽ مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو جڏهن
اسين آتمڪ منڊل جي کوج ۾ هن جڳ سنسار جي سڀالتن جو
سهارو ٿا وٺون. جڳ حڪمت ۽ جيتن آتما انهن ٻنهي لاءِ ساڳيا
ڏيئون لاڳو ٿي سگهن. آتما هي بہ سائنس آهي ۽ اها
نئين سائنس وانگر سڪي پوندي آهي. هن دنيا جي
حياتي وگيان جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي واهہ واهہ

سال نيهه نيهه سال ڪشالا ڪڍنا پون تا پوءِ به اسين اهآ
هام نٿا هڻي سگهون ته اسان ان وگيان جي مڪمل ڄاڻ
حاصل ڪئي آهي. اسين ان ۾ پورن رِيت ڪشلتا پائي نٿا
سگهون. پر توهين ڏسو ويٺا ته ماڻهو آتم وگيان جي اڀياس
ڪرڻ بنا آتما ۽ پرماتما کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي دعوا
پيا ڪن خاص ڪري جڏهن هيءَ سائنس ٻين سائنسن جي
پيٽ ۾ اُلٽي ڪنن آهي.
ٻئي ستسنگ سيوڪار ڪندي چيو ته حضور! اهين ٺيڪ آهي. ✻

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته مان توهانجي ويچار لاءِ
هڪ ٻي ڳالهه جو ذڪر ڪريان ٿو. توهين انسان جي شرير
کي ٿي ڏسو. پنج تت، پرٿوي، پاڻي، اُگني، وايو ۽
آڪاش جن مان هي شرير اُهيو آهي سي هڪ ٻئي جا وروڌي
آهن، ڪهڙي نه قابليت ۽ ڪاريگريءَ سان هڪ ٻئي سان
ملي انساني شرير ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. پاڻي باهه کي
وسائي ڇڏي ٿو، وايو پاڻيءَ کي سڪائي ڇڏي ٿي ۽ پرٿوي
اُنهن سڀني کي کائي ڇڏي ٿي. پر اُهي پنج ئي تت، جي هڪ
ٻئي جا دشمن آهن، انساني شرير کي هلائڻ لاءِ ڪيئن نه قرب
۾ جڪڙيل آهن. ڇا اسانجو شرير پاڻ کان پاڻهي پيو هلي؟
توهين ڏسندا آهيو ته موت کانپوءِ شرير زمين تي اڳين
وانگر انين جو انين پيو هوندو آهي پر اها وستو هنجي اندران
نڪري وڃي ٿي، جنهن هنکي هلايو چلايو ٿي. اها
ڪهڙي وستو هئي جنهن شرير کي سَتا ٿي بخشي، اُنکي
هلايو چلايو ٿي؟ توهين چوندا ته پران، پر اُنهن پرانن کي
هلائڻ وارو ڪير آهي؟ من؟ چڱو من کي ڪير ٿو هلائي؟
آتما؟ برابر اها آتما ئي آهي جنهنکي پرڪاش ۽ جيون ان
شڪتيءَ جي پيدا ر مان ملي ٿو جنهنجو ازغيبي ۽ ادرشت

تڏهن ڏسي سگهندا ۽ سمجهي سگهندا جڏهن توهين صحيح رهبر ۽ رهنما پاڻ سان ڪندا ۽ توهان وٽ گهربل پاس پورٽ هوندو تڏهن ئي هتي آئيس ۾ پير پائي سگهندا، هتجي ذات ۾ وڃي سگهندا.

نوجوان پرسترا پڇيو ته اهو سڀ قدرتي قانون مطابق خودبخود نه ٿو ٿي رهيو آهي؟

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته توهين ”قدرت“ جنهن کي ٿا سڏيو ۽ انجا قانون قاعدا ڪهڙا آهن؟

پرسترا وراڻيو ته جهڙي ريت سورج جو ڪم ئي آهي پرڪاش ۽ گرمي ڏيڻ ۽ چندرما جو سڀاءُ آهي رات جو سيتل چانڊاڻي ڦهلائڻ.

حضور جن فرمايو ته ان ڳالهه جي گهرائيءَ ۾ وڃو، ته انهن جڙ شين کي اها قدرتي شڪتي ڪٿان ۽ ڪهڙي طرح ملي. هي سورج ۽ چندرما ڪٿان آيا؟ جو صرف سورج گرم آهي پر چنڊ ۽ ڌرتي نه؟ سردي ۽ گرمي ڪٿان ٿيون اچن؟ سردي گرمي، پرڪاش ۽ انڌڪار پالڻ جو ويچار ڪنهن ڪيو؟ انهن ويچارن ڪنهن عملي روپ اختيار ڪيو؟

نوجوان منظور ڪيو ته سچ پچ اهي ڳالهيون منجهائيندڙ ۽ پيچيديون آهن.

تنهن تي داتا جن فرمايو ته ان ۾ الجهن جي ڪا به ڳالهه ڪانهي. الجهن ۽ موجهارو پيدا ٿي ٿو تڏهن جڏهن اسين آتمڪ منڊل جي کوج ۾ هن جڙ سنسار جي سڌانتن سان ويچارڻ ٿا وٺون. جڙ حڪمت ۽ چيتن آتما انهن پنهنجي لاءِ سائنس قانون لاڳو ٿي نٿو سگهي. آتما جي به سائنس آهي ۽ اها پڻ پنهنجي سائنس وانگر پڪي پختي ٿيندي آهي. هن دنيا جي معمولي وڪيل جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي وڏو وڏو

سال اُيهه اُيهه سال ڪشالا ڪڍڻا پون ٿا پوءِ ٻه اسين اها
هام نٿا هڻي سگهون تہ اسان ان وگيان جي مڪمل ڄاڻ
حاصل ڪئي آهي. اسين ان ۾ پورن ريت ڪشلتا پائي نٿا
سگهون. پر توهين ڏسو ويٺا تہ ماڻهو آتم وگيان جي اڀياس
ڪرڻ بنا آتما ۽ پرماتما کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي دعوي
پيا ڪن خاص ڪري جڏهن هيءُ سائنس بين سائنسن جي
ڀيٽ ۾ اُلٽي ڪئي آهي.
هڙيسٽر سوڍڪار ڪندي چيو تہ حضور! ائين ٺيڪ آهي.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو تہ مان توهانجي ويچار لاءِ
هڪ ٻي ڳالهہ جو ذڪر ڪريان ٿو. توهين انسان جي شرير
کي ٿي ڏسو. پنج تت، پرٿوي، پاڻي، اَگني، وايو ۽
آڪاش جن مان هي شرير اُڀيو آهي سي هڪ ٻئي جا وروڌي
آهن، ڪهڙي نہ قابليت ۽ ڪاريگريءَ سان هڪ ٻئي سان
مِلي انساني شرير ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. پاڻي باهہ کي
وسائي ڇڏي ٿو، وايو پاڻيءَ کي سڪائي ڇڏي ٿي ۽ پرٿوي
اُنهن سڀني کي کائي ڇڏي ٿي. پر اُهي پنج ئي تت، جي هڪ
ٻئي جا دشمن آهن، انساني شرير کي هلائڻ لاءِ ڪيئن نہ قرب
۾ جڪڙيل آهن. ڇا اسانجو شرير پاڻ کان پاڻهي پيو هلي؟
توهين ڏسندا آهيو تہ موت کانپوءِ شرير زمين تي اڳئين
وانگر ائين جو ائين پيو هوندو آهي پر اها وستو هنجي اندران
نڪري وڃي ٿي، جنهن هنکي هلايو چلايو ٿي. اها
ڪهڙي وستو هئي جنهن شرير کي سٽا ٿي بخشي، اُنکي
هلايو چلايو ٿي؟ توهين چوندا تہ پران، پر اُنهن پرانن کي
هلائڻ وارو ڪير آهي؟ من؟ چڱو من کي ڪير ٿو هلائي؟
آتما؟ برابر اها آتما ئي آهي جنهنکي پرڪاش ۽ جيون ان
شڪتيءَ جي ڀنڊار مان ملي ٿو جنهنجو ازغيبي ۽ ادرشت

هت هن سرشٽيءَ جي مشينن کي هلائي ٿو. پر ڪن ورلي
سنتن مهاتمائن ڪانسواءِ، جنکي ان رهسيه ۽ راز جي ڄاڻ
آهي، اهو پرماتما ڪنهنکي به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. پرڪرتيءَ
۾ ڪابه ڪرپا، ڪرتا ٻنا ڪي نٿي سگهي. هنجي حڪم
ڪانسواءِ وڻ جو پن به چُري نٿو سگهي.

نوجوان بئرسٽر چيو حضور اوهانجي وڏي مهرباني.
توهين ڪيئن نه سٺي ڳالهين کي سهڻي ۽ سليس ٻولي ۾
سمجهايو ٿا.

حضور جن فرمايو نه درحقيقت جو هڪ ڌڻي مالڪ جي
موجودگيءَ جو اظهار پيو ڪري. قدرت ۾ توهانکي ڪيڏي
نه سندرتا، ڪاريگري، ڪلا ۽ چترائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي.
سرشٽيءَ ۾ ڪيئن نه هرڪا شيءِ باضابطي، لبر ۽ ڏاهپ سان
رٿي وئي آهي. جيڪڏهن اوهو ڪو رٿيندڙ نه آهي ته پوءِ
هيءَ سجاوٽ، سارو انتظام ۽ بالترتيب بندوبست ڪيئن ٿو
ٿئي ۽ اها ساري سوجهه ڪٿان ٿي اچي؟ ذرو ذرو ان
سرجڻهار جي سونهن ۽ وڏائيءَ جو اظهار پيو ڪري. پر جيئن
مان اڳ ۾ ٻڌائي چڪو آهيان نه پرماتما جي پراپتيءَ جي
مارگ ۾ اسانجي بدي بلڪل محدود ۽ لچ آهي ۽ ان راهه
۾ رهنمائي ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهي. ان مارگ ۾ اسانکي
ٻنهجي لوقت جو سهارو وٺڻو پوي ٿو.

روحاني ابياس دوران اسانکي اها اندرين اک کولڻي
پوي ٿي. هڏهن اندر پرماتما جو درشن ٿئي ٿو سو پوءِ
باهر ڪٿي ڪٿي ۽ ڪن ڪن ۾ هنجو ظهور پسجي ٿو.
سنتن کي هر هر سمي ۽ هر استان تي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڇا
اها حيرت پري ڳالهه ڪانهي جو دنيا ڊاڪٽرن، سائنسدان
انجنيرن نا اهن جي ڪوجنائن تي ڪنهن نه سنکوچ يا

سندس بنا اعتبار تي ڪري پر سنتن جي وچن تي وشواس
رکي جي پنهنجي ذاتي انڀو دوارا چون ٿا ته اسان
پرماتما کي پنهنجي اندر اکين سان ڏٺو آهي.

اني راءِ روشن لعل چيو ته حضور! مان ائين چوڻ کانسواءِ
رهي نٿو سگهان ته توهانجي سمجهائڻ جو طريقو ڪهڙو نه
عجيب آهي جو مشڪل کان مشڪل مضمون کي به توهين
سرل ۽ سليس بڻائي ٿا ڇڏيو.

نوجوان انجنيئر پڇيو ته حضور! توهانجي مت جي ڪهڙي
خاص خوبي آهي؟ يعني ٻين مت متانترن جي ڀيٽ ۾
توهانجي مارگ جون ڪهڙيون خاص وصفون آهن؟

حضور جن اتر ڏيندي فرمايو ته سنت مت جي اها خاص
وشيشتا آهي جو انجا سادڪ پنهنجي وزتي ٻاهران هٽائي
انترمک ڪندا آهن ۽ پنهنجي نج ڌام پهچندا آهن. پر عام
ماڻهن جي وزتي ٻاهر مکي هوندي آهي جتي دک ڪليش
۽ پريشانيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه ڪينهي. سنت چون ٿا ته
توهانجو اُپائڻهار توهانجي اندر آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي
اندر وڃي پرماتما کي ڏسو. مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جي آسري
تي نه لڳو. جيتري ئي جلدي پراپت ڪريو. سوچيو! ته
هڪ اڻپڙهيل آدمي جنهنکي الف بي جي بوجهه ڪانهي
سو موت کانپوءِ ايم. اي ڪيئن بڻجي سگهندو؟ زندگيءَ ۾
چور آهي اهو موت کانپوءِ سادو ڪيئن ٿي سگهندو؟ تنهن ڪري
مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جون ڳالهيون سڀ بيسود آهن.

بزرگ پادريءَ چيو ته حضور! مان ڪجهه سوال پڇي
سگهان ٿو؟

حضور جن وراڻيو، "وڏي خوشيءَ سان."

پادريءَ چيو ته يسوع مسيح جي باري ۾ توهانجي

ڪهڙي راهه آهي؟

حضور جن فرمايو، ”يسوع مسيح جي زندگيءَ جي ڪهڙي پهلوءَ جي باري ۾ مهنجي راءِ ڄاڻڻ ٿا چاهيو؟“

پادريءَ چيو ته هنجي شخصيت، ۽ هنجي ڌرم بابت توهانجي ڪهڙي راءِ آهي؟

ڏاتاجن ورائيو ته هو اعليٰ درجي جو پيغمبر هو. هنجي ڌرم، سنسار ۾ ڪمترائي مهان پرش پيدا ڪيا آهن.

پادريءَ چيو ته مان اهو پڇڻ چاهيان ٿو ته هڪ ڌارمڪ نيتا جي حيثيت ۾ هنجو ڪهڙو درجو آهي؟

حضور جن فرمايو ته مونکي معاف ڪجو. اسانکي ڪنهنجي به شخصيت تي راءِ ڏيڻ نه گهرجي، خاص ڪري ڌارمڪ نيتائن جي باري ۾. ان مان لکي وري لکي سري. اهو بهتر ٿيندو ته ڌارمڪ نيتائن کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ۽ هنجي هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري سندن پوئلڳن جي ڀاونائن کي نه ڏکوئجي.

پادريءَ پڇيو ته سنت مت جي سڌانت موجب ڪرائيسٽ هڪ سنت هو؟

حضور جن ڪيس چيو ته مونکي معاف ڪجو. اهڙن بحثن مان ڪجهه به ورڻو ڪونهي. توهين مونکي غلط نه سمجهجو.

ان تي پادريءَ چيو ته حضور ٻيا هيڪلاهن ڪير حيثيت تي ڄاڻڻ چاهي ته پوءِ ......

حضور جن جواب ڏنو ته انکي اهڙي ڄاڻ سين ٻاڻ تي ڪرڻ گهرجي. توهانجي ديسواسي ڊاڪٽر جانسن سنت مت تي 'دي پاٿ آف دي ماسٽرس' ''The Path of the Masters' نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي. مان اوهانجي هڪ ڪاپي توهان کي ڏيندس. اهو پستڪ وچار جوڳو پستڪ آهي ۽ ان ۾

پرمارٿ باٻت ڪافي لکيو ويو آهي. لوهين اهو پستڪ گهري ڌيان ۽ ويچار سان پڙهو ۽ پوءِ پاڻ ئي سنت مت جي سکيائن کي عيسائي ڌرم جي سکيائن سان ڀيٽيو. ان ۾ توهانجي سڀني سوالن جا جواب اچي ويندا.

انهن ني نوجوان انگريز پڇيو ته اڄ ڪلهه جي زماني ۾ حضرت عيسىٰ جي اها سکيا ڪيتري قدر وهنوارڪ ۽ عمل جوڳي آهي ته جيڪڏهن ڪير هڪ ڳلي تي چماٽ هڻي ته اُن کي ٻيو ڳلو به وراڻي ڏيو ۽ جيڪڏهن ڪو قميص کڻي ته اُنکي ڪوٽ به لاهي ڏيو. اصل ۾ انهن وچن دوارا حضرت عيسىٰ اسانکي ڇا ٿي سمجهائڻ چاهيو؟

دين ديال ستگورن فرمايو ته انهن وچن دوارا حضرت عيسىٰ اهو ئي سمجهائڻ چاهيو ٿي جو انهن جو صحيح اکري مطلب آهي. اڄ جي جڙ وادي دنيا کي ڀلي اها سکيا عجيب يا غير عملي لڳي پر هڪ سچي جگياسو ۽ پرانڻ جي ٽماٽي پرامي ۽ کي اها اولڪ سکيا هر سمي ۽ هر جڳهه ۾ پورڻ، عملي ۽ صحيح لڳندي. پر سوال آهي ته مٺ ڇاڪي تو وڏڪ مهتو ڏني - هن دنيا جي موج ۽ مزن کي ڪين پرلوڪ جي اڻ ڏٺي آنند کي؟

پادري پروفيسر چيو ته هڪ ٻيو به سوال پڇڻ چاهيان ٿو. من ۾ اٿندڙ برن ويچارن کي ڪيئن روڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته سوال ته ڏاڍو سٺو آهي پر ان جي جواب لاءِ ڪافي مدت ستسنگ ڪرڻ جي ضرورت آهي. توهي ۾ ائين چئجي ته جيڪڏهن ڪڏهن ڪي غلط ويچار ستائين ٿا ته انهن کي روڪڻ لاءِ، سٺن ويچارن جو ڌيان ڪجي. سٺا پستڪ پڙهڻ ان راهه ۾ وڏي هٿي ٿا ڏين. ڪاڏي جو اسانجي من تي گهرو اثر ٿئي ٿو. اسانجو پوڄن سانوڪ هٿرا

گھرجي، ته ڪا مسڪ يا راڄسڪ. نوجوانن کي ٻهڳجي
ڪاڌي ۾ چڱي چرٻي ساوڌاني رکڻ کپي. آزمائش طور شراب
۽ ماس آهار يعني گوشت، بيضا، مڇي وغيره کائڻ کان
هڪ مهينو ڪنارو ڪيو، ڏسو ته ڇا ته اُنجو اثر ٿو ٿئي! پر
سڀ کان ڏيڍي مدد پورن ستگوروءَ کان ملي ٿي جو ٻهڳجي
ششن شيوڪن کي مايا جي قربن ۽ ڦندن کان اڇالڻ جي
ذميواري پاڻ تي هموار ڪندو آهي.

پروفيسر حضور جن جا شڪرانا مڃيندي چيو ته کاڌي
متعلق توهانجي هدايت تمام سٺي آهي. مان به اُهڙي آزمائش
ڪري ڏسندس. پر حضور سالوڪ پدجن جا ڪي ٿا سڏبا؟

حضور جن فرمايو ته سالوڪ پدجن اهو آهي جو من کي
شانت، سنتوشي ۽ سيتل رکي. پرمارٿ جي راهه ۾ وڌندڙ
ساڌڪ کائڻ پيئڻ جو اثرو ته جلد اثر گرهڻ ڪري ٿو جو
ڀل يا بيخياليءَ وچان اسالوڪ پدجن جو ذرو به هنجي کاڌي
۾ ملي وڃڻ ڪري ٿن ۾ راڄسڪ خيال يعني بيچيني وغيره ۽
تامسڪ ورتيون جهڙوڪ آلس آدي اچي ٿيون وڃن.

پروفيسر عرض ڪيو ته ڪرپا ڪري اسانکي اهن ٽنهي
قسمن جي پدجن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون شامل آهن آهي
کولي سمجهايو.

حضور جن فرمايو ته ها، مان توهانکي کولي ٿو سمجهايان.

لتن جا ٽي گڻ آهن - ستو، رجو ۽ تمو. سرشٽيءَ جي
رچنا ۾ اهي مکيه انگ آهن. ستوگڻ سالوڪ اُتپتي ڪري
ٿو. رجوگڻ پالڻ پوش ڪري ٿو ۽ تموگڻ ناس ڪري ٿو.
توهين ڏسندا ته سرشٽيءَ ۾ هر هنڌ اُهي ٽئي شڪتيون
ايئون ڪم ڪن. هندن شاسترن ۾ انهن ٽنهي شڪتين کي
برهما، وشنو ۽ مهيش ڪري سڏيو ويو آهي. برهما سرشٽيءَ

جو رچيندڙ آهي، وشدو پالڻ پوشڻ ڪندڙ آهي. هو سنسار کي رزق تو رسائي ۽ شو پا مهيش هن سنسار جي پرلئه ڪندڙ يا نياس ڪندڙ آهي. اها ٽموريل آهي جا ساري سنسار جو چرخو هلائي رهي آهي ۽ جا هر ذري ۽ ڪڻ ڪڻ ۾ ڪم ڪندي نظر اچي ٿي.

انهن ٽنهي جي ماترا ۾ گهٽ وڌائي هئڻ سبب پدارٿن جا الڳ الڳ آڪار ۽ روپ ٺهي پون ٿا. آهي ٽيئي گڻ پدارٿن ۾ ڦير گهير ڪندا رهن ٿا. عام طور انهن ٽنهي گڻن مان جيڪو به گڻ ڪنهن به پدارٿ ۾ اڌڪ ماترا ۾ ٿئي ٿو، اهو ئي ان پدارٿ جي خاصيت يا وشيشتا جو ڪارڻ بڻجي ٿو. باقي بيا به گڻ بهرئين گڻ جي زير اثر رهن ٿا ۽ انهن جو ڪو خاص اثر نٿو رهي. انهن جون خاصيتون آهن (١) شانتي - (٢) ڦرتي - (٣) سستي. جن ماڻهن ۾ ستوگڻ زياده هوندو آهي، آهي خوشمزاج، سمجهو ۽ شانت پسند ٿيندا آهن. راجسي سڀاءَ وارا ماڻهو چنچل مستي ۽ اشانت رهندا آهن. تامسي سڀاءَ وارا وري سست، ڍلا ڍالا ۽ ٿوري عقل وارا هوندا آهن. مون ٻڌايو ته به پدايو آهي ته اسين جهڙو اَن کائون ٿا، اساڃي من جون ورتيون به اهڙيون بڻجن ٿيون. جيڪي ماس آهاري آهن، انهنجو سڀاءُ به وحشي ۽ خونخوار بڻجو پوي. ساتوڪ ڀوڄن شانتي، سيتلتا، پيار ۽ ميناج پيدا ڪري ٿو. ساتوڪ کاڌا آهن - کڻڪ، چانور، جوءِ، مڱن جي دال، کير، مکڻ، سايون ڀاڄيون ۽ جلد هضم ٿيندڙ ميوا. ساتوڪ ڀوڄن به حد کان ٻاهر ورتائڻ سان تامسڪ بڻجي پوي ٿو. کاڌو نه تمام گهڻو هئڻ گهرجي نه تمام ٿورو. کاڌو اهو ورتائڻ کپي جو نه قبضي ڪري، نڪي ٻاري لڳي يا ٻي چنتي پيدا ڪري. هرهڪ

شخص کي ٻاڦ تي ڏسڻ کھرجي ۽ ھنکي جا ٽو ٻاھ ٻوي ۽
کيترو ٽو ٻاھ ٻوي. يورپ ۽ آمريڪا وارن لاءِ
اھو ٽي ڪالي آھي ۽ ھو ماس مڇي، بيدن ۽ شراب کان
ڪنارو ڪن.

برما جي چاھڪ کي راجسي ٽوڙي ٽامسي ڪاڏن کان
بچڻ کپي. ان جو سبب پڌرو پيو آھي. ماس کائڻ سان
ماڻھو ٻرد ٽي ۽ ڪروڌي ٿيڄي ٿو. ٻاروڻو کاڌو ماڻھوءَ ۾
سستي ۽ آلس آڻي ٿو. سادو کاڌو، صحيح ماترا ۾ کائڻ سان
ماڻھوءَ جي ٻڌي ٽرمل رھي ٿي، ھو شانت چت، چست ۽
ٽڙيلو رھي ٿو. ھڪ ساڌڪ (جنھن دنيا مان رٽائر ڪري،
پرماتما جي پراپتي ٿي پنھنجو مول مقصد ٺاھيو آھي) کي
صرف ۾ ڏنڻا ٽي ھر روز ٻاڄن ڪرڻ گھرجي ۽ جي ھڪ
ٻيرو ڪري ته ٻاڦ وڌيڪ سٺو. پر ھل ٻيت آلمڪ اپاس ۾
وڏي رڪاوٽ آھي. اھو غلط خيال آھي ته گھٽو کاڌو کائيو
ته گھٽي طاقت ايندي. حقيقت ۾ اسانجو کاڌو ضرورت کان
وڌيڪ آھي. جنھن کي زبان جو چڪو آھي اھو ورلي اپاسي
ٿيڄي سگھي ٿو.

ان وقت شام جا ٦ لڳا ھئا ۽ سڀ اھي چڪو ھو. حضور جن
پادريس کي چيو ته توھانجو کھڙو پروگرام آھي. توھين
لاھور ڪڏھن تا وڃڻ چاھيو؟

بزرگ پادريءَ وراڻيو ته حضور ٿورن ته اسانجو خيال
اڄ شام جوٽي وڃڻ جو ھو پر "ڪورو" ٻابت اڃا مولڪي
وڌيڪ ڪجھ سمجھڻو آھي. اھا ڳالھ اڃان منھنجي خيال ۾
ڪانہ ويٺي آھي. پر مولڪي سڌ ڪاٿي ته اسين ھتي وڌيڪ
ڪين ٽرسي سگھنداسين جو جو سڀاڻي صبح جو ١٠ ٻجي
لاھور پھچڻو آھي.

حضور جن فرمايو ته توهين فڪر نه ڪريو. سڀ انتظام ٿي ويندو. رات پنهنجي آهي. هيٺ پل توهين وڃي ۽ ڪلاڪ ڪن آرام ڪريو پوءِ ماڻي کائي ٨ بجي وڏي خوشيءَ سان مون وٽ اچي سگهو ٿا.

نوجوان اڱ اسٽر چيو ته اٺين ڏاڍو سٺو ٿيندو. گورو جي! اها ته توهانجي وڏي ديا آهي.

تنهن کانپوءِ حضور جن راءِ بهادر مناعل ۽ ان جي ساٿين کي چيو ته توهانکي وٽي ته توهين ۽ پلي اچجو.

## ۴. ستسنگ

شام جو پهوري الين اچي سب حضور مهاراج جن جي ڪمري ۾ ٻهچي ويا.

حضور جن وڏي پادريءَ کي چيو ته توهين ٻڌايو ته گرو؛ جي باري ۾ ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو؟

نوجوان پرنسٽر وچ ۾ ٻي چيو ته حضور! سب ڪجهه. جو جو ان باري ۾ اسانکي پوري ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن فرمايو ته چڱو مان توهانکي خود سنتن جا وچن ٻڌائيندس ته گرو؛ جي باري ۾ هنن جا ڪهڙا ويچار آهن ۽ هو ڇا ٿا چون.

پروفيسر وشواس پرٽي لوح ۾ چيو اهو ڏاڍو ٺيڪ ٿيندو.

حضور جن مون کان ٻهنجي ڪتابن جي ڪٿت مان سوامي جي مهاراج جن جو سار ٻچن پستڪ گهرايو ۽ کولي مولکي 'راڌاسوامي ڌرا تر روپه جڳت مين، گرو هوئي جيو چتائي' وارو شبد پڙهڻ لاءِ چيائون. پوءِ پادرين کي چيائون ته مان پهرين سوامي جن جي وچن سان شروع ڪريان ٿو ۽ پوءِ سوامي جن جي وچن جي تائيد ۾ ٻين سنتن جا حوالا پيش ڏيندس. سوامي جن فرمائين ٿا ته پرمالما منش جو چولو ڏاڍو ڪري جيون کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ گرو ٿيجي هن جڳ ۾ اچي ٿو. هو جيون کي پنهنجي نج گهر جي ياد ٿو ڏياري ته توهين ڪل مالڪ جو انش آهيو. پوءِ جيڪي هن ۾ وشواس ڪن ٿا انهنکي هو واپس پنهنجي نج ڌام وٺي ٿو وڃي.

پادريءَ ڏانهن مخاطب ٿيندي حضور جن ڪين چيو تہ شايد ان ڳالهہ تي وشواس ڪرڻ توهان کي مشڪل لڳي پر بائيبل ۾ بہ انهن تي چيل آهي تہ "Word made flesh" "شبد تي شرير ڌارڻ ڪيو." ورڊ (شبد) يا لوگاس پرماتما آهي، اپاٺهار آهي. بائيبل جي پهرئين باب ۾ ان ڳالهہ جي پوري تائيد ٿيل آهي. توهان سڀني کي ان بابت خبر آهي. اهو ڪجهہ هن طرح لکيل آهي. "آد ۾ شبد هو. شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهہ شبد دواران بڻايو ويو ۽ ڪابہ شيءِ ڪانہ ٿي جا شبد بنا ٿي هجي. اهو شبد ئي شرير ڌارڻ ڪري عيسيٰ جي روپ ۾ سنسار کي نجات ڏيڻ لاءِ آيو." مونکي اميد آهي تہ الهيءَ باري ۾ مت ڀيد جي ڪا گنجائش ڪانهي.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ پنجاب جي هڪ مسلمان درويش بلي شاهہ پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي "مولا آدمي بن آيا." يعني پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري اچي ٿو.

گورو ارجن ديو بہ ٿي تڙڪ فرمائين ٿا:-

"هرجي نام پرڳٽيو رامداس"

مولانا روم تہ اڃا بہ ہِ قدم اڳتي وڃن ٿا تہ مرشد ۾ خدا ۽ پيغمبر ٻئي سمايا پيا آهن.

شمس تبريز فرمائي ٿو تہ

آن بادشاهہ اعظم در بود بست محڪم،

پوشيدہ دلَ کي آدم ـ يعني ڪ برد و آمد.

ان شاهن جي شاهہ پنهنجي محل جو دروازو بلڪل ٺاهہ بند ڪري رکيو آهي. پوءِ هو انساني جامو پهري ان دروازي کي کولڻ لاءِ لهي اچي ٿو.

گرو ارجن ديو فرمائين ٿا تہ
”گرو ڪرتا گرو ڪرڻي جوڳ:“
گرو ڪرتا آهي گرو سڀ ڪجهہ ڪرڻ وارو آهي.
گروءَ جي ڀيٽ کان ٻي ڪجهہ ڪونهي. هن جو لکيو حڪم
ٽرو ورلجي.
گرو صاحب جن وڌيڪ فرمائين ٿا تہ گرو سرو شڪتوان،
سرو وياپي ۽ نرآڪار آهي، ڪل مالڪ آهي، اگم آهي،
بي انت آهي، اڪٿ آهي. هنجو ورڻن ڪرڻ انسان جي
ڀيٽ کان ٻري آهي.
گرو نانڪ صاحب جن جي باڻي آهي:-
”سمند ورول شرير هم ديکيا اِڪ وسط اَنوپ دکائي،
گرو گوبند، گوبند گرو هي، نانڪ ڀيد نہ ڀائي.“
ارٿات- هن شرير روپي سمنڊ کي مون واريو هڪ
عجيب ڳالهہ ڏٺي تہ گرو پرماتما آهي ۽ پرماتما ئي گرو
آهي. ٻنهي ۾ ڪوبہ ڀيد ڪونهي.
هڪ پير ايران جو مهاتما فرمائي ٿو:-
”نوري حق ظاهر بَود اندر ولي“
سنت جي اندر پرماتما جو پرڪاش صاف نظر اچي ٿو،
جيڪي پنهنجي اندر جي اک کولن ٿا اهي ئي ان کي ڏسي
سگهن ٿا. ڪبير، دادو، پلٽو ۽ ٻين سڀني سنتن جو
اهو ئي ڪٿن آهي.
پادري پروفيسر جيو نہ ڪرائيسٽ ۾ فرمايو آهي تہ مان
۽ منهنجو پتا هڪ آهيون، منهنجي هدايت انوسار هلو تہ
توهين پرماتما جي بادشاهت ۾ پهچي ويندا.
حضور مهاراج جن فرمايو تہ هاڻي اِن ڳالهہ کي انهي لفظ لڳاءِ
سان سوچيو. سمجهو تہ توهانجو ٦ سالن جو ٻار هڪڙي ڏينهن
صبح جو پنهنجن ٻارن دوستن سان گڏجي گهر کان دور کو

ميلو ڏسڻ وڃي ٿو. شام جو ڪو تيز طوفان اچي ٿو ۽ سڀ
ٻار ان جي لپيٽ ۾ اچي ٿا وڃن. ٻيا سڀ ٻار گھر پهچي
وڃن ٿا پر توهانجو پٽ گھر ڪونہ ٿو اچي. رات ٿي وڃي
ٿي پر توهانجو ٻار لاپتہ آهي. توهانجي پتني روئندي رڙندي
توهانجي آفيس يا ڪلب ۾ اچي توهانکي ٻڌائي ٿي تہ ٻار
اڃا ڪونہ موٽيو آهي. اوڏي مهل توهين پنهنجو ٽوپلو يا
لڪڻ کڻي ٻما ٿي ٻار جي ڳولا ۾ ڪين وٺي ڀوڙندا؟ ضرور،
توهين وٺي ڀڄندا. ٺيڪ اهڙي طرح اسانجو پرمپتا جو دنيا
مهر پيار ۽ همدرديءَ جو ساگر آهي اهو پنهنجن ٻچن
کي هن دک درد، غمن ۽ گوندرن ڀريئي سمنڊ مان ڪين
ٻار اُڪاريندو؟

هيءَ دنيا تہ هڪ وڏو جيلخانو آهي جنهن ۾ آتمائون قيد
آهن. هن ڪشٽن ۽ ڪليشن واري دنيا ۾ اسانجي زندگي
ڪهڙي آهي! موت هر وقت اسانکي تڪي رهيو آهي.
استري اولاد، ڪٽنب قبيلو، مطلب تہ ڪوبہ هن کان بچي
نٿو سگهي. اهو خوف هر وقت دل تي رهي ٿو تہ اهي
سڀ اسانکان وڇڙي ويندا. سڀ جيو موت، مرض ۽ وناش
جو شڪار بڻجن ٿا. هن ساري دنيا ۾ توهانکي ڪوبہ سرو
سکي ڪونہ ملندو. هڪڙو پنهنجي استريءَ جي مرليو هٿڻ
سبب ڳچ ڳاڙي رهيو آهي تہ ٻيو وري هنجون پيو هاري جو
سندس استري چنچل آهي. ڪو پٽ لاءِ اُرداسون پيو
ڪري تہ ڪو پيءُ جي موت لاءِ جهولي ڦهلائي بيٺو آهي.

اسپتالن ۾ وڃي ڏسو، ڪچهرين ۽ جيلن ۾ وڃي ڏسو،
سڀ هنڌ دک درد ڇانيو پيو آهي. ڪنهن کان بہ پڇي ڏسو
تہ توهان سکي آهيو؟ هو پنهنجي دردن جو داستان ڪولڻ
شروع ڪندو. ڪو پنهنجي پٽ جي موت تي ڳوڙها ڳاڙي

رهيو آهي نه ڪو ڏيءَ جي وڏوا ٻڌجن ٿي دکي آهي. ڪو بيماريءَ سبب تنگ آهي نه ڪو غريبيءَ سبب پريشان! ٻئي طرف بيروزگاري بي حال ڪري رهي آهي. هتي نه راجا به دکي نه رعيت به دکي. راجائون، رائيون، شهزادا، ڪروڙپتي، ڪارخانيدار، وڏا وڏا واپاري هرڪو چنتائن جي چڪيءَ ۾ پيسجي رهيو آهي. جڏهن شاهوڪارن سان اهڙي ويڌن آهي نه وچارن غريبن جي ڳالهه ئي ڪهڙي ڪجي! مرض، مفلسي ۽ مصيبتون ٿيون هميشه ڏاج آهن. گرفتاريءَ جا وارانٽ، سامان جي ضبطي، قرض نه چڪائڻ ڪري جيل جي سزا، ارڏور ۽ بي عزتي - اهي سڀ هنن لاءِ روزمره جون ڪهاڻيون آهن.

شايد توهين چوندا ته ڪلاڪي ماڻهن وٽ سڀ دنيوي نعمتون ميسر آهن ۽ انڪري هو ضرور سکي هوندو. هن وٽ بيشمار دولت، سندر استري، سعادتمند اولاد، شهر ۾ عاليشان محلات، شهر کان ٻاهر سهڻو بنگلو، سير تماشي لاءِ موٽر آهي ۽ وردي پهريل نوڪر چاڪر هن جي چاڪريءَ لاءِ هٿ ٻڌيو حاضر بيٺا آهن. باقي هن وٽ ڪمي ڪهڙي آهي؟ توهين صحيح ٿا چئو پر هن وٽ رهي ڪالٽس پڇو ته ڇا ته سکي آهين؟ ڏسو ته ڪهڙا ٿو سور روئي. اهڙي ئي موقعو هوجو گورو نانڪ صاحب جن جي مک مان هي واڪ نڪتا:
”نانڪ دکيا سڀ سنسار، سو سکيا جس نام آڌار“
سهڄو ٻائي - راجستان جي مشهور مهاتما جو هڪ دوهو آهي:

”ڌن ونتي دکيا سڀئي، نرڌن دک ڪا روپ،
ساڌ سکي سهڄو ڪهي، پائي ڀڳت انوپ.“

ارٿات - مون سڀني ڌن وانن ۽ اميرن کي دکي ڏٺو آهي، غريب ۽ نرڌن نه آهن ئي دکن ۽ ڪلپن جو روپ. سکي

۽ مالڪ جا ڀڳت آهن جن سک ۽ شانتي پراپت ڪرڻ لاءِ
پنهنجو نالو پريم ۽ ساڻ جوڙي رکيو آهي. ڌن دولت مان
ڪڏهن به سک ۽ سنتوش نٿو ملي سگهي. جي ائين هجي
ها ته ڪروڙن ۽ اربن جو خاوند راڪيفيلر پنهنجي ڪارخاني
جي هڪ مزور کي، جو پٽيءَ تي بوجهه کڻيو پئي ويو، ڏسي
کين چئي ها ته ڪو منهنجي ساري پونجي وٺي ۽ اُن جي
عيوض هن مزور جي تندرستي مونکي ڏئي.

ڌن دولت دنيا جي سڀني دکن ۽ مصيبتن جو ڪارڻ
ڪٿي نه به هجي پر سک ڏيڻ واري شيءِ به نه ڪانهي.
اها فاني ۽ ڪڻ ڀنگر آهي، اڄ هڪ وٽ ته سڀاڻ ٻئي وٽ.
اها انسان کي اوڇي، مغرور، سنگدل ۽ نردئي بڻائي ٿي.
هڪ مهاتما جو ڪٿن آهي:-

”پاپان باجهون هوءِ نه ڪٺي، مئي ساٿ نه جائي.“

يعني ان ڌن دولت کي ڪٺي ڪرڻ ۾ منش کي انيڪ
عيب پاپ ڪرڻا پون ٿا پر موت سمي نه اها ڪجهه مدد
ٿي ڪري سگهي ۽ نه ساڻ ٿي هلي. عيش عشرت ۾ پيا
دنيوي ڀوڳن ۾ ڪا خوشي ڪانهي. ڀوڳن جو نتيجو آهي
روڳ. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته عيش عشرت
واري زندگي دکن جو گهر آهي. اندرين جي سوادن ڪري
انيڪ بيمارئون ڀوڳڻيون پون ٿيون ۽ اهڙن ماڻهن جو انت
سمو به ڏاڍو دکدائي ٿئي ٿو. اهڙو سک ٿي گهوريو جو پوءِ ڏک
ڏئي. سياڻو اهو آهي جو ڪرم ڪرڻ کان اڳ ان جي
نتيجي کي سوچي ٿو.

سوامي جي مهاراج جن پنهنجي هڪ شبد ۾ منش جي جنم
کان مرڻ تائين دکدائي حال جو ذڪر ڪن ٿا. جيئن دنيا ۾
روئندو اچي ٿو ۽ هنجو ٻالپڻ ڏاڍي مصيبت ۾ گذري ٿو.

هو ڪولڪو ۽ ٻروڙو، هندوري ۾ پيو رهي ٿو ۽ پنهنجو
دک درد ڪنهنکي به ٻڌائي نٿو سگهي. سُور مٿي ۾ الس
۾ هنجا مائا پتا ڪيس پيٽ جي سُور جي دوا ڏين ٿا ۽
سندس پيڙا ۾ ٻاڻ اضافو ڪن ٿا. هو اڪري طرح روئي ٿو،
رڙي او، پر اهو نٿو ٻڌائي سگهي ته ڪيس ڪٿي درد آهي.
هنجا ماءُ پيءُ به مجهي ٿا اون ته هنجو ڪهڙو علاج ڪرائون.
مجبور ٿي ماءُ ٻار جي چيخن ۽ چلاڪن مان تنگ ٿي ڪيس
ماري ٿي. هندو ٻالڪ گهڻو ڪري بيمارين ۾ ٿي گذري ٿو.
ڪئي وڏو ٿئي ٿو ته پنهن مصيبتن اچيو هن کي گهيرين.
هنکي والد ولد جو شوق ٿو ٿئي پر مالت هنکي اسڪول
۾ موڪلي ڇاهين ٿا. هو ان بيسوادي شغل کان بچڻ لاءِ
ڪئين بهانا ٺاهي ٿو پر ان مان ڪيس ڪوبه ڇوٽڪارو نٿو
سجهي. گهر ۾ مائٽن جي چيلب ۽ ٺٺڪار ۽ هو ڏاڍهن اسڪول
۾ ماستر جو ڏنڊو. هنجو اهو غلامي جو سمو به دکن ۽ پريشانين
۾ لنگهيو وڃي.

ان ڪالهوءَ اچي ٿي جواني، جا آهي غلطين ۽ ارمانن جو
پندار. نه چاهيندي به قدرتي خواهشون ۽ انهنجو زور اتريو
له هنکي وڪوڙي ٿو ڇڏي جو هنجي عقل ۽ هوش تي
پردو پئجي ٿو وڃي ۽ هو اهڙا ڪرم ڪرڻ وهي جنجو
نتيجو سواءِ شرم ۽ افسوس جي ٻيو آهڻي ڪري. ڪام ۽
اندرين جا پوکڻ هنجي جسم تي جاهل رهن ٿا، حياءُ ۽
آبرو سندس عن ونان ٻر ڪمو اڏاميو وڃن. هو خوبصورت
چهرن پٺيان ڊوڙندو وتي ٿو. ٻي به لوهان سڀني کي سڌ
آهي ته حواليءَ ۾ ماٺو ڪهڙا نه ڪلور ڪري ٿو.
جلدهن شادي ٿو ڪري نه متن مائٽن ۽ پالڻ ڏاڍهن پنهنجا
فرض ۽ جوابداريون وساري وهي.

جڏهن واسنائن جي طوفان جو اهو ٻهراڻون ڏور پورو ٿئي ته نه ٻنهي هنن کي ڪمائڻ ۽ گذاري ڪرڻ جو فڪر اچڻ وڃي. ان لاءِ هو در در ٽڪي ٿو ۽ روزگار جي تلاش ۾ آفيسن جا چڪر ڪاٽي ٿو. جٿي وڃي ٿو اُتي هنکي ڏڪو داب ۽ ڌتڪار ملي ٿي. جتي وڃي ٿو اتي لکيل ڏسي ٿو، ”هتي نوڪري خالي ڪانهي.“ هنجي استري، هنجا ٻار هن تي زور آڻين ٿا نه وٿيئي پئي اچ، وٿيئي قرض ڪڍي اچ يا چوري ڪري اچ پر پيسا ڪڍي اچ، اسين پئر ڪائي ڪونه جيئندا سين. رات ڏينهن اهو چنتا جو گهڻو هنجي ڪليجي کي کائيندو رهي ٿو. هو آواري ڪتي والگر هيڏانهن جو هوڏانهن پيو ڀٽڪي. سمورو وقت اهو ٻاري بوجو هنجي چت تي چڙهيو ئي رهي ٿو. لنئيجو اهو نوڪري جو هن جي گهر ۾ گهپي ۽ ڪلڪل اچيو واسو ڪري ۽ هنجي وواهت جيون جو سچو آنند ڪافور ٿيو وڃي.

گهر گرهستيءَ جون فرض اَدايون، ٻارن جي لکائي پڙهائي ۽ شاديون مراديون جون ريتيون رسمون نباهڻ لاءِ هي مجبور ٿي قرض ڪڍي ٿو ۽ ان تي وياج وڌي ايڏو نه هن لاءِ بوج بڻجو پوي جو چڪائڻ ئي مشڪل ٿيو پوي. ويچاري کي ڪورٽ ۾ گهليو وڃي ٿو. هو پنهنجون اڳين ناداين ۽ غلطين لاءِ پڇتائي ٿو پر ’اب پڇتائي ڪيا هوت، جب چڙيان چگ گئي کيت.‘

ڏک ۽ ڏوجهرا لڳاتار برسات والگر هن تي نازل ٿيندا رهن ٿا. هي ’جل بن مڇلي‘ والگر لڙڦندو رهي ٿو. هو وقت کان اڳ ئي ٻڍو ٿيو پوي، هنجون اِندريون ڪم ڪرڻ کان جواب ڏيو وڃن. هنکي چوطرف سواءِ اولده اندڪار جي ڪجهه به نظر نٿو اچي. ڪٿان به هنکي مدد جو ترورو

ڏيکاري ٿو ڏئي.

ٻڌايو ڪاڻ هنجي سمجهه ۽ ڪم ڪرڻ جي شڪتي نه
گهٽجي وڃي ٿي پر هن کي لوڀ ۽ وشي واسنا ٻاڻ وڌيڪ
وڪوڙي وڃي ٿي. هنجو شرير مرجهائجي وڃي ٿو ۽ هن
جي صحت برباد ٿي وڃي ٿي. هڙڪو هنکي ڏڪار ٻري
ٿڙ سان ڏسي ٿو. هو لاعلاج بيمارين جو شڪار ٿئجي ٿو.
پنهنجن اچارن کي پورو ڪري ٿو سگهي ۽ ٻوڪن جون
واسنائون جيڪي ڪربعد نه ٿي سگهيون آهن اهي ٻڙڪو
ڪاڻي هنجي جيءَ کي جلائينديون رهن ٿيون. هي اهڙيون
غلطيون ڪيو وهي جيڪي ڪڏهن به معاف ٿئيون ٿي سگهن
۽ آڪري نه رکو هنکي ٻين جا طعنا مهڻا سهڻا پون ٿا
بلڪ هنجي استري ۽ ٻار به هنکي مدهن اي وچاهو ڪندن.
هو موت لاءِ واجهائي ٿو پر موت اچيس ٿو. ڪڏهن ڪڏهن
نه اهڙي مصيبت کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ آپگهات ڪرڻ لاءِ
به سوچي ٿو.

سر اها آهي منش جي زندگي جنهن ۾ اسين سرگردان
آهيون ۽ اهڙا دشت جيو جيڪي پنهنجي پاپن جو پڇتاءُ
ڪرڻ بنا مري ٿا وڃن انهنکي هزارن سالن تائين دوزخ
جون عقوبتون ۽ عذاب سهڻا پون ٿا. افسوس! ڇٽن ڏهاڙن
جي هن منش چولي جو غلط اپيوگ ڪرڻ لاءِ ڪيڏي نه
ڀيانڪ جزا ۽ سزا ڀوڳڻي پوي ٿي!

دوزخ جي عذابن جو نه لوهين سوچي به نٿا سگهو.
روح رڙيون ڪن ٿا، چيخن ٿا چلائن ٿا پر ڪوبه هنن جي
ورلاپن کي اونائي ڪونه ٿو. ترلوڪيءَ جو مالڪ، ڪال
دئيا مان جا جاڻي؟ پرم پتا پرماتما کي پنهنجي اولاد جي
هيءَ بري دردشا ڏسي ڇهو ڪين اچي؟ هو دئيا جي

وانگ ۾ اچي مٿس چولو ڌارڻ ڪري هنجي ڏکن ۽ دردن
کي دور ڪرڻ لاءِ مجبور ڪين ٿيندو؟

حضور مهاراج جن اچا انهن چٽي مس بس ڪيو تہ
راءِ روشنلال وچ ۾ ٿي چيو تہ مهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ
جو پرماتما اننت، اگم ۽ سرو وياپي آهي سو ڪيئن هڪ
انساني شرير ۾ سمائجي سگهندو؟

حضور جن فرمايو تہ راءِ صاحب، اچو سبب اهو آهي جو
ماڻهو سمجهن ٿا تہ پرماتما وئڪنٺ ۾ ڪنهن هنڌ براجمان
آهي ۽ اتان ٿي هن سنسار جو چرخو هلائي رهيو آهي. هو
ان اگم پرماتما کي محدود دائري ۾ بند ڪن ٿا. پرماتما تہ
الک آهي، اگاڌ آهي، هر جاءِ حاضر ناظر آهي. حسابن
جو ڪوبہ ڄاڻو اوهانکي ٻڌائيندو تہ جيڪڏهن اکٽ
(Infinity) مان اکٽ گهٽائبو تہ بہ اکٽ بچندو. بيحد مان بيحد
ڪاڍبو تہ باقي بيحد ٿي بچندو. اُشواس اُپنشدن جي شانتي
پاٺ ۾ هن رهت ورتل ٿيل آهي:-

"اوم پورڻ مدا پراڻ مدنگ پُورلت پران امُود چتي"

هتي پورڻ جو ارٿ آهي مڪمل، اسيم، بيحد. پرماتما
پورڻ آهي، اسيم آهي. جيڪڏهن اُن پورڻ مان پورڻ
ڪاڍبو تہ پورڻ ٿي باقي بچندو. جيڪڏهن اسين هنجي
مٿس چولي ۾ اچڻ جي ٻوگيتا ۾ شڪ يا گمان ٿا آڻيون تہ
اسين "پورڻ" ۽ "اسيم" جي مهتو کي وساري ٿا ڇڏيون.
ڇا سڀ روپ ان جا روپ ڪونہ آهن؟ چڱو اها ڳالهہ مان
توهانکي ٻئي نموني ٿو سمجهايان.

پر راءِ روشنلال وچ ۾ ٿي چيو تہ حضور! هاڻي تہ سڀ
ڪجهہ چڱي طرح سمجهہ ۾ اچي ويو آهي. ڏسجي انهن ٻيو
تہ توهين ڪاهہ ڳالهہ صرف واڻيءَ سان ڪين ٿا سمجهايو پر

جنهن وقت توهين ڪڏهن ۽ سوال جو جواب ڏيڻ شروع ڪندا ته توهان جي دماغ ۾ اوچتو پرڪاش جي جهلڪ اچي ويندي.

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا ته ان ڳالهه کان ته ڪو به انڪار ڪونه ٿو ڪري ته اسانجي آتما اڻ ماپ سمنڊ جي هڪ بوند آهي يا اسين انهن جيتي سگهون ٿا ته اسان سڀني جي اندر ان پرماتما جو انش موجود آهي؛ ڪوبه جيترو وڌيڪ ان پرماتما جي ويجهو ويندو اوترو وڌيڪ اهو انش هن ۾ پرگهٽ ٿيندو. هڪ ڪوي، فلاسافر وگيانڪ، يوگي يا ان کان وڌيڪ هڪ پهتل آتما جي اندر، هڪ معمولي انسان جي ڀيٽ ۾ اهو پرماتما جو انش وڌيڪ ظاهر ظهور آهي. جيئن ٿي هي اسانجا اصول پورا ڪندا وڃون ٿا تيئن ٿي اهو پرڪاش يا اسانجي اندر ۾ جيڪو پرماتما آهي اهو وڌيڪ روشن ٿيندو؛ ايستائين جو اوستا اچي ٿي جڏهن هو پنهنجي سمپورڻ روپ سان اسان ۾ پرگهٽ ٿيندو. جڏهن اها اوستا اچي ٿي ته اسانجي آتما اُن ڪي ۽ حدن جا بندن يا رڪاوٽون ڪونه رهن. اسين پنهنجي اچا انوسار اوچن منڊلن جو سير ڪري سگهون ٿا. انهن منڊلن جا رهسيه؛ راز اسانجا راز ٿيڻ لڳا؛ انهن منڊلن جون شڪتيون اسان جون شڪتيون ٿيون پون. آتما اُن اسيم پرماتما ۾ ملي هڪ ٿيو پوي. بوند سمنڊ ۾ سمائجي سمنڊ ٿي پوي ٿي. در اصل، هر هڪ آتما اصول پوري ۾ جهيل سروشڪتيوان پرماتما ٿي آهي. بادلن کان مٿي نرمل آڪاش آهي جتي سورج پوري آب تاب سان چمڪي رهيو آهي.

اهي بادل ئي ان اندڪار جو ڪارڻ آهن. جڏهن ٿيو هوا ڪڪرن کي تيزي سان ڇڪيندي آهي ته سورج پنهنجي پوري پرڪاش سان روشن ڏسبو آهي. پر جيئن ئي

ڳالهه ٿي چئي چڪو آهيان ته اهين ڪونهي ته جي چيزون اسانجي سمجهه ۾ نٿيون اچن، انهنجو ڪو وجود ئي ڪونهي. سياڻي سقراط کي به اهو معلوم ٿي پيو ته گيان جو ڪو اهڙو مدلل به ٿي سگهي ٿو جو منطق (Logic) جي پهچ کان ٻاهر هجي. ڪئين پيرا نوجوان کي ڏسندا آهيون ته هو اهڙين ڳالهين جو انڪار ڪري دعوي سان بيان ڪندا آهن جن بابت هنن کي ذرو به ڄاڻ ڪانه هوندي آهي. ڪهڙي نه ڪل جهڙي ڳالهه چئبي! انهن لکي هن پرمارٿي وشيه جو اڀياس ڪيو آهي، لکي ان باري ۾ ڪا کوج ڪئي آهي. ان هوندي به توهين ڏسندا ته هو آتما، پرماتما، سرڳ، نرڪ ۽ سرشٽيءَ جي ليلا جي باري ۾ بي فائدي پنهنجا راءِ ڏيندا رهندا آهن.

اتي نوجوان پادريءَ پڇيو ته عيسيٰ مسيح فرمايو آهي ته مان ۽ پرم پتا هڪ آهيون.

حضور جن فرمايو ته ها ۽ ڪيس بائيبل ۾ ايشور پتر به سڏيو ويو آهي.

هڪ ٻئي پادريءَ پڇيو ته عيسيٰ خود به ائين فرمايو آهي. حضور جن فرمايو ته توهين اهڙن شخصن کي "خليل الله" يعني خدا جو دوست به چئي سگهو ٿا، جيئن ابراهيم کي چوندا آهن. توهين انهن کي رسول الله يعني خدا جو قاصد يا پيغمبر سڏي سگهو ٿا جيئن حضرت محمد صاحب کي سڏيندا هئا. توهين هنن کي ساکيات پرماتما به چئي سگهو ٿا جيئن رام ۽ ڪرشن لاءِ چئبو آهي. اهي هن سنسار ۾ نجات يا مڪتي ڏيندڙ، وچ وارا يا سفارش ڪندڙ ٿي اچن ٿا، يا ائين چئو ته ان پرماتما دنيا ڏانهن موڪليا وڃن ٿا. اهي پرماتما جي روپ ۾ منش ۽ منش جي روپ ۾ پرماتما هوندا آهن جي دنيا مهر جو سنديش کڻي اچن ٿا ۽ دنيا کي پرڪاش ۽

پڪتيءَ جو دان ڏيڻ لاءِ اچن ٿا. آهي مالڪ سان ملاقات جو مارڳ ڏيکارڻ لاءِ، هنجي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ جو دروازو کولڻ لاءِ هن سنسار ۾ اچن ٿا.

هڪ پادريءَ ٻڌايو تہ عيسيٰ مسيح کي "ڪرتا" "مارگ" "سنسار جي جوت" ۽ "سچاڻ رکندڙ" سڏيو ويو آهي. پادري پروفيسر چيو تہ عيسيٰ کي "شبد" "لوگاس" "ديهہ ڌاري شبد" ۽ "اوتار" بہ چيو ويو آهي.

تنهن تي حضور جن فرمايو تہ ڀڳوان ڪرشن جهڙي هندو پرماتما جو اوتار ڪري مڃين ٿا، گيتا ۾ چيو آهي تہ جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ سنسار ۾ پاپ ۽ اڌرم جاڳندي ٿو وڃي تڏهن مان خود ڌرم جي استاپنا ڪرڻ لاءِ اوتار ڌاري اچان ٿو. (گيتا ۴-۷)

پادري پروفيسر چيو تہ ڪمر انهن کي ڪٿي ڪهڙي نہ ڳالهہ سان سڏي مگر آهي پرماتما وٽان ئي اچن ٿا ۽ پرماتما جي طاقت کڻي اچن ٿا.

حضور جن فرمايو تہ ماڻهو انهن ڳالهين تي فضول جهڳڙا ۽ فساد مچائين ٿا. جيڪڏهن ڪوبہ اڌار ۽ صاف دل سان کوج ڪندو تہ هنکي هر ڌرم ۽ مذهب جي تہ ۾ ساڳي سچائي ملندي. جڏهن بہ روحانيت ڍيري رهيو رواجن جا پيچان ڪرم ڪانڊ جي ڌڪ ۽ دواهي سان ڍڪجي پرشٽ ۽ بدنام ٿئي ٿي تڏهن آهي پرماتما جا پيارا وقت بوقت هن سنسار ۾ اچي ان کي چيتنا پردان ڪري روحاني راهہ کي روشن ڪن ٿا. اهڙي ريت هيءَ روحاني مشعال هر جڳهہ ۽ هر سمي ۾ پرڪاشمان رکي وڃي ٿي.

الي پادري پروفيسر پڇيو تہ حضور! ڇا روحانيت ۾ اها

گراوٽ ۽ گندگي هميشه ڇو ٿي اچي؟

حضور جن جواب ڏنو ته اهو به قدرت جو قانون آهي. زمين جڏهن بنجر ٿي پوندي آهي ۽ کيتيءَ جي لائق نه رهندي آهي ته انکي وري آبجائو بڻائڻ لاءِ، تازا ڦل ڦول ۽ صحت بخش سبزيون پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ جي ضرورت پوندي آهي.

نوجوان پادريءَ وري پڇيو ته پرماتما اهڙن عمدن ۽ نرمل اصولن جي ارد گرد اها گندگي ۽ غلاظت ڇو ٿو ڪٺي ڪرڻ ڏئي؟

حضور جن وراڻيو، ته اهين ٺيڪ آهي، پر جڏهن الهن رتين ۽ رسمن جي به غلاظت ڪٺي ٿئي ٿي ته پوءِ روحانيت کي وري روشن ۽ صاف سٿرو ڪرڻ لاءِ ڪيس ئي دنيا ۾ اچڻو پوي ٿو.

ان گفتي کي ٻڌي سڀئي وٺي ٽهڪ ڏنا.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته اها ڳالهه ڪڏهن به وسارڻ نه کپي ته هن سرشٽيءَ جو سنڀالڪ، پرم پتا پرماتما جيڪي ڪري رهيو آهي سو هميشه اساڃي ڀلي ۽ بهتريءَ لاءِ هوندو آهي. انهن دکن، ڪليشن ۽ ذلتن ۾ اها حڪمت رکيل آهي ته اُن سرجڻهار جي ديا مهر جو ساگر جوش ۾ اچي انسان جي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ روحاني رحمت جون لهرون موڪلي.

ان کانپوءِ حضور جن اُنهن پادرين کان پڇيو ته گوروءَ جي باري ۾ اڃا به ڪجهه اوهانکي پڇڻو آهي؟

ڪو جواب ڏئي تنهن کان اڳ نوجوان پريسٽر پڇيو ته حضور! سنت مرن ڇو ٿا؟ اُن سوال تي سڀئي وٺي کليو. تنهن تي ان پريسٽر چيو نه ها، اُنهن کي ته مرڻ ئي نه

گهرجي چرچو آهي ته پرماتما جا اوتار هوندا آهن.

حضور جن فرمايو ته سنت جنم مرڻ کان نيارا آهن. هو جيستائين چاهين زنده رهي سگهن ٿا. انهيءَ موج ۾ ڪنهن جو به دخل ڪونهي. هنن جو موت عام ماڻهوءَ جيان ڪين ٿيندو آهي. جڏهن ب سنت سڪورو شرير ڇڏڻ چاهيندو آهي ته هو ان کي ائين ڇڏي ڏيندو آهي جيئن پراڻا ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪجن. هو هر روز پڻ سمرن ڪري پنهنجي آتما کي اوچن منڊلن ۾ وٺي وڃن ٿا جنهنجو مطلب ٿي اهو آهي ته هو روز مرن ٿا. هنن کي هن سنسار جو يا زندگيءَ جو ڪو به موه ڪونهي؛ انهيءَ ڪري هو موت کان نٿا ڊڄن. در اصل، اهڙن سنتن کي هيءَ دنيا هڪ وڏو جيلخانو لڳندو آهي؛ جڏهن سندن مشن يا مقصد پورو ٿئي ٿو ته هو هن دنيا کي ڇڏي پنهنجي پرم ڌام ۾ وڃي نواس ڪن ٿا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته جي هو چاهين ته صدين تائين هڪ ئي شرير ۾ زنده رهي سگهن ٿا پر اهڙن ڪرشمن ڏيکارڻ ۾ سنتن جي روچي بلڪل ڪانه ٿيندي آهي. هن وانگر هو پرڪرتيءَ جي سڀني نيمن جو پالن ڪندا آهن.

راءِ بهادر منالعل وچ ۾ چيو ته سنتن جي ڳالهه ته نهايت اتم آهي پر اسين روحاني ستسنگي ته هن سنسار ۾ ٻالڪي خوش نٿا سمجهون؛ انهيءَ انتظار ۾ رهون ٿا ته هن جيل خاني مان جلدي ئي خلاص ٿيون.

انهيءَ تي حضور جن ڪبير صاحب جي ٻاڻيءَ جو هي حوالو ڏنو:

" ڪبير جس مرني سي جڳ ڊري موهي من آنند،
ڪب هي مرني ڪب هي پائيني پورن پرمانند."

مشهور پروفيسر ٽائيڊ ۾ چيو ته سينٽ پال ۾ لکيو آهي ته مان روز مرندو آهيان پر اڄ ٿي مولڪي سندن وچن جو

صحيح ارٿ معلوم ٿيو آهي.

ستگورن فرمايو ته هر ڪو سرت شبد جو ابياسي اهو جيئري مرڻ جو مشاهدو ماڻي ٿو. موت وقت ڇا ٿو ٿئي؟ ٻاهريان آتما شرير جي آڱرين- هٿن، پيرن، ٽنگن پاڻهن مان سميٽجي، ڇهن چڪرن يعني گدا چڪر ۾ اچي ڪٺي ٿئي ٿي. اتان پوءِ ڌڙيري مٿي اچي ڪنٺ چڪر ۾ ڪٺي ٿئي ٿي. ان مهل هٿ، پير ۽ شرير ٿڌو ٿي پوي ٿو. اکين جون پتليون مٿي چڙهي وڃن ٿيون ۽ آتما اکين جي مرڪز مان پرواز ڪري وڃي ٿي. موت ائين ٿيندو آهي. ابياسي هر روز انهيءَ حالت مان گذري ٿو، جنهنکي جيئري مرڻ سڏجي ٿو. حضرت محمد صاحب پڻ چيو آهي ته ”موتو قبلا موتو“ يعني موت اچڻ کان اڳ مرو. هڪ مسلمان ڊاڪٽر چيو ته مونکي هاڻي سمجهه ۾ آيو ته حضرت صاحب جن جي ان قول جو ڪهڙو مطلب آهي.

نوجوان بئريسٽر پڇيو ته جيڪڏهن ابياسيءَ جي آتما پڻ ۾ شرير خالي ڪرڻ کانپوءِ ان ۾ واپس نه اچي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

حضور جن وراڻيو ته ائين ٿيندو ئي ڪونهي. هنجي مرضيءَ مطابق آتما اچي وڃي سگهي ٿي. اها ڳالهه ابياسيءَ جي وس ۾ آهي. هر هڪ ابياسيءَ کي مرليوءَ جي دوار کي هر روز پار ڪرڻو پوندو آهي. شرير جي ٻاهرين حصن مان سميٽجي، آتما جو اندر وڃڻ، اهو ساڌنا جو پهريون ڏاڪو آهي. شو ليتر ۾ پهچڻ کان اڳ مرليو جي حالت پيدا ڪرڻ يعني سرت کي شرير مان مڪمل طور سميٽڻ لازمي آهي. پراچين گريس جي مشهور فلاسافر پلوٽارڪ جو به ساڳيو ئي آهي. هو چوي ٿو ته آتما کي موت وقت اهو ساڳيو ائين

لئي لوجيڪر هڪ اهياسي آتما کي، جنهنکي روحاني دکشا
ملي آهي، تنهن مندلن ۾ پرويش ڪرڻ وقت لئي لو.

نوجوان بئرسٽر چيو تہ اها جيتري لبي مرڻ واري ساڌنا
تہ ڏاڍي ڪشٽدائڪ ليندي.

حضور مهاراج جن فرمايو تہ تہ ائين ڪيئن. ٦ سالن جو
ٻار بہ ڪامل مرشد جي رهنمائيءَ ۾ اها ساڌنا آسانيءَ سان
ڪري سگهي ٿو.

پادريءَ پڇيو تہ ڇوءِ سڀ ماڻهو ائين ڇو ڪونہ ٿا ڪن؟

حضور جن جواب فرمايو تہ اهو سڀ الڪري جو انهن
کي لڪي گورو مليو آهي ۽ نہ انهيءَ جي مارگ جو
پتو آهي.

بئرسٽر پڇيو، "ڀلا مونکي انهيءَ روحاني راز کي جاڻڻ
لاءِ اهڙي دکشا ملي سگهي ٿي؟ انهيءَ لاءِ ڪي شرط آهن
يا ڪا خاص تياري ڪرڻي پوندي؟"

حضور جن وراڻيو تہ ها، ان لاءِ سڀ نشيدار شين، ماس
مڇي، بيدا، مرغي يا انهن مان ٺهيل ڪيڪن، بيسڪوٽن کان
پرهيز ڪرڻي آهي ۽ نيڪ پاڪ زندگي گذارڻي آهي.

بئرسٽر عجب وچان چيو تہ جا ڪيڪ ۽ بيسڪوٽن بہ
چلٽيون ڀولديون! اها تہ سچ پچ مشڪل ڪسوٽي آهي.

دنيا جي ساگر حضور مهاراج جن مشڪي فرمايو تہ ان
ڳالهہ جو سارو مدار آهي تہ انسان ڪهڙي ڳالهہ کي لو وڌيڪ
مهتو ڏئي. هن زندگيءَ جون فاني ۽ ٿوريون خوشيون
ڪين بئادار روحاني دولت!

نوجوان بئرسٽر پڇيو تہ حضور! ماس کائڻ جي ڳالهہ جو
سچ ڪيل آهي؟

"جيون جي جان ولڻ ڪري دل ڪلور ۽ بي رحم ٿئي

تي ۽ ڪرڻ جو ڀاري قرض چڙهي ٿو. ماس کائڻ سان روحاني راهہ ۾ رڪاوٽ پوي ٿي."

بئريسٽر وري پڇيو ته پرماتما هي پسون ۽ پکي اسانجي ڪاڄ لاءِ ڪين اپايا آهن؟"

حضور جن ڪليو ۽ ڪانئس پڇيو ته جي شينهن ۽ چيتا انسان جي باري ۾ توهان کان اهو سوال پڇن ته پوءِ توهين ڪهڙو جواب ڏيندا؟

بئريسٽر اعتراض ڪندي چيو ته ائين ڪڏهن به نٿو ٿي سگهي ته ماڻهو جانورن جي خوراڪ لاءِ بڻايو ويو آهي.

حضور جن وراڻيو ته جانورن جا ويچار توهانجي ويچارن کان مختلف ٿي سگهن ٿا.

نوجوان وري سوال ڪيو ته حضور سڀ مسلمان لوڙي عيسائي ته ماس ورتائيندا آهن.

حضور جن فرمايو ته ڪنهن به سنت پنهنجي سکن ۽ شيوڪن کي ڪڏهن به ماس کائڻ جي اجازت ڪين ڏني آهي پوءِ چاهي هو ڪهڙي به مذهب، ملڪ يا وقت جو هجي. عرصي پڇاڻان، جڏهن ماڻهو انهن سنتن جون اصلي سکيائون وساري ٿا وهن ته پوءِ هننجا شش جيڪي صرف نالي جا شش آهن، انهن مئع ڪيل شين کي ورتائڻ شروع ٿا ڪري ڇڏين. حضرت محمد پيغمبر صاحب جي جيون لي مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو ته هن اوائلي زندگيءَ ۾ صرف ٣ دفعا ماس ورتايو هو. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي:-

"لهن ڪي گفت سلطان زمان،
لهني خود گفتا نہ لهني ديگران."

يعني ان عالي سلطان (پيغمبر محمد صاحب) جنهن ماس کائڻ جي اجازت ڏني آهي، اهو تنهنجو پنهنجو ماس آهي

نه کي ٻن جو. (هتي پنهنجي ماس کائڻ جو مطلب
آهي عبادت ۽ رياضت ڪري پنهنجي شرير کي ڏٻرو ۽
پتلو بڻائڻ)

مسلمان ڊاڪٽر چون ٿا ته، حضرت محمد صاحب سڄي
حياتي ۾ صرف چار دفعا ماس کاڌو هو. قرآن شريف جي
هڪ آيت آهي ته قرباني ڏنل جانورن جو ماس خدا کي
منظور ڪين آهي پر هن کي منظور آهي صرف ڀڳتي ۽ نيڪ
پاڪ زندگي.

الي ٻاوا هرنامسنگهه چيو ته گورو نانڪ صاحب جن نه
ڪڏهن به ماس کائڻ کان منع ڪين ڪئي.

حضور جن وراڻيو ته هن ته بلڪل منع ڪئي آهي. پوءِ
هن مونکي حڪم ڏنو ته مٿان منهنجي ڪمري مان هڪڙو
فارسي ڪتاب ڪڍي آ، جنهنجو نالو آهي "دبستانِ مذاهب".
پروفيسر جگموهنلعل اهو ڪپورٿلا جي راجا جي لئبرري
مان ڪڍي آيو هو.

مان جلدي وڃي مٿان اهو ڪتاب ڪڍي آيس ۽ اچي
سڀني کي ڏنم. هن ڪتاب کي ڪيترن ئي هنڌان اٿلايو ۽
ڪجهه مٿس ڪاڍيو ٻاوا هرنامسنگهه کي اهو ڪتاب ڏيندي
چيائون ته هنجو ليکڪ هڪ وڏو مسلمان ودوان محسن فاني
هو. جو گورو ارجن ديو مهاراج جن جو سمڪالين هو ۽
سندس ڪتاب ۾ انهيءَ وقت جو وشواس جوڳو ذڪر
ٿيل آهي.

ٻاوا هرنامسنگهه انهيءَ ڪتاب مان ٢٣٨ صفحي تان پڙهڻ
شروع ڪيو جنهن ۾ لکيل هو، "گورو نانڪ پنهنجي سکن
کي ماس ۽ شراب ورتائڻ جي سخت منع ڪئي. هن پاڻ
ڪڏهن ماس ڪونه ورتايو ۽ پنهنجي سکن کي هدايت

ڪيائون ته ڪنهن به پراڻيءَ کي دک نه ڏيو. گورو ارجن ديو مهاراج جن کي جڏهن خبر پيئي ته ڪي ستسنگي انهيءَ حڪم جي پوري طرح بجاوري لئا ڪن ته هنن خود انهيءَ حڪم کي دهرائيندي آکيا ڏني ته گورو نانڪ صاحب جن ڪڏهن به اهڙي غلط اجازت ڪنهنکي به ڪانه ڏني هئي.

حضور جن انهيءَ وشيه تي وڌيڪ روشني وجهندي فرمايو ته انهيءَ حقيقت کان ڪير به انڪار ڪين ڪندو ته جن جانورن ۽ پکين کي اسين ماريون ٿا انهن مان ڪير به مرڻ ڪونه ٿو چاهي ۽ هرڪو پنهنجي جان بچائڻ جي پوري ڪوشش ڪري جيئڻ چاهي ٿو. توهان ڏٺو هوندو ته ڪاسائي جڏهن جانور کي ڪٺڻ لاءِ پڪڙيندو آهي ته هو ڪيئن نه پاڻ ڇڏائڻ لاءِ سر توڙ ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڳالهه کان ڪير انڪار ڪري سگهندو ته هو انهيءَ وقت سخت پيڙا محسوس ڪن ٿا. ڇا هو پرماتما جا جيو ڪونهن ۽ هنن کي بي رحميءَ سان ذبح ڪرڻ جي سزا پرماتما اسانکي ڪونه ڏيندو؟

پادري پروفيسر چيو ته ها اها حقيقت آهي ته جڏهن اسين مرغين يا بين پکين کي ڪاٽيندا آهيون ته هو دردناڪ ۽ دلسوز آواز ۾ چيخندا آهن.

حضور مهاراج جن فرمايو ته جيڪڏهن پسون ۽ پکي سک دک محسوس ڪن ٿا ته پوءِ هنن کي مارڻ مها پاپ آهي ۽ هنجو خالق اسانکي انلاءِ ڪڏهن به معاف ڪين ڪندو.

پروفيسر اهي اکر وري به دهرايا ته هو ايذاءُ ته محسوس ڪن ٿا.

حضور جن فرمايو ته جيڪو به پرماتما کي پيار ڪري ٿو ۽ هن سان ملڻ چاهي ٿو اهو ڪنهن به جيو جي هتيا ڪين

ڪندو. جانورن جو ماس کائڻ سان انسان جي اندر پرشت ليو پوي ۽ هو جانورن جهڙو ٿيندو پوي.

پروفيسر وراٽيو ته اسين پيڙهين کان ولي ماس ورتائيندا آيا آهيون. هاڻي اهو ڇڏڻ اسان لاءِ ڪيڏو نه مشڪل ٿيندو!

حضورجن فرمايو ته جتي چاهه آهي اتي راهه آهي ۽ مالڪ انهن جي مدد ۽ سهائتا ڪري ٿو جي نيڪي ۽ دنيا جي مارڪ لئي هلڻ جا چاهڪ آهن. سوين اميرڪا ۽ يورپ جا ستسنگي آهن جي ويشنو ڀوجن ورتائين ٿا ۽ ڪا به ڏکيائي محسوس ڪان ٿا ڪن.

پادري پروفيسر چيو ته پرماتما جي پيار خاطر اسانکي ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻو ئي پوندو.

نوجوان انجنيئر چيو ته ستن ته انهن ۾ جيو آهي ته وڻ ٽڻ ۽ ساڳ سبزيءَ ۾ به جان ۽ چيتنا آهي.

حضورجن فرمايو ته اها حقيقت آهي. جيڪو ڪڻڪ جو داڻو اسين کائون ٿا ان ۾ جان آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، "جيتي دانې ان کي جيئا باجهه نه ڪوءِ."[١] مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي "سبزگاه والي مان ڪئين دفعا پيدا ٿيو آهيان ۽ چوراسي لک جونيون ڀوڳيون اٿم"[٢] پر جيون جي چيتنا، محسوس ڪرڻ جي شڪتي ۽ وڪاس ۾ تفاوت ٿيندو آهي ۽ انڪري ڪنهن به ساهواريءَ کي کائڻ جو پاپ ان مطابق لڳي ٿو جيترو اهو دک ۽ ڪشٽ محسوس ڪري ٿو. مان ان حقيقت کي وڌيڪ صاف ڪريان ٿو. جيڪو ڏيان ڏيئي ٻڌو. هن ساري رچنا کي پنجن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. لڄن جي زياده يا اوري مالرا ۾ هئڻ ڪري سنسار ۾ پنجن قسمن جا جيو آهن.

١. ٻوٽن ڪلاس جي جيون ۾ صرف هڪ تت مکيه هوندو

آهي. باقي ٻيا چار تت بلڪل ٿوري انداز ۾ هوندا آهن ۽ دبيل هوندا آهن. انهيءَ ڪلاس ۾ ساڳ سبزي، وڻ ٽڻ اچي ٿا وڃن ۽ انهن ۾ پاڻيءَ جو تت مکيه هوندو آهي. ڪي اهڙيون ٻاجيون هونديون آهن جي سڪائڻ سان ڏهين پتي وڃي بچنديون آهن.

٢. ٻئين ڪلاس ۾ آهي جيو اچي ٿا وڃن جن ۾ ٻه تتو اگنيءَ ۽ پرٿوي پرڌان هوندا آهن، جهڙوڪ جيت جنتر، ڪوئا، ملائون وغيره.

٣. ٽئين ڪلاس ۾ اچن ٿا پکي ۽ پرندا جن ۾ ٽي تت - جل، اگني ۽ هوا پرڌان هوندا آهن.

٤. چوپايا جانور چوٿين ڪلاس ۾ ٿا اچن جهڙوڪ ڳائيون گهوڙا وغيره. هنن ۾ آڪاس يعني ٻڌيءَ جي تت کان سواءِ باقي ٻيا چار ئي تت هوندا آهن ۽ اهوئي سبب آهي جو جانورن ۾ ٻڌي يا سمجهه گهٽ هوندي آهي.

٥. پنجين ڪلاس ۾ آهي انسان جنهن جي شرير ۾ پنجئي تت پوري ميزان ۾ موجود آهن.

انگريزي ماڻهوءَ کي مارڻ جي سزا موت آهي پر گهوڙي يا ڪتي کي مارڻ جي سزا موت ڪونهي. توهين ان جانورن جي مالڪ کي عيوضو ڏيئي راضي ڪري سگهو ٿا. جڏهن توهين ڪو پکي ٿا ماريو ته انجو پاپ ڪتي کي مارڻ جي پاپ کان گهٽ آهي. ساڳئي وقت جو پاپ هڪ ڪوئي يا سهي کي مارڻ سان لڳي ٿو، اوترو هڪ گل پٽڻ يا گجر ڪاٽڻ سان ڪين ٿو لڳي. انگريزي جڏهن پراچين رشين منين ڏٺو ته ڪال هن سنسار جو انتظام ائين ٿي بڻائي رکيو آهي ته هڪڙو جيو ٻئي جيو کي کائڻ سان ئي زنده رهي سگهي ٿو ۽ ساڳئي وقت جيو هنسا ڪرڻ ۾ مها پاپ

آهي، تنهن هنن طئي ڪيو ته اهڙيون شيون کائڻ جنڪري
گهٽ ۾ گهٽ پيڙا جو احساس ٿئي ۽ اهڙي طرح گهٽ ۾
گهٽ پاپ لڳي. تنهنڪري هنن ونڊو پوڄڻ اختيار ڪيو.
ساڳيءَ سبزين يا ڦل ڦروٽ ۾ درد ۽ پيڙا محسوس ڪرڻ
جو مادو قريب قريب هوندو ئي ڪونهي. اهي پڻ جيئرن
وانگر لڪي ڇپن، لڪي چلائن. سمت ڦرائين ٿا ته ڪاڏي
بغير زنده رهي نٿو سگهجي تنهنڪري پنهنجو آهار اهڙو
رکو جنهن جي ورتاءَ سان ڪرمن جو بوجهه گهٽ ۾ گهٽ
لڳي ۽ اهڙي سنسار کي ڇڏڻ جو آدرش ڪرڻو جتي جيو
هنسا ڪرڻ بنا رهي نٿو سگهجي؟ جو توهانجو "اصلي
گهر" ڪونهي.

نوجوان بئرسٽر پڇيو ته حضور! ڪال اهڙو عجيب انتظام
جو ڪيو آهي؟

حضور جن فرمايو ته ڪال هن سنسار جو حاڪم آهي، هو نٿو
چاهي ته هنجي ان جيلخاني مان هڪ به آتما آزاد ٿي نڪري
وڃي، هو هڪ هڪ آتما لاءِ خوفناڪ جنگ جوٽي ٿو.

پادري پروفيسر چيو ته حضور! توهانجو چوڻ آهي نه
شڪار ڪرڻ، مڇي مارڻ ۽ سڀ ڪنهن قسم جي جيو هنسا
خراب آهي. ڀلا چيتي يا واگهه کي مارڻ به خراب آهي؟

حضور جن ورانيو ته اهو حالتن تي مدار ٿو رکي. جانورن
کي مارڻ ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ خراب آهي پر ڪڏهن اهڙو
موقعو اچي ٿو جڏهن توهانکي انهن کي مارڻو ئي پوي ٿو.
سمجهو ته هڪڙو چيتو آهي جو توهانجي شهر يا ڳوٺ لاءِ
هڪ قاتل آزار بڻجي ٿو. هو توهانجا جانور کڻي وڃي ٿو ۽
ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو ماري ٿو. اهڙين حالتن ۾ هنجو
خاتمو ڪرڻ جائز ٿي سگهجي ٿو. پر جانورن کي محض

ولندر ورولهن يا موج مزي لاء مارڻ جو حساب اوس ڏيڻو پوندو.

پادري پروفيسر پڇيو ته پلا ڪتا، سها، مڪڙ، ڪنڊيون ۽ ڪيڙا ماڪوڙا جيڪي فصل کي برباد ڪن، انهن جو ڇا ڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته توهين انهڪي ماري سگهو ٿا. جڏهن بن اُراين مان هڪڙي چونڊيو ٿي ته وڏي ڀرائيءَ کي چڏي ڏيڻ کپي. آءٌ رکيا لاء نانگن، شينهن ۽ چيتي جهڙن خطرناڪ جانورن کي مارڻ ۾ پاپ نٿو لڳي.

پادريءَ چيو ته ڪڏهن ماس کائڻ به ته ضروري ٿيندو آهي؟

حضور جن وراڻيو ته ماس کائڻ سان ماڻهوءَ جي دل ڪٺور ٿيندو پوي ۽ هنجو ٻين جيون ڏانهن رخ لسرڊني ٿيو پوي. ماس کائڻ ڪري ديا ۽ ڪوملتا جون ڀاونائون لشت ٿي وڃن ٿيون ۽ روحاني چڙهائيءَ ۾ وڏو وگهن ٿو پوي.

ٻئي پادري پڇيو ته حضور! جن جانورن جو ماس کائون ٿا، اسين ته پاڻ انهن کي سرڳشت جولين ۾ پهچائڻ ۾ سهايڪ ٿيون ٿا.

اهو ٻڌي حضور جن ٺهڪ ڏيئي فرمايو، ”جڏهن توهين ڪنهن جانور کي ماري انجو ماس کائو ٿا تڏهن توهين صرف انهيءَ کي جسماني طور نقصان پهچايو ٿا پر انهيءَ جي آتما کي توهانجو ڪوبه ڪنٽرول نٿو رهي. روحاني ترقي ته آتما جي ٿيندي آهي، شرير جي نه. توهين ٻڌايو ته جنهن جانور جو ڪو ماس کائي ٿو ته انهيءَ جي آتما جي انتيءَ جي باري ۾ ڪو هو فيصلو ٿو روئي ڪري سگهي ٿو؟ اهو فيصلو انهيءَ عرشي طاقت جي هٿ ۾ آهي ۽ هوءَ

جتي چاهي اُتي اُتي موڪلي.

تنهن تي بئرسٽر پڇيو، "جي توهين ماس کائڻ جي منع ڪريو ٿا ته پوءِ چمڙي جا بوٽ ۽ ٻيون چمڙي جون شيون ڪم آڻڻ ڪيتري قدر جائز آهن؟"

ستگورن فرمايو، "مان ائين سمجهان ٿو خاص ڪري ٻاهرين ۾ ڪر صرف چمڙي وڪڻڻ جي واسطي ئي جانورن کي ماريو ويندو آهي. ڪيترا جانور قدرتي طور مرن ٿا جن مان ڪافي چمڙو حاصل ٿئي ٿو. پوءِ ته زندگي گذارڻ لاءِ ڪا نه ڪا سيما نشچت ڪرڻي پوندي پر اهڙا به ماڻهو آهن جي چمڙي جا بوٽ پائيندا ئي ڪونهن."

مشتري پروفيسر چيو، "ستگورو جي! اسين توهان جا نهايت شڪرگذار آهيون جو توهان اسان کي سنت مت جا اصول اهڙي سندر ۽ سرل ڍنگ سان ڪري سمجهايا."

حضور جن پوءِ سڀني جگياسن ڏانهن مخاطب ٿي فرمايو، "ڪافي دير ٿي چڪي آهي، هاڻي توهين ڀلي آرام ڪريو."

مشتري پروفيسر وراڻيو، "اسان هتي سياٽل ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ اسان مان هڪڙو لاهور وڃي وڏي پادريءَ کي ان بابت اطلاع ڏيندو."

ستگورن فرمايو، "تمام سٺو. صبح جو توهان اچي گڏ ٿاسين."

## ٥. سنت مت جون روحاني ساڌنائون

ٻئي ڏينهن صبوح جو سويري حضور مهاراج جن جي ڪوٺيءَ ۾ پهچي ويا. ان ڏينهن ڏاڍي ٿڌ هئي. حضور جن سڳوري سارڻ جو حڪم ڏنو. هن پادرين کان پڇيو ته رات توهان آرام سان گذاري؟ انهن سڀني حضور جن جي ڪيل اعليٰ انتظام ۽ لذيذ هندستاني ناشتي لاءِ شڪر ادائي ڪئي. گيسٽ هائوس جي سامهون نديءَ جي سيمري ۽ پريان هماليه پهاڙ جون برف سان ڇانيل چوٽيون هسڪي ڏاڍيون رمڻيڪ لڳيون.

پادرين جي اڳوان چيو ته هتي جي شانتي ۽ آنند واتاورڻ ڪارڻ من کي ڏاڍي راحت ملي ٿي.

ان ڪانپوءِ ڳالهيون شروع ٿيون. پادري پروفيسر چيو ته حضور! جيڪڏهن اوهين ٺيڪ سمجهو ته اسانکي ٻڌايو ته توهان جا ستسنگي پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪهڙا پرمارٿي ساڌن ۽ ڪريائون ڪندا آهن؟

نوجوان بئرسٽر چيو ته اهي ڳالهيون ته شايد گهٽ رکيون وينديون آهن.

حضور جن وراڻيو ته مان توهانکي سڀ کولي ٿو سمجهايان. پوءِ توهين پاڻ ئي فيصلو ڪري سگهو ٿا ته اسين ڪجهه گهٽ رکون ٿا يا نه. ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي حضور جن وڌيڪ چيو ته پهرين اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي ته نام جي دکشا وٺڻ لاءِ ڪنهن قسم جي ڪرم ڪانڊ يا ريتين اهڙا آڏمبر جي ضرورت ڪانهي ۽ نڪو ڪي وڏا وڏا منتر ياد ڪرڻا آهن. ان لاءِ ڪي ڏکيا نيم ڪونهن ۽ نڪو

ڪن خاص ڪرڻ ٻولين جو ابياس ضروري آهي. نامردان
ڏيڻ وقت ٻڌو مون اها ڳالهه جڳياسوءَ کي سمجهائي ويندي
آهي ته هيءُ روحاني ابياس صرف پرماتما جي پائڻ لاءِ
ڪرڻ گهرجي ۽ نه سنساري سکن ۽ نعمتن لاءِ.

بئرسٽر سوال ڪيو ته حضور! ڪوبه آهي روحاني
ساڌنائون ڪري من جون مرادون پائي سگهي ٿو ڇا؟ انهن
ڪرڻ سان ڇا ٿو هٿ حاصل اچي؟

حضور جن فرمايو، ”دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو ڌن دولت
رڌي سڌي، ۽ شڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي قسمن
جا منتر جپين ٿا ۽ ساڌنائون ڪن ٿا پر سچي متلاشيءَ کي
پنهنجي زندگيءَ جو مول مقصد صرف پرماتما جي پراپتي
رکڻ گهرجي. در اصل، هي انمول مانش چولو مالڪ صرف
پنهنجي ملڻ لاءِ بخشيو آهي.

نوجوان بئرسٽر پڇيو ته انهن ساڌن سان ڌن دولت يا
عهدو حاصل ڪري سگهجي ٿو ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته ها، سنسار جون اهڙيون پرواهون
ڪرڻ لاءِ الڳ الڳ منتر ۽ الڳ الڳ ساڌنائون
ٿينديون آهن.

بئرسٽر پڇيو، حضور! ڪجهه به حاصل ڪري سگهجي
ٿو پوءِ چاهي سندر استري هجي يا اڻميو ڌن؟

حضور جن فرمايو ته اهي سڀ شيون ملي سگهن ٿيون پر
توهان کي ان لاءِ وڏي قيمت چڪائڻي پوندي ۽ ساڳئي
وقت توهان جي ڪرمن جو بوجھ به ڀاري ٿيندو. اهي اپاوَن
ئي آتما جي جمڻ مرڻ، ڏکن ۽ ڪليش جو ڪارڻ آهن.
پرماتما جي کوجيءَ کي ڪڏهن به سنساري پدارٿن جي اڇا
نه رکڻ کپي. اهي هن روحاني راهه ۾ وڏا روڙا ۽ رنڊڪون

آهن. پرمارٿيءَ کي پنهنجي لاءِ صرف هن انساني جامي جي اصلي مقصد يعني پرميشور پراپتي ۾ رکڻ جڳائي. جيڪي منش جي ڏُرمستڪ ۾ لکيل آهي، اهو هڪڙي اوس ملندو ۽ انهيءَ ڪري ڪيس رضا ۾ راضي رهڻ گهرجي. اميري غريبي، سک ڏک، مان اپمان، بيماري تندرستي، رنج ۽ راحت مطلب ته جيڪي انسان کي ملڻو آهي اهو اڳيئي پنهنجي تقدير ۾ لکائي آيو آهي.

راءِ روشن لعل حضور جن کي عرض ڪيو ته ستگورو جي! توهان سنت مت جي ابياس بابت ڪجهه ٻڌائڻ چاهيو ٿي.

حضور جن وراڻيو ته هيءَ ٿورو مضمون ٻيو اچي ويو. ساڌڪ کي سيني لڳائڻ کي دل مان ڪڍي، ڪنهن ايڪانت آستان ۾ يا گوڙ ٻکيڙي کان پري ڪنهن ڪمري ۾ وهڻ کپي. سڀ اُبرڻ کان ٻه ٽي ڪلاڪ اڳ واري سمي کي هندو شاسترن "برهم مهورت" سڏيو آهي. اهو وقت يڳتيءَ لاءِ بي مثل آهي. هونءَ ته سمورو وقت ئي پرماتما جو آهي ۽ ابياسيءَ کي جنهن به وقت سهوليت ٿئي ان وقت مالڪ جي ياد ۾ ويهي سگهي ٿو پر امرت ويلي پڄن ڪرڻ ۾ ڪي خاص خوبيون آهن جي ٻئي ڪنهن وقت ۾ نٿيون ٿي سگهن.

سويل صبوح جو اساڄو تن ننڊ جي من رات جي آرام ڪرڻ بعد تازو توانو رهي ٿو. اڳتين ڏينهن جون چنتائون ۽ ڪم ڪارون اسان کان وسري وڃن ٿيون. نئين ڏينهن جي ڪم جو بوجو اسانجي من تي اڃا غالب ڪونه هوندو آهي. چوڌاري شانتي ۽ سڪ سدائت هوندي آهي. آمدرفت جو شور غل به ڪونه هوندو آهي ۽ بار به سهيل هوندا آهن. ان مهل ڪنهن به اوچتي مهمان يا ملاقاتي جي اچڻ جو

امڪان ڪونه هوندو آهي. انهيءَ شانتيءَ واري ورڻ اچڻ
سمجهڻ لاءِ نهايت ڪارائتو ليکيو آهي ۽ ٿهڪري من جي
ورتيءَ کي سولائيءَ سان اندر ايڪاڳر ڪري سگهبو آهي.
انهيءَ سبب ۽ شانت سمر ابياسيءَ کي گهرجي ته پنهنجي
من کي اسٿر ڪري پنهنجي خيال کي شوليتر ۾ ايڪاڳر ڪري.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته ڌيان ڏيڻ پڇو ته اسانجي
شرير ۾ من ۽ آتما جو استان اکين جي پويان آهي. جنهنکي
تيسرا تل، نين اک، شوليتر، اشٽ دل ڪنول يا نقطهِ سويدا
ڪري سڏيو ويو آهي. هيءَ اها ئي جاءِ آهي جتان اسانجو من
۽ آتما شرير جي نون دروازن ذريعي دنيا ۾ ڦهلجي وڃن ٿا.
اهي نو دروازا آهن، ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه ناسڪالون، وات
۽ ٻه هيٺيان دروازا. اسانکي پنهنجي ڦهليل خيال کي سڀني
طرفن کان سمٽي انهيءَ مرڪز تي ايڪاڳر ڪرڻو آهي. ان
ڪيندر لئي پنهنجي من کي آڳي بلڪل شانت ۽ اڏول
ڪري ابهارڻو آهي.

ستن مهاتمائن ان منزل مقصود کي حاصل ڪرڻ لاءِ من
جي سڀاءَ جو ٻنهي ابياس ڪري ڏٺو ته هيءُ من هر وقت
سنساري پدارٿن جو سمرڻ ۽ ڌيان ڪندو رهي ٿو. انهن
سڀني اهو ڏٺو هوندو ته انهن بلڪل شانت ۽ خاموش رهڻ
هوندا آهيو ته ڏٺو ۽ انهيءَ جو من اندر ئي اندر ڪجهه نه
ڪجهه سوچيندو رهندو آهي، ڪجهه نه ڪجهه دهرائيندو
رهندو آهي يا ڪنهن نه ڪنهن ويچار ۾ غلطان هوندو
آهي. من ڪڏهن به اسٿر ڪونه رهندو آهي. هر هڪ پل ۾
هر هڪ وستوءَ کان ٻيءَ وستوءَ ڏانهن ڊوڙندو ئي رهي ٿو.
سڌس من جي ان عادت جو فائدو وٺندا آهن. هو من کي
ڏليوي سمرڻ ڪرڻ جي بجاءِ پرماتما جي پوتر نامن جي

سمرن ۾ لڳائين ٿا. سنت مت جي ابياس ۾ ٻاهرين ۽
مکيہ ڳالھ آهي پرماتما جو سمرن. پر سمرن هجي لڳاتار ۽
اٽوٽ جيئن من کي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ جو موقعو نه
نه ملي. ان مهل پنهنجو خيال ٻنهي ڀرن جي وچ ۾ ڄمائي
رکڻ گهرجي. اها ساڌنا ڪهڙي مهل ۽ ڪٿي به شانتيءَ سان
ڪري سگهجي ٿي ۽ ان ۾ ڪا به تڪليف يا ڪنهائي ڪانهي.
ان ابياس بابت مڪمل هدايتون دکشا ڏيڻ وقت ڏنيون
وينديون آهن.

توهان اهو ڏٺو هوندو ته من جنهن به شيءِ جو خيال ڪندو
آهي ته ان شيءِ جو آڪار ۽ روپ به اچي اڳيان پيهندو آهي.
ان کي چئجيتو، ”ڌيان.“ سنت سنسارڪ پدارٿن جي ڌيان
جي بجاءِ گوروءَ جي ڌيان ڪرڻ جي هدايت ڪن ٿا.
گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

”اڪال مورت هيءَ ساڌ سنتن ڪي،
تاهو نيڪي ڌيان ڪو.“

ارٿات سنتن جو امر ۽ ابناسي سروپ من کي ٽڪائڻ لاءِ
اُتم ساڌن آهي.

ڌيان ڪاڻپوءِ انهد شبد يا الاهي آوازکي ٻڌبو آهي. توري
۾ چئجي ته آتمڪ ابياس جو اهو ئي سار آهي. ٻاهرين سمرن
پوءِ ڌيان ۽ پوءِ ڌن يعني آتما کي ان اڏکيت سان جوڙڻ.
سمرڻ ذريعي اسين پنهنجي خيال کي ٻاهرين پدارٿن مان
سميٽي ٽيسري تل ۾ ايڪاگر ڪريون ٿا، ڌيان ڪرڻ سان
اسانجو خيال ان مرڪز تي ٽڪجي ٿو ۽ انهد شبد جي
سهاري اسانجي آتما اوچن منڊلن ڏانهن پرواز ڪري ٿي.

پادري پروفيسر چيو ته اها ڳالھ صحيح معلوم ٿئي ٿي
۽ دل کي لڳي ٿي.

حضور جن فرمايو ته صحت الله وشواس رکڻ لاءِ ڪلاڪن
هدايت ڪرڻ ڪندا آهن بلڪ هو ته ڏاڍي سان چوندا آهن
ته ڪوهه ڪمائي ڪري اهي سڀ نظارا پنهنجي اندر
ڏسي سگهي ٿو.

نوجوان پرستر چيو ته آلمڪ اڀياس لاءِ ڪنهن خاص آسن
جي ضرورت آهي ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته شبد ٻڌڻ لاءِ هڪ خاص آسن سهنج
پرلو ۽ وڌيڪ لاڀدائڪ آهي پر آسن جو خاص مهتو ڪونهي،
ڪهڙي به سولي ۽ آرام داڪ آسن ۾ وٺهي اڀياس ڪري
سگهجي ٿو. پر جيڪا مهتو پورڻ ڳالهه آهي سا آهي من جي
ايڪاگرتا، ڌڪ آسن.

هڪ پادريءَ چيو ته مان هڪ سوال پڇي سگهان ٿو؟
هندن جو پرجنم ۽ آواگمون ۾ وشواس جو سڌانت منهنجي
سمجهه ۾ ڪو نه ٿو اچي. منش جنم مان ڪري، جانور جي جون
پائي سگهجي ٿي ۽ جانور منش جو چولو پائي سگهي ٿو،
اهڙي طرح جيو آتما جونيون بدلائيندي رهي، اهو منهنجي
عقل کي ڪين ٿو اٽڪي.

حضور جن وراڻيو ته سنسار ۾ روزمره جيڪي وچتر
گهٽنائون، اسانجي سمجهه ۾ نٿيون اچن، انهن جو اهو ئي
مهيم ۽ لڳو جواب آهي. اسين هر روز عجيب و غريب
ڳالهيون ڏسندا آهيون. هڪ ٻار دولتمند ۽ آسودي گهر ۾
جنم وٺي ٿو، سون جي پينگهي ۾ لوڏجي ٿو. ٻيو اُني جنم
وٺي ٿو جتي ته وچارڻ لاءِ ڪو ڪمرو آهي نه پورڻ لاءِ
وستر. ڪي جنم کان ئي انڌا، لولا لنگڙا جمن ٿا، ڪي
مورک ته ڪي جنم کان ئي اپراڌي ورتي ڪٽي ايندا آهن.
ڪن کي مالڪ غريب ڪارڻ رستن ۽ راهن تي اُڇلائي ڇڏيندا

۽ آزمودا آلما جي اُنتيءَ ۽ وڪاس لاءِ ضروري آهن. آلما
جي لباس مٽائڻ جو نالو آهي موت. آلما کي هڪ نئين ديهه
ملي ٿي جنهن ۾ اُنکي پنهنجي ڪرمن انوسار اهڙي انڀو
حاصل ٿين ٿا جي حقيقت ۾ هنجي اُنتيءَ لاءِ ضروري ۽
مفيد آهن.

جڏهن منش جو مرڻيو ٿئي ٿو تڏهين هو صرف پنهنجي
ڪارڻ ڪيتر ۾ وڃي ٿو پر سندس ڪيل ڪرمن جو حساب
ڪتاب هن سان گڏ رهيتو. هو جتي وڃي ٿو اُتي اُنهن
ڪرمن جو قرض کيس چڪائڻو پوي ٿو. قدرت سنگدل مهاجن
جيان آهي. جيڪي قرض اوهان کنيا آهن اهي موٽائڻا
اوهان لاءِ ٻيو چارو ئي ڪونهي. دنيا جي سڀني ڌرمن اِن
عدالت کي تسليم ڪيو آهي ته جيڪي پوکبو سو لڻبو.
انسان پنهنجي ڪيل ڪرمن جي ڦل لاءِ خود ئي ذميوار آهي.
اهوئي ڪرمن جو قانون آهي ۽ جمر جو عدالت ۾ ان سان ناجي
نٿي وانگر جزا آهي. پر جمر ڪالسواءِ ڪرمن جو عدالت
اڌورو ۽ اڻپورو رهجي ٿو وڃي. اسين سڀ لڳاتار ڪرم ڪندا
رهون ٿا ۽ اهڙي ريت نئون قرض کڻي پنهنجي اوجب کي
ڌارڻي رهيا آهيون. هي سڀ قرض چڪائڻا ئي پوندا. ان
ڪالسواءِ ڇوٽڪارو جو ڪو ٻيو اپاءُ ئي ڪونهي. ڪڏهن ئي جنم
۾ اسين ڪرمن جو انت ۽ بوجهه کڻي نا وهون جو هڪ حياتيءَ
۾ چڪائڻ ناممڪن ٿيو پوي. توهان پڇيو ته حضور!
اهو ناممڪن ڇو آهي؟

حضور جن فرمايو ته سمجهو هڪ ماڻهو شڪار ڪرڻ جو
ڏاڍو شوقين آهي ۽ هو پنهنجي زندگيءَ ۾ سو جانور ماري
ٿو. اهو ٻاري ٻرح صرف تڏهن ئي ختم ٿيندو جڏهن اهي
جانور واري سان ان شڪاريءَ جي جان وٺندا. سو

ان شڪاري کي صرف هڪ بري عادت ڪارڻ سو جنم
وٺي اهو ڪرمن جو اوج چڪائڻو پوندو. قدرت پنهنجو اهو
پراڻو قانون بدليو ٿي ڪواهي نه جان جي بدلي جان ۽ اک
جي بدلي اک ڏيڻي حساب چڪائڻو آهي. اهو قانون اڄ
به پوري طرح لاڳو آهي. سو ڪرمن جو حساب ڪتاب
چڪائڻو ٿي آهي. جيڪڏهن موت کان اڳ اهو ليکو چڪتو
نه ٿيو نه قرضدار کي اهو ليکو پورو چڪائڻ لاءِ وري جنم
وٺڻو ٿي پوندو. صرف چولي جي بدلائڻ سان قرضدار کي
معافي نٿي ملي. هنجي سڀني ڪرمن جو ليکو ۽ اهڙو ڏيڻو
هنجي انتهڪرڻ ۾ پڪي طرح اڪريل رهي ٿو. ان ڪرمن
جي بندش کي نه نه ڪو ڪوڙي ثابت ڪري سگهي ٿو،
نه بدلائي سگهي ٿو ۽ نه ٿي ناس ڪري سگهي ٿو. ان ۾
درج ڪيل هڪ هڪ ڪوڏي به چڪائڻي پوندي. هر هڪ
نيڪ ڪرم جو انعام ملڻو آهي ۽ هر هڪ بري ڪرم جي سزا
ڀوڳڻي آهي.

ڀلي بئريسٽر پڇيو ته اسانکي سزا ڇو ٿي ڏني وڃي؟

حضور جن وراڻيو ته اسانجي ئي ڀلي ۽ بهتري لاءِ،
اسانکي سڌارڻ سنوارڻ لاءِ ۽ اسانجي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ.

بئريسٽر سوال ڪيو ته جڏهن اسانکي ياد ئي ڪونه ٿو
رهي ته اسان گذريل جنم ۾ ڪهڙا ڪرم ڪيا ۽ اسانکي
ڪهڙي ڪرم ڪارڻ سزا ڏني وڃي ٿي ته پوءِ ان سزا جو
فائدو ڪهڙو جڏهن سزا ملندڙ کي پنهنجو قصور ئي ياد
نٿو رهي؟

حضور جن فرمايو ته ان سزا جو اثر انتهڪرڻ ۾ امٽ
روپ ۾ اڪريل رهي ٿو ۽ ايندڙ جنمن ۾ آتما اهڙن ڪرمن
کان انهن ٿي ولڻن وڃي جيئن ڪو زهريلي نانگ کان بچندو

هي. اهڙو منش ٻاڻ کي اهڙن ڪرمن کان بچائيندو رهي
او ۽ سندس دل ۾ بڻ ڪرمن لاءِ قدرتي طور نفرت پيدا
ٿي پئي.

پرنسٽر چيو ته اها صرف وشواس جي ڳالهه ٿيندي يا ان
جي ثابتي به ڪري سگهبي ٿي يا نه؟

حضور جن فرمايو ته ها، جن پيارن کي سوکيم منڊلن جي
ڪاروبار کي ڏسڻ جي الدروني اک مالڪ بخشي ٿي،
انهن جي وچن يا سندن انڪيتن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي.

پرنسٽر انهن کان پڇيو ته ڇا هتي به ڪو اهڙو شيوڪ آهي
جنهن کي اها اندرين اک حاصل ٿي هجي ۽ جيڪو اسان کي
پنهنجا اهڙا انڀو ٻڌائي سگهي؟

حضور جن وراڻيو ته هتي اهڙا پيارا ڪيترائي آهن مگر هو
تمام رهڻ ٿي پسند ڪن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ ظاهر ڪرڻ
نٿا چاهين.

پرنسٽر چيو ته ان ۾ هنجي خود نمائي يا مشهوري ڪرڻ
جي ته ڳالهه ئي ڪانهي. صرف منهنجي جگياسا جو سماڌان
ٿي پوندو.

حضور جن فرمايو ته اهڙا سڀئي به توهان کي صرف پنهنجا
انڀو ٻڌائيندا پر ان مان توهانکي ڪيئن تسلي ٿيندي ته هو
جيڪي ڪجهه چون ٿا سو سچ آهي؟

پرنسٽر چيو ته مونکي هنجي ٻڌائڻ تي ئي وشواس
اچي ويندو.

”پوءِ توهين منهنجي چوڻ تي ئي ڇو نٿا وشواس
ڪريو؟“ حضور جن مشڪندي فرمايو.

انهن تي سڀئي اچي کل ۾ ڇڪيا.

حضور جن فرمايو ته ڇگو، درباري لعل توهانکي هڪ

مانيءَ وقت وٺي ويندو جنهنڪري وڇوڙائيءَ ۾ اهڙا اهڃاڻ اٿيو
ٿيا آهن.

اُهي لهن وينلن ۾ خاص ڪري اميريڪن پادرين ان مائيءَ
کي ڏسڻ جي چاهنا ڏيکاري. انڪري حضور دين ديال جن
مولکي آگيا ڏني ته مان بي بي رکيءَ کي ٿوريءَ دير
لاءِ وٺي اچان.

بي بي رکيءَ پنهنجا اهو بڌايا جن جو مون انگريزيءَ
۾ الواد ڪري بڌايو ۽ جو وهلن ۾ ڪيترا بي بي رکيءَ
جي پنجابي بولي چڱيءَ طرح ڪين ٿي سمجهي سگهيا.

ان ملاقات کانپوءِ سڀني کي سنتوش ٿيو.

بئريسٽر وڏيڪ پڇيو ته حضور! سرڳ ۽ نرڪ ۾ به آتما
کي ڪا ديهه هوندي آهي ڇا؟

حضور جن فرمايو ته ها پرٿويءَ اسٿول ديهه لا، سوکيم
ديهه ٿيندي آهي، اهي سوکيم شرير اهڙا هوندا آهن جهڙا
سپني ۾ ڏسبا آهن ۽ سک ۽ دک جو اثر محسوس
ڪندا آهن.

بئريسٽر وري سوال پڇيو، ”سوکيم شرير به موت اچڻ
تي مٽجي ٿو ڇا؟ سمجهو ته ڪو ماڻهو موت کانپوءِ هڪ
ڪتي جي جون پائي ٿو، ته هن جي سوکيم شرير کي به سائيءَ
حالت مان لنگهڻو پوندو ڇا؟“

حضور جن فرمايو ته نه، سوکيم شرير هميشه يڪسان رهي
ٿو. سوکيم شرير پنجن تتن پرٿوي، پاڻي، اگني، وايو ۽
آڪاش جو ٺهيل ڪونهي. بلڪ نون سوکيم تتن مان ٺهيل
آهي، روپ، رس، سپرش، گند ۽ باقي بيا چار آهن من،
بڌي، چت ۽ اهنڪار.

بئريسٽر وري پڇيو ته ڪڏهن جمدوت ا. غلطيءَ وچان

ستسنگين کي نرڪ ۾ وٺي ويندا آهن ڇا؟

حضور جن فرمايو ته، جنهن به جيو کي پوري گوروءَ کان نام مليو آهي، جمدوت ان جي نزديڪ اچڻ جي به همت نٿا ڪن. نه رڳو ايترو بلڪ جمدوتن جو مالڪ جمراج به ستگوروءَ جي شبد کان ڪنبڻ لڳو وڃي. جي جمدوت ڪنهن ستسنگيءَ کي نرڪ ۾ وٺي ويندا ته ان جي رهائيءَ لاءِ پوري گوروءَ کي اُتي نرڪن ۾ وڃڻو پوندو ۽ ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو نرڪن جي سڀني جيون جا بند خلاص ٿي ويندا ۽ سڀ نرڪ خالي ٿي ويندا، جا ڳالهه جمراج کي تمام قبول ڪانهي.

بئرسٽر پڇيو ته حضور اهي دکدائي جمراج ۽ ان جا دوت ڇو ٺاهيا ويا آهن؟

ستگورن فرمايو ته جي ڪچرو ڪانٽو هوندو آهي ته مهتر کي سڏ ڪبو آهي، جي ڪنهن بدمعاش يا ڌاڪوءَ کي پڪڙڻو هوندو آهي ته پوليس واري کي سڏ ڪبو آهي. توهين خود سمجهي سگهو ٿا ته سماج جي انتظام لاءِ پوليس جو محڪمو اهڙو ئي ضروري آهي جهڙو ٻيو ڪو سماج سڌار محڪمو.

پادري حضور جن جي وچن جي تائيد ڪندي چيو ته برابر دنيا ۾ پرماتما کي ٻنهي ٻرن ۽ ڀلن لوڪن سان واسطو پوي ٿو.

بئرسٽر چيو، ”مان ته سمجهان ٿو ته هي سرڳن ۽ نرڪن جون ڳالهيون صرف ڪلپنا آهن ۽ انهيءَ مطلب سان گهڙيون ويئون آهن ته لوڪ برائيءَ کان ڊڄي نيڪيءَ ڏانهن مائل ٿين.

اهو ٻڌي سڀئي کلي پيا.

حضور جن فرمايو ته اهو درست ڪونهي. سڀئي ڌرمن

جي سنتن ۽ مهاتمائن الهڏو ذڪر ڪيو آهي ۽ الهڏو وچن ڪڏهن به غلط نه ٿيندو آهي. جيڪي هو پنهنجي اندرين اکين سان ڏسن ٿا اهو ئي سمجهائين ٿا.

هڪ پادريءَ چيو تہ جڏهن ڪنهن ماضيءَ جي مهاتما جي وچن جي هر ديش ۽ وقت جا مهاتما تائيد ٿا ڪن ته آهي وچن ضرور مهتو پورڻ ۽ پروسي جوڳا هوندا.

حضور جن فرمايو ته عجب جي ڳالهه ته اها آهي ته ماڻهو سمجهن ٿا ته هو سڀ ڪجهه پنهنجي عقل بدئيءَ ذريعي سمجهي سگهن ٿا. انهن کي اها ڄاڻ ڪانهي ته اهڙا به لوڪ ۽ منڊل آهن جي هنجي عقل بدئيءَ جي پهچ کان بلڪل پري آهن.

ان تي مسلمان ڊاڪٽر چيو ته اهو انسان جو محدود عقل ۽ بدي آهي جنهن هڪ ئي قرآن شريف جي معنا وارن کي باهتر فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي ۽ عيسائين ۾ اليڪ پنٿ چالو ڪري ڇڏيا آهن.

پادرين مان هڪ حضور جن کي ياد ڏياريندي عرض ڪيو ته توهين پنر جنم جي باري ۾ ڪجهه ٻڌائي رهيا هئا.

حضور جن فرمايو ته توهان پڇيو ٿي ته انسان کي نيچ ۽ اوچ جونين ۾ ڇو ٿو موڪليو وڃي؟ توهين ڏسو ته قدرت جي هر ڪارج ۾ مصلحت رکيل آهي. جڏهن قدرت ڏسي ٿي ته ڪنهن ماڻهوءَ تي شڪار ڪرڻ ۽ جيو هتيا ڪرڻ جو ڀوت سوار آهي ته هوءَ هنکي ٿرت ئي اهڙي جوڻ ٿي ڏئي جهڙوڪ شينهن جي ٿيا چيتي جي، جتي هو آسانيءَ سان پنهنجي ان پرٻل اڇا جي پورتي ڪري سگهي. جيڪڏهن ماڻهوءَ ۾ اچا آهي حيوانن عادتون آهن ۽ منش جنم جهڙي املڪ رتن جو ڪوبه قدر نٿو ڪري ۽ سدس

هلت چلت ۽ جاورن والگر آهي، ته پوء چو ڪين قدر
اهڙي انسان کي هيلين ايج جولين ۽ موڪليدي جنهي
مسيح بچ لائق آهي؟ الهن جوڻ ۽ براڻل آزمودا ۽ الپوهنجي
وڪاس ۽ التيء لاء لاپدائڪ ٿيندا. پيو لوهان اهو ۽
هولدو ته ڪي ڪتا، ٻليون يا ٻيا ڪي جالور ڪن انسان
ڪان ۽ وڏڪ سلي هلت ڪندا آهن. پوء چو ڪين
اهڙن آلمائن لي دبا ڪري مڙش چولو بخشيدو جنهن لاء
هو صحيح روپ ۽ لائق آهن؟ ودرس جبڪو سبب الهن
آلمائن کي سبڪارڻ چاهبو لي اهو سبق هن
چڏسو ته مڙش حر باني حيوالسي ۽ هسڪ ورناء ڪرڻ
ڪبڏو ته هاجيڪار آهي. در اصل، هي سب ڳالهيون
ڏنارن سمجهڻ جهڙيون آهن باقي ٻڌيء ۽ اهڙ مباحثي ذريعي
اهي سمجهي ته سکهيون.

پادري پروفسر سهمس ليددی چيو ته الين برابر آهي.
اترسٽر چيو ته جهڪڏهن سب دک، درد ۽ بيمارين
اساڄي ڪدرال ڪرمن جو ڦل آهن ته پوء الهنکي دور ڪرڻ
جي ڪوشش ۽ اپاء ڪرڻ جو ته ڪو سوال لي لٿو اٿي؟
حضور جن فرمايو ته اهو درست ڪولهي. جيتوڻيڪ آهي
ڪڪمت ۽ ڪليش اساڄي ڪِل ڪرمن ڪارڻ آهن ته ۽ الجو
اهو ارٿ ڪولهي ته اساڪي الهن کان چڙنڪارو پائڻ لاء
ڪو ۽ جتن ڪرڻ ته گهرجي. ممڪن آهي تہ ڪي دک ۽
مصيبتون اساڄي هن جنم جي غلطين يا ڪرمن ڪارڻ هجن
۽ شايد اسين سولائيء سان الهنکي دور ڪري سکهون؟
ڏهن اسين الهنکي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته
۽ سنتوش رهندو ته انسان بنهنجي ڪوشش ڪئي آهي.
هيء ڪري الهن دکن کي چپ چاپ سهي سکهنداسين.

پادري پروفيسر عرض ڪيو، ”مهاراج جي! اسان توهانجو ڪافي وقت ورتو آهي ۽ اوهان نهايت تحمل سان اساڻجي شڪائن جو سماڌان ڪيو آهي. جي توهانجي اجازت هجي ته مان فقط هڪ وڌيڪ سوال پڇان.

حضور جن وراڻيو، ”وڏي خوشيءَ سان پڇو. اهو منهنجو فرض آهي بلڪ مونکي سچن جگياسن جي سوالن کي سلجهائڻ ۾ وڏي خوشي ٿيندي آهي.“

تڏهن پادريءَ پڇيو، ”سائين! ڪجهه روشني ويدانت تي وجهو. ويدانت، يوگ ۽ سنت مت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“

ستگورن فرمايو، ”ڀارت درشن جون ڇهه شاخون آهن جنهنکي کٽ درشن چئبو آهي ۽ ويدانت ان مان هڪ آهي. يوگ به کٽ درشن جو هڪ انگ آهي ۽ ويدانت کان نيارو آهي پر سنت مت جي چاڙهه انهن ڇهن ٿي کي ڪانهي. سنت مت جي منزل ۽ رسائي انهن سڀني کان مٿي آهي. ڀڳوان ويدويااس رشيءَ ويدانت شاستر لکيو پر ويدانت کي موجوده روپ شنڪر آچاريه (٧٨٨ کان ٨٨٨ عيسوي) ڏنو. هن ادويت واد جي استاپنا ڪئي جنهنجو سڌانت آهي ته پرماتما کان سواءِ ٻيو سڀ ناسولت ۽ اپي ٿقا آهي.

رامانج آچاريه (١٠١٧ کان ١١٣٧) جنهن دويت واد سڌانت جو پرچار ڪيو. اهو برهم جي سرگڻ روپ ۾ وشواس رکي: ته ۽ چوي ٿو ته برهم ۽ آتما الڳ الڳ آهن پر ادويت واد ٻنهي کي هم جنس مڃي ٿو. هو چون ٿا ته برهم کانسواءِ ٻيو سڀ ڀرم آهي. ”ايڪو برهم دليه ناستي.“ هي جيڪي ڪجهه نظر اچي ٿو سو مايا وي سڀڻو آهي ۽ صرف اگيان جي ڪارڻ نظر اچي ٿو. جهڙي طرح ڏولهون آڪ مان لڪري آڪ کي لڪائي ڇڏي ٿو اهڙي طرح هن مايا برهم کي لڪائي

ڇڏيو آهي.*

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته اسانجي آتما ٻرڌن ۽ ٻڌڪن سان ٻڌڪي بيٺي آهي. منش جيون جو اصلي مقصد آهي انهن ٻڌڻن کي هٽائي آتما کي پرماتما سان ملائڻ. فرق صرف انهن طريقن ۽ سادنن جو آهي جي طرح طرح جا مت متانتر انهن اڳيان جي ٻڌڻن کي هٽائڻ لاءِ اختيار ڪن ٿا. وديا سڱيان مارڳ يعني عقل ٻڌيءَ جو مارڳ ڏيکاري ٿي ته پرماتما چاهي ٿو ته اسين اها ترڪ ۽ واد وواد جي راهه ڇڏي پريم ۽ ڀڳتيءَ جي ٻيڙي جي سهاري هن ڏانهن اڏامون. عقل اسانکي صرف دليري ڪرڪار ڪرڻ لاءِ مليو آهي. ان اڳم ۽ اسين پرماتما کي سمجهڻ لاءِ اسانجو هي عقل ۽ ٻڌي محدود ۽ ٿڪالر آهي.

وديالتي ٻاڻ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ ٻالڪي شرير، من ۽ پراڻن وغيره کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هو لسرڪ دنارن ان لڪي لي ٻهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته هو لڪي شرير آهي، لڪي پراڻ آهي (جي شرير کي هلائين ٿا) ۽ لڪي پراڻن کي ستا ڏيڻ وارو من آهي. هو آتما آهي. هو شرير، پراڻ ۽ من کي جيون ۽ شڪتي ڏيڻ واري سچي چيتن ستا آهي. اها چيتن ستا ئي پرم آتما آهي، برهم آهي، سمورڻ سرشٽيءَ جو ڪرتا آهي. وديالتي چون ٿا ته آتما جي الڳ هستي آهيئي ڪانه، اهو سڀ ڪوڙ آهي. مان ئي سنسار آهيان ۽ سنسار جو سنڀالڪ آهيان. مان ئي پرم چيتنا جو ساگر آهيان ۽ هي سنسار ان جون لهرون، وير ۽ ڪجي آهن. اڳيان دوارن انهن ڪيل مايا ڪارڻ ئي منش خود برهم هوندي به ٻالڪي ليج ۽ ٿم سمجهي رهيو آهي.

اهو سڀ زبان سان چوڻ آسان آهي پر صرف عقل ۽
تڪ ذريعي الهيءَ ۾ وشواس رکڻ مشڪل آهي. الهيءَ
ڪري ويدانت جا آچاريه - ماڌو آچاريه ۽ ٻين پالڌجاي لوڪ
جي مدد سان پنهنجي مقصد کي پراپت ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي. ڪجهه وقت کانپوءِ ماڌوآچاريه ۽ گيانيشور انهيءَ قدر
چيو ته ڀڳتي مارگ دوارا ئي موکش ملي سگهي ٿو.

نوجوان برهمچاري چيو ته پاڻ کي برهم سمجهڻ وارو سدانت
مون کي ڏاڍو پسند آهي. شيوڪ ٿيڻ بدران سوامي ڇو نه
ٿجي؟ پٽ کان ته پيءُ ٿيڻ بهتر آهي.

حضور جن مشڪي ورائيو ته اهو گيان يوگ جو مارگ
آهي ڪٺن ۽ خطرناڪ آهي. گسائين تلسيداس راماڻ ۾ گيان
مارگ کي تلوار جي ڌار سان ڀيٽيو آهي. ليڪن مان ڪو هڪ
الهيءَ ذريعي پنهنجي لڪش کي پائي سگهي ٿو، هرهڪ
جو ڪم ناهي. ڪو وياس، وششٽ يا شنڪر آچاريه جهڙو
ڪامياب ٿئي ته ٿئي، نه ته ٻين لاءِ مشڪل آهي.

”مان سمجهان ٿو ته آتما، جا پرماتما جو انش آهي، بلڪ
پرماتما کي به ڪيترن سيمائن اندر ڪم ڪرڻو پوي ٿو،
توهانجو ان باري ۾ ڪهڙو راءِ آهي؟“ نوجوان برهمچاري
پڇيو.

ستگورن فرمايو، ”آتما بيشڪ راجڪماري آهي پر هن
وقت من ۽ اندرين جي بندشن ۾ قيد آهي. اهڙي حالت ۾
پرماتما جو انش هوندي به وشيه وڪارن جي طوفاني لهرن
جو مقابلو ڪيئن ڪري سگهندي؟ ڀلي ڪٿي ظاهري اسين
پنهنجون ڪمزوريون ۽ پاپ سوڪار نه ڪيون پر اسان کي اها
پوري ڄاڻ آهي ته من جي اشارن تي اسين رات ڏينهن
نچي رهيا آهيون ۽ بار بار واشنائن جو شڪار بڻجي ٿا وڃون.

تو تپ، موهه ۽ آهنڪار آتما کي غلام بڻائي ويا آهن.
جيستائين پوري ستگوروءَ کان ڀيد وٺي ساڌڪ پنهنجي
چيتنتا کي انهن دوارن مان هٽائي، انهي شرير کي لاهي،
آتما کي من ۽ مايا جي گرفت کان بچائي پار برهم ۾ نٿو
پهچي تيستائين زبان سان سوهنگ چوڻ فضول آهي ۽ اهو
اهڙي طرح آهي جيئن ڪو مسخرو اسٽيج تي پاڻ کي راجا
سڏائيندو آهي. پار برهم ۾ پهچي جڏهن آتما محسوس ڪري
ٿي ته مان ستپرش جو جزو آهيان ۽ فرق صرف اهو آهي ته
هو سمند آهي ۽ مان انجو قطرو، تڏهن ٿي سوهنگ چوڻ
سهائي ٿو ۽ ان کان اڳ نه.

ٻريسٽر چيو ته سائين! توهان جيڪي فرمايو سو بلڪل
ٺيڪ آهي. مون سوهنگ چئي جيڪا پرماتما جي همجنس
هجڻ جي دعويٰ ٿي ڪئي، تنهن تان مان هٿ ٿو کڻان.

حضور جن فرمايو ته هوشيار وڪيل وانگر توهانکي خبر
آهي ته ڪٿي ۽ ڪڏهن پنهنجي هار مڃجي. سڀ اچي کل
۾ ڇٽڪيا. جيڪڏهن ڪو مزور لنڊن جي سڙڪن تي چوندو
وتي ته مان انگريزن جو شهنشاه آهيان ته جهٽ هنکي سڀ
بيوقوف سمجهندا.

ٻريسٽر چيو ته حضور اسانجو من اسان کان عجيب و غريب
ڪرم ڪرائي ٿو.

داتاجن وراڻيو ته اسانکي ڄڳائي له جيڪي اگيان جا
پردا اسانجي آتما تي وڪوڙيل آهن انهيءَ پوري گوروءَ
کان نام وٺي هٽايون. پوءِ ٿي آتما جو پرڪاش پوري روپ
۾ ظاهر ٿيندو ۽ صرف اها دعويٰ ڪرڻ سان ته اسين پرماتما
آهيون، اسين پرماتما بڻجي ڪين پونداسين پر ان وڃائل
”خدائي“ کي پائڻ لاءِ اسانکي صحيح اپاءُ وٺڻا پوندا.

۴. دم - يعني اندرين جو دمن.
۵. اپرتي - سنساري پدارٿن کان من کي هٽائڻ ۽ ڌارمڪ ريتن رسمن جي بندن کان پاڻکي آجو رکڻ.
٦. لتڪشا - سهن شڪتي، مصيبتن کي صبر سان سهڻ.
۷. شرڌا - يعني گروءَ جي وچن ۾ پورن وشواس.
۸. سواڌان - من جي چستي ۽ ايڪاگرتا.
۹. ممڪشا - مڪتي يعني پرماتما جي پراپتيءَ جي پربل اڇا.

جنهن ۾ مٿيان سڀ گڻ هوندا سوئي ويدانت جي ابياس جو اڌڪاري سمجهيو ويندو آهي. هاڻي پڇاڙيو ته ڪيترن ۾ آهي گڻ هوندا؟ جي ڪن جزوي پڙهيل لکيل ۽ سمجهو ماڻهن اهيءَ مان لاڀ ورتو ته باقي ڪروڙين ماڻهن جو اڌار ڪيئن ٿيندو؟ ڇا هو پرماتما جي ديا مهر جي پائڻ جا لائق ئي نه آهن؟ پريو پراپتيءَ جو مارگ ته سڀني مردن زالن، پڙهيلن ۽ اڻ پڙهيلن، ودوانن ۽ مورکن لاءِ سمان آهي ۽ اهو آهي ڀڳتي مارگ جنهن لئي ڇهن سالن جو ٻار به آسانيءَ سان هلي سگهي ٿو.

پادري پروفيسر چيو ته اهو بلڪل صحيح آهي. بئرسٽر چيو ته حضور! اسين ته پاڻکي بادشاهه سمجهي ويٺا هئاسين. توهان ته اسانکي لڏت لان ئي لاهي ڇڏيو.

حضور جن ورائيو ته اثين ڪونهي. مان ته چاهيان ٿو ته توهين صرف ٻاهري طور بادشاهه نه بڻجو بلڪ سچ پچ بادشاهه بڻجو. رڳو زباني جمع خرچ ڪرڻ واري وادگر نه ٿيو ته مان آتما آهيان، انادي، انس، امر، جاڳي جاڳتهار، سرو وياپي، سرو گيانا، سرو شڪتيوان، اَچل، رچڻهار، من ۽ اندرين جي دائري کان مٿي آهيان پر حقيقت ۾ اثين بڻجو.

جو خطرو نہ ڪافي آهي.

ستگورن فرمايو، "ويدانت جو سار نہ ڪي ورلا ئي سمجهن. باقي نادان ۽ اڳياڻي ماڻهن جو نہ اُنهيءَ ۾ سراسر نقصان آهي. ڀڳتي مارگ پريم، نمرتا ۽ ديتا جو مارگ آهي. پريوءَ کي اِهي ڪرڻ هميشہ پسند ايندا آهن ۽ اُنهن مان جگياسوءَ کي ڪو نقصان ڪونہ پهچندو، بلڪ پرمارٿي سفر جلدي طي ٿيندو. پرماتما سان پريم جي هڪ لهر سون يا هزارن گياهن کي ڏوڙي ٿي ڇڏي ۽ پريمي جگياسوءَ کي هزارن واچڪ گيانين ۽ عالمن فاضلن کان سرشت بڻايو ڇڏي.

راءِ روشنلعل عرض ڪيو، "ويدانت جو اصلي مقصد هو جيو ۽ برهم جي ايڪتا ثابت ڪرڻ. پراچين ويدانتين اُنهيءَ لاءِ آتمڪ ساڌنائن جو سهارو ورتو پنهنجي اڀياس کي جيو آتما سان شروع ڪيو ۽ برهم ۾ وڃي سمايا.

هڪ پادريءَ چيو، "منهنجي خيال ۾ نہ اسانجو ڌرم سڀني کان سٺو آهي.

راءِ روشنلعل پنهنجو رايو ڏيندي چيو، "جيتري قدر روحانيت ۽ حقيقت جو سوال آهي اها نہ سڀني مذهبن جي تہ ۾ ساڳي آهي."

پادريءَ جواب ڏنو، "منهنجو ڪرائيسٽ سان اڻڌو پيار آهي جو مان پنهنجي ڌرم کي ڇڏڻ لاءِ ڪنهن بہ طرح تيار ڪونہ آهيان."

حضورجن فرمايو، "ڌرم مٽائڻ جي تہ ڪا ضرورت نہ ٿي ڪالهي پر ايترو ضرور آهي تہ توهانکي ڪرائيسٽ کي پنهنجي اندر ڏسڻ کپي. ڪرائيسٽ جي سچي حياتي پريم پيار ۽ شيوا سان ڀرپور هئي ۽ اسانجي واسطي اُنهيءَ کان وڌيڪ سٺو ڪو مثال ٿي نٿو سگهي. پر توهانکي جهڪو هن لاءِ

ٻار آهي انهيءَ جي ذريعي هنجي گوچ پنهنجي اندر ڪرڻ ڪپي ڇاڪاڻ ته ڪرائيسٽ جو فرمان آهي ته ”ٻوليو ته لوهان کي ملندو.“

پادريءَ پڇيو، ”اسين پرماتما کي ڏسي ۽ هن سان ڳالهائي سگهون ٿا؟

حضور جن هنڪي ٻئين ڏينهاري چيو ته ها بلڪل اهڙي طرح جيئن توهين مون سان ڳالهائي رهيا آهيو.

ٻئرسٽر چيو ته حضرت عيسيٰ کي ته ڪدرتي ورهيه لي ويا.

حضور جن وراڻيو ته ڪرائيسٽ ڪڏهن به مئو ڪونه آهي ۽ هنکي ڏسڻ لاءِ ديهه ڌاري ڪرائيسٽ. زنده گوروءَ کي ڳولڻو پوندو.

هڪ پادريءَ پڇيو ته عيسيٰ مسيح جيڪي سکيائون بائيبل جي روپ ۾ اسان لاءِ ورلي ۾ ڇڏي ويو آهي، انهن سکيائن تي عمل ڪرڻ سان هنکي ڏسي نٿو سگهجي ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته انهيءَ وشيه تي اسانکي ادارنا ۽ عملي روپ ۾ سوچڻ کپي. خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي ۽ حضرت عيسيٰ به اسانجي اندر آهي. ڪوبه پستڪ اسانکي اندر وڃڻ جي سادنا سيکاري سگهي ٿو ڇا؟ بائيبل ۾ ڪٿي به انهن ڪرياڻ ۽ سادنن جو ذڪر آيو آهي ڇا جي سادن خود ڪرائيسٽ ۽ هنجي پوئلڳن اندر وڃڻ لاءِ اختيار ڪيا؟ لوڪ اپياس تي ڪيترا وڏا پستڪ لکيا ويا آهن پر انهن پستڪن ۾ سڀ کان اول اها چيتاوني ڏنل آهي ته ڪنهن جيوت گوروءَ جي نگراني ۽ رهنمائيءَ کانسواءِ لوڪ اپياس جي ٻڙ ۾ مور نه پير پائجو.

الي راهه روشنلعل چيو، ”اسين بيماريءَ مان شفا پائڻ

لاءِ زندهہ ڊاڪٽر کي ڇڏي ڪنھن گذري ويل مھاتما جا لکيل نسخا نہ ڪولہ پڙھندا رھندا آھيون. ماڻھو آتما جي ڀسمت شرير جو خيال وڏيڪ ٿا ڪن.

حضور جن فرمايو تہ پرماتما جو اھو وڌان آھي تہ سچن جگياسن جي رھنمائي ۽ رھبريءَ لاءِ ھنجا پتر- سچا سنت ھميشہ ھن سنسار ۾ موجود رھن ٿا.

ٻئرسٽر چيو تہ اڄ ڪلھہ عام ماڻھو ائين سمجھن ٿا تہ پرماتما جي اوتار ۽ پيغمبر موڪلڻ جي شڪتي ختم ٿي وئي آھي.

حضور جن زور ڏيئي فرمايو تہ ھيءَ دنيا ڪڏھن بہ سنتن کان خالي نہ ھوندي آھي.

ٻئرسٽر چيو تہ عام ماڻھو سمجھن ٿا تہ موجوده مھاتما جي اسانکي ضرورت ڪانھي. ڇاڪاڻ جو گذريل مھاتما اسانجي مدد ڪري سگھن ٿا اھو اھڙي طرح آھي جيئن ڪو چوي تہ منھنجي ڏاڏي فلاڻي عورت سان شادي ڪئي ٿنھڪري مونکي شادي ڪرڻ جي ضرورت ڪانھي. اھو ٻڌي سيني وٽي ٽھڪ ڏنا.

حضور مھاراج جن ان پادريءَ جنھن چيو ھو تہ منھنجو ڪرائيسٽ سان ايڏو پيار آھي جو مان ھمھنجي ڌرم کي ڇڏڻ لاءِ ڪنھن بہ طرح تيار ڪونہ آھيان، ڏانھن مخاطب ٿي فرمائڻ لڳا تہ اھو چڱي طرح ذھين نشين ڪرڻ کپي تہ ڪنھن ديھہ ڌاري ستگوروءَ جي رھنمائيءَ ھيٺ روحاني ابياس ڪرڻ جو اھو ھرگز مطلب ڪونھي تہ پنھنجي ڌرم لاءِ پريت ۽ شرڌا ڇڏي ڏجي. ان ابياسيءَ جو اھو پيار ۽ شرڌا تہ پاڻ وڌندا، جڏھن ھمجي آتما شبد جنھنکي بائيبل ۾ پرماتما چيو ويو آھي، سان جڙندي تڏھن ھو پاڻ بھتر عيسائي

سياڳر ۾ ڏلهه آهي
سندو. اڄ به اهو شبد ئي ورتايا آهي.
ر جنهن جي الما شبد سان جڙي لي وڃي!
پرنسٽر پڇيو ته حضور ’ڪرائيسٽ‘ لفظ جي اکري معنيٰ
ڪهڙي آهي؟ منهنجي خيال ۾ هندواهر نالولي ڪوڙ هو.
حضور مهاراج جن وراڻيو ته پوري طرح مولڪي پتو ڪرلهي.
شايد ان جي معنيٰ آهي رکڪ يا لجاس ڏيندڙ. هي سچن
(پادري) لوهالڪي پڌائي سکهيدا. اهر سمجهور ته لوهين
سمهي ۾، يا جاڳرس اوستا ۾ يا ذبان ۾ هڪ سروپ ڏسو ٿا
هر باطڪي ڪرائيسٽ لو چوري ۾ لوهين پرنام پيار ۾ پڪتي
۾ اچي سدس حڪم مڃو ٿا ۾ هنجي هدايتن لي عمل ڪيو
ٿا. ڪڏهن ڪڏهن هو اوهالڪي ايندڙ گهٽنائون اڳواٽ
پڌائي لوهانجي وشواس کي پڪو ڪري ٿو ۾ پوءِ ڪڏهن
وقت لوهالڪي وڃي خبر پوي لي ته اهو ڪرانيسٽ ته هو
پر ڪال جي هڪ گمراه ڪندڙ شڪتي. هاڻي اهڙي دوکي
کان ڪيئن بچجي ۾ ڪيئن جاڻجي ته سچ ۾ اندر ڪرائيسٽ
آيو آهي؟ لوهان ڪرائيسٽ کي ته ڪڏهن ڏٺو ڪرله الهي
ڪري ڪال جون شڪتيون ڪيترن طريقن سان روحاني راهه
۾ اهڙي اپاسي سان دولاب ڪن ليون.
پرنسٽر پڇيو ته ڪرائيسٽ جا فوٽا ۽ تصويرون به شايد
هنجي اصلي روپ کي ظاهر لڪيون ڪن.
ستگورن اڳتي فرمايو، ”زنده گوروءَ جي هولدي به
اهي مايا وي شڪتيون ساڌڪ کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش
ڪنديون آهن. هڪ پيري مولڪي ننڪ جي هڏيءَ جي
چوٽ سبب اسپتال ۾ داخل ٿيڻو پيو. ڊاڪٽرن ۾ منهنجي
آپريشن مرلحي زور آندو ته بيدا ۾ پرلندي ڪم آڻيان
مولڪي اڪره ڪيائون ته الهن شين جي ور لائق لاهه پنهنجي

ستگوروءَ کان اجازت گهر. بابا جن جو اهو جواب آهي ته سنت مت جا اصول اٽل آهن ۽ اهڙي قسم جي اجازت ڪڏهن به نه ٿي ڏئي سگهجي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ جڏهن منهنجي تڪليف ڪافي وڌيل هئي ته ڪال منهنجي ستگوروءَ جو روپ ڌاري اندر آيو ۽ چيائين ته خاص حالتن ۾ صحت جي صدقي اهڙين شين کي ڪم آڻڻ ۾ ڪو به اعتراض ڪونهي. اهو ٻڌي مونکي حيراني ٿي ته اندران حڪم هڪڙو ۽ ٻاهران ٻيو. جڏهن مون انهيءَ شڪل ڏانهن غور سان نهاريو ته سمجهي ويس ته هي محض دوکو آهي ۽ مون جڏهن پنجن نامن جو سمرن ڪيو ته اهو دوکيباز ڀڄي ويو.

پادري پروفيسر پڇيو، "ڪرائيسٽ به اهو سرت شبد جو ابياس ڪيو هو چا؟"

"بائيبل ۾ انهيءَ ڏانهن گهڻيئي اشارا آهن،" ستگورن مرڪ ۾ وراڻيو.

ٻئي پادريءَ پڇيو، "ڇا ڪرائيسٽ جي آتما هينئر اسانجي سهائتا نه ٿي ڪري سگهي؟"

حضور جن فرمايو، "نه. قدرت جو اهو قانون ئي ڪونهي. جڏهن ڪرائيسٽ هن دنيا ۾ موجود هو ته جن به پريم سان هنجي شرن ورتي تنکي هن ڪرائيسٽ ٻڌائي ڇڏيو. پر هڻ وقت هنجي آتما رچنا جي هيٺين طبقن کان مٿي چڙهي چڪي آهي. هو هن دنيا ۾ پنهنجو مقرر ڪم ڪري واپس وڃي انهيءَ شبد ۾ سمايو، جنهن مان هو آيو. ڪرائيسٽ جو اصلي سروپ شبد هو ۽ جي اهو شبد جيئرن جي سهائتا ڪري سگهي نه پوءِ ڪرائيسٽ کي دنيا ۾ ڌارڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي؟ جي ڪنهن وقت هنجو دنيا ۾ اچي اپديش ڏيڻ ضروري هو ته اها ضرورت اڄ به موجود آهي."

جو سچو پٽر اٿجي ٿو پوي. منش جي شرير ۾ رهندڙ آھا
پرم آتما، "پتا" لوڙي "پٽر" ٻئي هڪ آهي. عيسوي جو
مٿي ذڪر "مان" جو اشارو سندس شرير بابت ڪين هو،
هنجي آتما پرماتما ۾ سمائجي هڪ ٿي ويئي هئي.

پروفيسر چيو ته حضور! شرير ۽ ته رچنا جو هڪ مکيه
انگ آهي. ڪرائيسٽ ڪي ۽ ته اسين سندس شرير دوارا
ٿي ڄاڻون ٿا.

حضور جن ان ڳالهه کي وري دهرايو ته جيستائين پرماتما
منش جو چولو ڌارڻ نٿو ڪري تيستائين اسين هن سان ڳالهه
ٻولهه نٿا ڪري سگهون. پرماتما جو ٻه ڪو وڏان آهي.
ڇا هو اوچن منڊلن مان توهان سان ڳالهائي سگهي ٿو؟ هو
سرو گيانا، سرو وياپي ۽ سرو شڪتيوان آهي پر اسين انهن
ڳالهين جو تيستائين اپيو ڪري نٿا سگهون جيستائين هو
منش جي ديهه ۾ اچي اسانکي سمجهائي ٻجهائي نٿو. صرف
انسان ئي انسان کي سيکاري سگهي ٿو. منش سان سمپرڪ
رکڻ لاءِ پرماتما کي اول منش بڻجڻو پوي ٿو. ٻار کي پنهنجي
ڳالهه سمجهائڻ لاءِ اول ماءُ کي توتلي زبان اپنائڻي پوي
ٿي. ظاهري طور ستگورو ٻين معمولي انسان وانگر ڳالهائي
ٿو ۽ ڪار وهنوار ڪري ٿو پر حقيقت ۾ پرماتما پاڻ هن ۾
ويهي ڳالهائي ٿو ۽ ڪار وهنوار ڪري ٿو. مولانا روم فرمائي
ٿو ته مرشد جا ٻول پرماتما جا ئي ٻول آهن جيتوڻيڪ ظاهري
آهي انسان جي زبان مان نڪرن ٿا. ٻئي هنڌ چوي ٿو ته
مرشد جو هٿ، خدا جو هٿ آهي. هن جي "ها" خدا جي
"ها" آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته ستگورو
اهو ڪجهه ڪري ٿو جو پرماتما نٿو ڪري سگهي. انسان
سان گڏ رهڻ ۽ سنسار ۾ ڪار وهنوار ڪرڻ لاءِ پرماتما کي

مٿس ڇولو ڏاڍو ڪرڻو پوي ٿو.

بزرگ پادريءَ چيو تہ ذرا سوچيو تہ سڄڻ تہ هڏهن هو جنم وٺي دنيا ۾ اچي ٿو تہ اسين هن سان ڪهڙو نہ وهنوار ڪريون! وڏيڪ جي توهين اجازت ڏيو تہ مان هڪڙو سوال ٻيو بہ پڇان. جوڊاس اسڪاريٽ، جنهن حضرت عيسيٰ سان وشواس گهات ڪيو، تنهن جي ڪهڙي گتي ٿي؟ هميشہ هو ڪٿي آهي؟

حضور جن ڪاٺس پڇيو تہ اوهانجي راءِ مرجب هو ڪٿي هئڻ کپي؟

پادريءَ چيو تہ هو ضرور ڪنهن دوزخ جا عذاب ڀوڳيندو هوندو.

حضور جن فرمايو تہ ائين ڪونهي. هو حضرت عيسيٰ سان گڏ آهي ۽ هنجي گرد ۾ پرم آنند جي موج ماڻي رهيو آهي.

سڀني پادرين جي مک مان حيرت وچان رڙ نڪري ويئي. بزرگ پادري چيو تہ ڇا اها ڳالهہ بلڪل درست آهي؟

حضور جن ڪين چيو تہ سنتن جي اهائي ريت آهي. هو اسانجي عيبن ۽ اوگڻن ڏانهن ڪين نهاريندا آهن. هنجي پيار ۽ رحمت واري دنيا ۾ دوزخ ۽ انجي آگ جو ڪوبہ استان ڪونهي.

جوان پادرين مان هڪ چيو تہ ڇا هنکي پنهنجي گناهن جي سزا ڪانہ ڏني ويئي؟

حضور جن وراڻيو تہ هو ڪرائيسٽ جوئي ڏوهاري هو ۽ ڪرائيسٽ ئي هنجو اهو قصور معاف ڪري ڇڏيو.

نوجوان پادريءَ چيو حضور! ٻيو بہ سوال آهي تہ جڏهن هن سنسار جو آيالمدڙ پيار ۽ چڱائي سان ڀرپور آهي تہ پوءِ دنيا ۾ بديون ۽ برايون ڪٿان آيون آهن؟

حضور جن آخر ڏاو نه ٻرائي ۽ قدرت جي انتظام جو هڪ الڳ آهي. آدم ۽ نبي الهي رٿا هئي. شيطان ڪ-ي ڪڏهن پيدا ڪيو؟ شيطان فرشتو ڪونهي ڇا؟ ڇا هن ڪي پرماتما ڪون ٺاهيو آهي ڇا؟ هر چيز، ڀلي لوڙي ٻري، هن ئي خلقي آهي.

اتي راه روشنلعل ڳالهه کي ڦيري ڇيو نه حضور لوهان نه ويدانت جي ٻاري ۾ ٻڌائي رهيا هئا.

ستگورن وراڻيو نه ها، ويدانت جو مارگ عام لوڪن لاء ڪونهي. ڪي جزوي لهايت ٿيز فهم ماڻهو اهو ٻاڌو وٺي سگهن ٿا. ساري سنسار ۾ شايد ڪي ڳاڻ ڳڻيا ماڻهو هن مارگ ذريعي مالڪ کي پائي سگهن. تنهن ڪاسواء ويدانت جي منزل آهي ٻرهم، جو سنت مارگ جي صرف پهرين منزل آهي ۽ ان کان مٿي سنت مارگ جون ٻيون ٻه ٽي منزلون آهن. لوهين پڻهڏجي من کي من جي ئي هٿيارن سان وس ۾ ڪري ڪين سگهندا. ٻڌي، گيان ۽ يوگ (يوڊڪ اپياس) من جا ئي پيدا ڪيل آهن. من کي صرف ڪنهن اهڙي شڪتيءَ سان قابو ڪري سگهجي ٿو جا من کان زيادهہ طاقتور هجي ۽ جا من جي دائري کان ڪڏهن اوچي منڊل جي هجي ۽ اهو صرف شبد ئي آهي.

لوجوان ٻئريسٽر پڇيو نه حضور! اهم ڇا آهي؟ حضور جن وراڻيو نه ٻاڻڪي پرماتما کان الڳ سمجهڻ جي ڀاولنا کي اهم لو سڏجي. الهيءَ کي گورو گرنٿ صاحب ۾ "هومئي" چيو ويو آهي ۽ مسلمان درويشن الکي "انانيت" ڪري سڏيو آهي. منش جي اندر جيڪا "مان" ۽ "منهنجو" جو ڀاو آهي اهو ئي اهم آهي. اها ڀاولنا ئي منش جي سيني ٻڌلن جي جڙ آهي ۽ سيني ٻرائين جي ماءُ. "مان" يعني پرماتما کان الڳ واري ڀاولنا مان ئي "منهنجو" يعني

مالڪيءَ جي ڀاونا اُٿڻ لڳي ٿي. اسين سڀني شين کي
پنهنجي ٻاڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا ۽ انهيءَ جو نتيجو
نڪري ٿو جهيڙو، فساد ۽ واد وواد. پوءِ جن شين کي اسين
پنهنجو ٿا چئون انهيءَ موهه ۽ پيار اسانکي پنهنجي پڪڙن
۾ جڪڙي اسانجي وويڪ کي ناس ڪري ٿو ڇڏي ۽ اسين
اهنڪار، حسد، لالچ، ڪروڌ، ڌڪار ۽ اگيان ڪارڻ اُٿن
ليل اڏڻ ٻن ايڪ ٻرائن جي جار ۾ ڦاسي ٿا پئون.

پڙلسٽر سوال ڪيو ته حضور! انسان ۾ مالڪ کان ڌار ٿي
الڳ سمجهڻ واري ڀاونا ڪڏهن پيدا ٿي؟

حضور جن ورائيو ته جڏهن آتما روپي قطرو سمنڊ
روپي سمنڊ کان جدا ٿيو تڏهن کان وٺي هن ۾ اها ڀاونا
اُٿي ٿي. سمنڊ ته صرف پرڪاش، پرم آنند ۽ چيتنا جو
نرمل آلمڪ ديش آهي. آتما جيئن وقت سمنڊ کان الڳ
ٿي ته 'سوهنگ' 'سوهنگ'، جو ڪيف ڪانئڻ لڳي يعني
'مان اهو ئي آهيان'، 'مان اهو ئي آهيان'. ان کان پهرين
سمنڊ ۾ نڪو 'مان' هئي نڪو "هو". اتي سڀ ڪجهه
هڪ ئي هو. سمنڊ ۾ ٻولڪي ڪوبه الڳ وجود ڪونهي
۽ نڪي اها پاڻکي الڳ محسوس ڪري ٿي. سوهنگ
ديش ۾ اچي آتما ٿي پهريون اهڙو پردو چڙهي ٿو وڃي.
آتما جي ان سڀ کان وڏي جدائيءَ جي وشيه سان نسي
مولانا روم صاحب مثنويءَ جي شروعات ڪئي آهي. ان
جي پهرين مصرع هن ريت آهي ته: ڪن لائي پڌوا! بسري
(سوهنگ منڊل جو شبد) ڪهڙو نه درد ڀريو داستان ٿي
بيش ڪري. هوءَ پنهنجي غمناڪ جدائيءَ لي هنجون هاري
رهي آهي. بسري پنهنجي درد ڀري آواز ۾ چئي ٿي ته
جڏهن کان پنهنجي (اصولوڪي گهر) ٻانس جي جهنگل کان

وچڙي آهيان تڏهن کان روئڻ رڙڻ ۽ ٿڌن شوڪارن ڀرڻ کانسواءِ مون وٽ ٻيو ڪي رهيو ئي ڪونهي.

حاضرين وديشي جگياسن جي سهوليت لاءِ حضور جن کين ٻڌايو ته اڪثر ڪري هندستان، پرشيا ۽ ٻين ايشائي ملڪن ۾ جهنگان مان بالس ڪٽي ڀسرائون ٺاهيندا آهن.

نوجوان بڙراسٽر پڇيو ته حضور! آتما سڪنڌ جي جدائيءَ ڪري ڇو ٿي روئي؟

حضور جن فرمايو ته جدا ٿيڻ ڪري ئي ڪيس هي ڏک ڏاکڙا ۽ مصيبتون سهڻيون پيون آهن. اهو وڇوڙو پاڻ سان دک ۽ درد کڻي آيو آهي. جڏهن اسين "اسين" ڪهن هئاسين تڏهن اسين پرماتما هئاسين. ان الڳ هستيءَ ئي اسانکي موت، مرض ۽ برائين جو غلام بڻائي رکيو آهي ۽ اسانجو سارو آنند مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. انهيءَ "مان" ۽ "منهنجو" هن آزاد ۽ سواديس آتما کي هن ماٽ لوڪ ۾ آڻي ڪيس سخت زنجيرن ۾ جڪڙي رکيو آهي.

توهان سڀني پرشيا جي رستم نالي پهلوان ۽ هن جي پٽ سهراب جي آکاڻي ٻڌي هوندي. اهي پيءُ پٽ هئا پر اڳي ڪڏهن به هڪ ٻئي کي ڪونه ڏٺو هئائون. جنگ جي ميدان ۾ هو ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون آيا ۽ ٻنهي جي هٿ ۾ پنهنجي پنهنجي فوج جي ڏور هئي. رستم کي سهراب جي ڄمڻ کان ڪجهه وقت اڳ ئي گهر ڇڏڻو پيو هو ڇو جو پرشيا جي بادشاهه جي حڪم انوسار هنکي دنيا کي فتح ڪرڻ لاءِ وڃڻو پيو. هو ان فوج جو سيناپتي هو. وڃڻ وقت هن پنهنجي زال کي هڪ تعويذ ٻار جي ساڄي ٻانهن لي ٻڌڻ لاءِ ڏنو ان لاءِ ته ڪنهن به وقت ڪيس سڃاڻي سگهي. سهراب ننڍي عمر ۾ ئي يونان جي فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽

پنهنجي قابليت ۽ طاقت سبب جلد ئي سپهپتي پهتو. انهن
ڏينهن ۾ خود سپهپتي ۽ سپاهين وانگر لڙندا هئا. جڏهن
پيءُ ۽ پٽ جو مقابلو ٿيو ته ٻنهي کي ان رشتي جي ذري
۾ سڌ ڪانه هئي ۽ لڳاتار ٽن ڏينهن تائين گهمسان
لڙائي ڪندا رهيا. رستم وڏي عمر سبب ٿڪ محسوس
ڪرڻ لڳو آخري هن هڪ ڪمند ڪنڌي جهٽڪي سهراب
ٿاٻڙجي زمين تي ڪري پيو. ان موقعي کي غنيمت سمجهي
رستم جهٽ پنهنجو خنجر سهراب جي ڇاتيءَ ۾ وهائي
ڇڏيو. سهراب رڙ ڪري چيو ته اڙي ڪمبخت! ياد رکج
منهنجو پيءُ رستم خوب بدلو وٺي ڇڏيندو. هو توکي هن
چالبازيءَ جي ضرور جوڳي سزا ڏيندو.

سهراب جي ٻانهن ۾ پنهنجو ڏنل تعويذ ڏسي رستم جا
ڏند ڇپن سان لڳي ويا. اوچتو ڌڪ ۽ پيڙا ڪارڻ هن جو
چهرو بدلجي ويو ۽ هن جو سارو شرير سڪل پن وانگر ٿڙ ٿڙ
ڪنبڻ لڳو. بيحال ٿيجي هن سهراب کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڪٺي
جڪڙيو ۽ هن جي پيشاني چمڻ لڳو. اسر ڏک ۽ سوز ۾ هو
پڪارڻ لڳو، ”منهنجا لعل! منهنجا گوشي جگر!! منهنجا
دلارا!!!! اي الله، هي مون ڪيو ڇا! رحم ڪر، رحم ڪر،
فضل ڪر منهنجا خاوند!“ هن جو روح راڙو چڙهي طرف
ڦهلجي ويو ۽ هن جا دوست توڙي دشمن سڀ زار زار روئڻ
لڳا. هن جيڪو گهاءُ سهراب کي ڪيو هو سو موتمار هو.
هو گهوڙي تي سوار ٿي اڏامندو پنهنجي بادشاه وٽ آيو
جنهن وٽ ترياق يعني ڪوڙي ۽ گهاتڪ زخم لاءِ رام ٻاڻ
دوا هئي. بادشاه سهراب جي سورهياڻي ۽ دليريءَ جا
گهڻيئي قصا ٻڌي چڪو هو تنهنڪري هو رستم کي ترياق
ڏيڻ کان انڪاري ويٺو. هن بادشاه کي ڏاڍيون آزاڻون

ڦيرايون ڪيون، هنجي قدمن ۾ ڪري پيو، ڏاڍيون منٿون ۽ انجام اقرار ڪيا ته سهراب اهو ڪجهه ڪري ڏيکاريندو جو ماڻ خود نه ڪري سگهيو آهيان، هو ساري سنسار مٿان پرشيا جو جهنڊو جهولائيندو. پر بادشاهه لئي اهڙو اثر ٿيو جهڙو اونڌي گهڙي لئي پاڻي. سهراب پيءُ جي موٽي اچڻ کان اڳ ئي مري چڪو هو. پٽ کي مئل ڏسي، رستم بيهوش ٿي ويو ۽ ان کان پوءِ هو اڳ وارو رستم ٿي ڪين رهيو.

نوجوان پڙهندڙ چيو، "هيءَ ته ڏاڍي دلسوز ڪهاڻي آهي."

"ها،" حضور جن وراڻيو. "پر اهڙيون گهٽنائون اسين روزمره جي زندگيءَ ۾ ڏسون پيا. توهان هن ڪهاڻيءَ ۾ ڏٺو ته ٻه شخص هڪ ٻئي جي جان وٺڻ لاءِ آتا هئا. هڪڙو ٻئي کي پنهنجو دشمن سمجهي رهيو هو. سهراب کي بي رحميءَ سان قتل ڪرڻ کانپوءِ رستم روج راڙو ڪري ٿو، هائيدوس مچائي ٿو ڇو جو هيئنر هو هنکي پنهنجو "پٽ" ٿو سمجهي. ٻئي شخص ساڳيا آهن، حالتون به ساڳيون آهن، انهن ۾ ڪا به ڦير گهير ڪانه ٿي آهي. مگر هيئنر هن ۾ 'ماڻ' ۽ 'منهنجي' واري ڀاونا جاڳرت ٿي آهي. اها "ماڻ" ۽ "منهنجي" جي ڀاونا اڳين ٽيڻ کان اڳ رستم جي دل ۾ ان اجنبيءَ لاءِ جنهنکي هن مارڻ چاهيو ٿي، نه دَيا هئي نه پيار هو. مطلب ته نه ڪوئي اسانجو دشمن آهي ۽ نه ڪوئي اسانجو دوست. اهو اسانجو من ئي آهي جو ماڻهن کي دوست يا دشمن جي درشٽيءَ سان ڏسي ٿو.

پڙهندڙ هڪدم چيو ته هيءَ آهي موت ۽ زندگي. زندگي ڪهڙي نه پياري آهي ۽ موت ڪهڙو نه ڀيانڪ!

حضور مهاراج جن فرمايو ته اساڪي موت کان ڊڄڻ نه کهرجي. اساڄي زندگي نه نه هن جنم سان شروع ٿي آهي ۽ نڪي هن شرير جي موت سان انجي سماپتي ٿيندي. زندگي امر آهي. اهڙو ڪو به سمو ڪو نه هو جڏهن اسين ڪو نه هئاسين ۽ نه ڪڏهن اهڙو سمو ٿيندو جو اسين ڪو نه هونداسين. پرم سنت دادو دئيال فرمائي ٿو:-

"جڏهن سرشٽي هئي ڪانه ته به مان هوس ۽ جڏهن دنيا ڪو نه هوندي تڏهن به مان هوندس."

ڀڳوان ڪرشن گيتا ۾ ارجن کي چيو آهي:-

"نه تو سواءِ هوءَ جاسه ناس نه تو ليمي جدا ڏيٺا،
نه چئوي نه ڀوڀشيامه سروي واوسه پرم."
(گيتا ۲-۱۲)

ارٿات نه اهين آهي نه مان ڪنهن به وقت ڪو نه هوس يا تون ڪو نه هئين يا هي راجائون ڪو نه هئا ۽ نه اهين نه هن کان پوءِ اسين سڀ ڪو نه هونداسين.

بئريسٽر چيو ته حضور! ٻئي اسين هميشه رهيا هجون پر هي موت نه ڏاڍي ڀيانڪ چيز آهي.

حضور جن فرمايو ته جي موت نه هجي ها ته پوءِ ٻاڙ حالت وڏي ڀيانڪ هجي ها. حضور جن پوءِ ڀڳوان ڪرشن جو هو شلوڪ ٻڌايو نه جهڙي طرح شرير ۾ ٻالڪ، ڪان پوءِ جواني ۽ پوءِ ٻڍاپو نظر اچي ٿو اهڙي طرح آتما کي هڪ شرير ڪانپوءِ ٻيو شرير ملندو رهي ٿو. انگريزي ڏيڍ جوان ٻرش موت کان ڪو نه ٿا ڊڄن. ان جو سار اهو ٿي نڪتو ته موت شرير جو ٿئي ٿو مگر آتما سائين جي ساڳي رهي ٿي.

ان تي بئريسٽر وري چيو نه حضور مان ته اهين پسند

ڪندس ته شرير ساڳئي جو ساڳيو رهي، پوءِ ڀل آتما جو
موت ٿيندو ٿي رهي.

حضور جن فرمايو ته ليڪ ان مان ته ڪوهين شڪ ٿي
پوندا. پريسٽر ٻيو سوال ڪيو ته آتما ۾ ڪا به ڦير گهير ڪانه
ٿي ٿئي ڇا؟ جي نه ته پوءِ ماڻهو چڱا ۽ برا ڇو ٿا ٿين؟

حضور جن اُتر ڏنو ته تبديلي صرف من ۾ ٿيندي اچي ٿي
آتما ۾ نه. آتما ته پرماتما وانگر هميشه تبديليءَ جي دائري
کان مٿي، اڏول ۽ يڪسان رهي ٿي. گيتا ۾ لکيل آهي:-

"آتما ابناسي آهي، امر آهي ڪير به اُنکي ناس نٿو
ڪري سگهي." (١٧-٢)

"آتما اجنما آهي، دائما آهي، بقا ۽ پراچين آهي. شرير
جو وناش ٿئي ٿو پر آتما جو نه." (٢٠-٢)

جهڙيءَ ريت ماڻهو پراڻو لباس لاهي نئون لباس پهري
ٿو اهڙي طرح جيو ۽ پراڻي شرير کي ڇڏي آتما نئون
شرير ڌارڻ ڪري ٿي. (٢٢-٢)

ان آتما کي نه هٿيار ڪٽي سگهي ٿو، نه اگني ساڙي
سگهي ٿي، نه پاڻي ڳاري سگهي ٿو ۽ نه هوا سڪائي سگهي
ٿي. (٢٣-٢)

اها تعجب جهڙي ڳالهه هئي جو حضور مهاراج جن ڪنهن
به ڌرمي پستڪ جو حوالو پنهنجي يادداشت مان ڏيندا هئا.
ڪڏهن جي حوالي کي ڳولڻ ۾ دير لڳندي هئي ته ان
پستڪ جو صفحو پڻ ٻڌائيندا هئا. مان چئي نٿو سگهان ته
اها حافظي جي ڪرامت هئي يا الوڪ چمتڪار.

پريسٽر کي مخاطب ڪندي فرمايائون ته انسان کي پراڻا
ڪپڙا لاهي نوان ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڊڄڻ نه کپي.

پريسٽر پڇيو ته حضور! پوءِ ته ڄاول ٿا ۽ مرڻ ٿي ته

ڪين. انسان کي ڏوران ڪيترا ٻوري وري لوس لاهي ٿنا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

حضور جن مشڪندي فرمايو ته مون سمجهو ٿي ته توهين اهو ئي سوال پڇندا. ڪيهن آتما کي ڪيهن چولي ۾ ڪيترو وقت رهڻو آهي ان جو فيصلو هڪ ڳالهه تي نه مگر ڪيترين ئي ڳالهين تي منحصر آهي. ڪڏهن توهين ٽنين ونهي ڇهين هزار مان وٺي اچو ٿيا، پانڇ سان ڏسو ٿا ته اها حيتن ڪاني ڇڏي آهي يا توهانکي لهڪي لڳي اچهي يا ٻوري استري ٿيل ڪاهي ته توهين اها لوس ٿي لاهي ڦٽي ڪريو. اهڙي ريت منش جا ڪرم- پرالبد، سڃيت ۽ ڪريمان هنجي قدر قدر تي ٻهنجو الر وجهندا ٿا رهن ۽ شرير ان حساب سان جمي ۽ مري ٿو.

ٽريسٽر چيو ته حضور هي ڪرمن جو سڌانت ته ڏاڍو پيچيدو آهي. توهين اهو ڪولي سمجهاڻ جي ڪرپا ڪندا؟

حضور جن وراڻيو ته اهو هڪ وشال مضمون آهي ۽ ان جو ڏاڍو مهتو آهي. انکي الڳ ٿي ٽڪنداسين. پهرين زندگي ۽ موت جي وشيه کي پورو ڪريون.

ٽريسٽر چيو ته چاهي موت منهنجي آتما تي پهندو ڪجهه به الر نه ڪري پر موت کان ته مان ڏاڍو ڊڄان.

حضور جن وراڻيو ته جن کي صحيح حقيقت جي ڄاڻ ڪاهي، اهي ئي موت کان ڊڄن ٿا. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

”ڪبير جس مرني سي جڳ ڊري موهي من آنند،
ڪب مرئي ڪب پائيي، پورن پرمانند.“

يعني مان موت کي پيار ڪريان ٿو. دنيا ان کان ڊڄي ٿي، ڪهڙ سو ئي جو مان جلد کان جلد مري پنهنجي نرجي ملان.

هڪ سنسڪيءَ کي نڪي موت جي چاهنا رکڻ گهرجي، نڪي موت اچڻ تي هن کان ڊڄڻ کپي. هن کي پنهنجو پاڻ پوري طرح سنگوروءَ جي موج تي ڇڏڻ ڏيڻ کپي.

پرائسٽر پڇيو ته حضور! جيڪڏهن انسان زندگيءَ مان بيزار ٿي پوي ته پوءِ ان کي ختم ڪرڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي؟

حضور جن ورائيو ته موت زندگيءَ جي مصيبتن جو علاج ڪونهي، نڪي انهن مان ڇوٽڪاري جو اپاءُ. توهين جيڏانهن به ويندا، اهي مصيبتون توهان جي پٺيان ايندي رهنديون. جيستائين توهين ڪرمن جو حساب ڪوڏي ڪوڏي نه چڪائيندا تيستائين اهي ڪرم توهان جو پيڇو ڪونه ڇڏيندا. آپگهات ڪري، ڪرمن جي بوجھ ۾ پاڻ اضافو ٿو ٿئي. ڪرمن مان ڇوٽڪارو پائڻ جيترو توهين آسان ٿا سمجھو، اوترو آسان ڪونهي.

پريسٽر گهٻراٽ سان چيو ته اها ته ڏاڍي ڏکي ڳالهه ٿي. مونکي ته اهو خيال ويٺل هو ته مصيبتن جي زندگيءَ مان ڇوٽڪارو پائڻ آسان ڳالهه آهي پر حضور! توهين ته اسانکي مرڻ جي به اجازت نٿا ڏيو. دليون بي دليون، مجبورن اسانکي زنده رهڻو ٿي پوندو.

حضور جن فرمايو ته ڪن ٿورن کي خبر آهي ته ڪيئن جيئجي. جيڪي جي جاڻن ٿا، صرف اهي ئي مري ڄاڻن ٿا. اسين جي ڪوله رهيا آهيون. اسين ته صرف وقت جي وهڪ ۾ وهي رهيا آهيون. رات ڏينهن روئندا رڙندا ۽ چلائيندا رهون ٿا ۽ اچائن ۽ ڪامنائن جا جهوڪا سهندا رهون ٿا. اندرين جا ڀوڳ ۽ سواد اسانکي دکن ۽ دردن جي پورن ۾ ڦاسائي رهيا آهن.

پريسٽر چيو، ”اها بلڪل حقيقت آهي.“

حضور جن فرمايو ته انسان کي ته زندگيءَ جي مقصد جي
ته ڄاڻ ڪانهي ۽ اُنکي فضول ۽ بيڪار نڪتن ۾ برباد ڪري
رهيا آهيون. جيڪڏهن زندگيءَ ۾ پهنجو اصلي ورثو حاصل
نه ڪري سگهياسين ته پوءِ انسانجو جيون ئي اجايو ويو.
انسان ٻن پيرن وارو جانور ڪوٺجي، پر اڪثر ڪري جانورن
جهڙو ئي وهنوار ڪري ٿو. هو ته مالڪ جي اُنهر رچنا آهي
۽ پرماتما جو روپ آهي. هن ۾ اپار شڪتيون آهن پر هو
انهن کي وسري وڃائي ويٺو آهي. هنجي اندر سون جو
ڀنڊار آهي پر هو بيکاريءَ جيان در در ڀٽڪندو رهي ٿو. هن
جي زندگيءَ جو مقصد آهي پهنجي اُپانٺهار کي ڄاڻي پنهن
جي نج گهر واپس پهچڻ. پر انسان انهيءَ املول موقعي کي،
جو هنکي لکين جونين ڀوڳڻ کان پوءِ مليو ٿو، وسري
وڃايو ڇڏي.

## ٦. هي پهاڙيءَ جو باب ٿي سگهي ها

گرمين جا ڏينهن هئا. هيءَ ڪهڙي سال جي ڳالهه آهي سو ته مونکي ياد ڪونهي پر انهي سال ڏاڍي سخت گرمي هئي. حضور مهاراج جن ڊلهوزيءَ جي سندر پهاڙن ڏي هليا ويا هئا جتي هن ڪجهه سال اڳ، هڪ مڪان خريد ڪيو هو. هنن جو حڪم هو ته ڪو به سندن پٺيان ڊلهوزيءَ نه اچي. انهن خاص خاص ماڻهن کي به اجازت ڪانه ڏني وئي جن جي هن کان اڳ ڪا به وينتي خالي ڪانه وئي هئي. ان سال اسانجون آفيسون اونهاري جي وڪيشن ڪارڻ جلد ئي بند ٿيون هيون ڇاڪاڻ ته سخت گرمي سبب ڪيترا موت به ٿيا هئا. پنجاب جي ميدانن ۾ گرمي 118° فارنهائيٽ کان به مٿي چڙهي وئي هئي. پروفيسر جڳموهنلعل ۽ مون ڪنهن پهاڙ ڏي وڃڻ جو ويچار ڪيو. ڀلا حضور جن جي چرڻن کانسواءِ اسين وڃي به ڪٿي ٿي سگهياسين؟ پر هن ڀيري جو حڪم ڏنو هئائون ته ڪير به نه اچي انڪري ڪيئن در گذر ڪجي!

مون پروفيسر کي چيو ته اسين حضور مهاراج جن جو پيڇو نه ڪونه ٿا ڪريون، اسين ته ميدانن جي سخت گرميءَ کان بچڻ لاءِ اُپاءُ ڪري رهيا آهيون. ساڳئي وقت سملو، مسوري ۽ ڪشمير هڪ ته بلڪل پري آهن ٻيو انهي مهانگائي به ڏاڍي آهي. انڪري حضور مهاراج جن اڳيان ڪونه ويندا سين بلڪ اهائي ڪوشش ڪندا سين جيئن هو اسانکي نه ڏسن. اهڙي طرح وڃڻ ۽ رهڻ ڪري حڪم جي اهرائي به ڪانه ٿيندي. مون ڏاڍي اُمنگ ۽ اُتساهه سان اُن ڳالهه

تي زور ڏنو ۽ آخر پروفيسر جڳموهنلعل به اها ڳالهه پوري طرح مڃي.

ٻئي ڏينهن شام جو پنجين بجي اسين مائونٽ ويو هوٽل واري چاڙهي چڙهي رهيا هئاسين. حضور مهاراج جن جي سنڌر ڪوٺي ايلسميئر جتي پاڻ رهيل هئا هن هوٽل کان قريب ڏيڍ ميل کن پري آهي. واٽ تي هلندي مون چيو ته جي اسين 'مهر هوٽل' ۾ رهون، جا حضور جن جي ڪوٺيءَ کان صرف ٻن فرلانگن جي مفاصلي تي آهي، ته اسين حضور جن جي بنگلي جو درشن ڪري سگهنداسين، ته ٻه اتي جا وڏا درخت به ڏسي سگهنداسين ۽ حضور جن جي حڪم جي اُڏولي نه ڪرڻ پوندي.

جڳموهنلعل چوڻ لڳو، "تون وڏو اُستاد آهين. مان تنهنجي چالاڪي خوب ٿو سمجهان. تون مونکي ضرور ڪنهن نه ڪنهن آفت ۾ اڙائيندين."

مون لرڪ تي چيو، "دوست! سو وري ڪيئن؟"

پروفيسر جواب ڏنو، "توکي ته پڪ تي ڪنهن نموني به حضور جن کان معافي ملي ويندي، پر ڏوهه سڄو منهنجي مٿان تي مڙهبندو."

مون هنکي تسلي ڏيندي چيو ته تون ڪو فڪر نه ڪر سڀ ڏوهه مان پاڻ تي هموار ڪندس ۽ حضور جن اڳيان قبول ڪندس ته مان برابر پروفيسر کي هٿ پير ٻڌي هتي ڇڪائي وٺي آيو آهيان، مون هنکي زبردستي بس ۾ وهاريو ۽ هن کان زوريءَ اهو واعدو ورتو ته منهنجو ڊلهائوسيءَ جي اوڀر موڪ جو ڀاڙو پاڻ ڀريندو ۽ هوٽل ۾ سندس رهڻ جو انتظام سندس مرضيءَ خلاف ڪيو ويو ۽ هن وقت منهنجو هوٽل جو سڄو خرچ ڏيڻ ۽ مجبوريءَ سبب پاڻ ڏيئي رهيو آهي.

اهو بدي پروفيسر اچي ڪل ۾ چنڪيو ۽ ڪٽي چپ ڪيائين.
اسان مهر هوٽل ۾ ٻه ڪمرا، هر روز ٣ روپئي مسواڙ تي ورتا. اهو زمانو ڪهڙو نه سستائيءَ جو هو! پروفيسر نوڪر کي چاله، آڱٺ لاءِ چيو نه مون کيس پاڻ ڏياريو ته هن وقت شام جو حضور جن ٻاهر سير لاءِ نڪرندا آهن ۽ جي اسان اهو درشن جو موقعو هٿان وڃايو ته پوءِ خبر ڪانهي ته ڪڏهن درشن ٿيندو، شايد بلڪل نصيب نه ٿئي.

پروفيسر وراڻيو، "مونکي خبر آهي ته تون چاله اڪو پيئندو آهين ۽ اکو ڪنهنکي پيئڻ ڏين. پر مان نهايت ٿڪل آهيان، چانهه پي ٿو سان هلان ٿو."

مون چيومانس، "توکي جيڪي ڪبي سو پيءُ، مان نه اهيءَ لاءِ وڃان ٿو جنهن لاءِ مان آهو آهيان." مونکي خبر هئي ته هو ڪٽلي چانهه جي پيئندو آهي، سا به ڏيري ڏيري. اهو بدي هن ڪپ پيالا لڙ لڪڙ ۾ پيتا ۽ مون سان گڏ ٿي هوٽل مان ٻاهر نڪتو.

اسان اهڙي هند تي بيهڻ جو فيصلو ڪيو جتان اسين حضور مهاراج جن جو چڱي طرح درشن ڪري سگهون پر اسانکي ڪير ڏسي نه سگهي. پر جڏهن اڳتي وڌياسين ته اسانجا پير اسانکي خود بخود حضور جن جي ڪوٺيءَ ڏانهن ڇڪي ويا. پروفيسر گهٻرائيندي چيو، "حضور مهاراج جن جي حڪم جي خلاف تون مون کي سڌو سندن ڪوٺيءَ ڏانهن وٺي ٿو هلين."

مون وراڻيو، "ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي جي حڪم اَدوليءَ جي نسبي لسٽ ۾ هڪ وڌيڪ انحرافي جڙي وئي؟ پهلا پيو ڪهڙي ڳالهه ۾ سندن حڪم وٺنا مڃون؟"

اوچتو ٿي اوچتو رستي جي موڙ تان اسان حضور مهاراج جن

وڃو جيئن ماءُ پيءُ گرميءَ جي موڪلن ۾ ٻاهران آيل ٻارن
کي ڪارائي پياري ناز نوازو ڀائيندا آهن. حضور جن جي
اسان تي اَلِي مهر ۽ رحمت هئي ۽ اسانجي خوشيءَ جو ڪو
پار ئي ڪونه هو. پر ائين چئجي ته وڌالما ڪان اسانجي
خوشي سهاري نه وئي ۽ ساڻ پڇ محسوس ڪرڻ لڳي.
ٻئڏرهن ڏينهن ڪانپوءِ حضور مهاراج جن سخت بيمار ٿي پيا
۽ اسانجي ساري خوشي مٽيءَ ۾ ملي وئي. حقيقت ۾
حضور مهاراج جن بلڪل سخت بيمار ٿي پيا هئا ۽ ڊاڪٽر
ٻاڻ ۾ بلڪل آهستي ڳالهائيندا هئا. اسانجي پڇڻ تي
صرف ائين ٿي چوندا هئا، فڪر نه ڪريو، سڀ ڪجهه
ٺيڪ ٿي ويندو. ان جو اهو ئي مطلب هو ته سڀ ڪجهه
ٺيڪ ڪونه هو.

ناز حضور مهاراج جن ڪيترن اهڙن گورکن ۽ ٻين ٻهاڙي
لوڪن کي نام دان ڏنو هو جن سڄي حياتي ماس کاڌو هو ۽
اڪرڻ ۽ ٻين جانورن جون بليون چاڙهيون هيون.
عام طرح جڏهن حضور مهاراج جن جيون کي نام دان ڏيندا
هئا ته سندن طبعيت ڪجهه ناساز ٿيندي هئي پر هن دفعي
ته سندن صحت ايتري بگڙي جو اسين هراسجي ۽ گهبرائجي
وياسين. ڏهين ڏينهن ته سندن حالت نهايت گنڀير ٿي وئي
۽ ڊاڪٽر نراس ٿي پيا. اها حالت ٻه ٽي ڏينهن هلي ۽ اسان
ڪيترائون راتيون اوجاڳو ڪيو. پر هن سڄي بيماريءَ جي
دوران ستگورن جي خوشمزاجيءَ ۾ رتيءَ ڀر به فرق ڪونه
آيو. هڪ ڏينهن صبوح جو پروفيسر صاحب کين عرض ڪيو
ته توهانجي طبعيت ڪيئن آهي؟

حضور جن فرمايو، "مان تيار بر تيار آهيان" (وڃڻ
لاءِ تيار)

حضور جن جي ان جواب ڪري جهٽ نه اسانجي مٿان
بجلي اچي ڪڙڪي ۽ اسين سڀ گهري غم ۽ چنتا ۾
وڪوڙجي وياسين. پروفيسر ڳوڙها روڪي ڪين سگهيو. هن
ڪالشن ڀريل گلي سان پڇيو، ”منهنجا مالڪ! توهين اسان
کي ڪنهن جي سهاري تي ڇڏي وڃو؟“

”ڇو! ماڻ ڪيڏانهن ٿو وڃان؟“ حضور جن پڇيو.
پروفيسر عرض ڪيو، ”حضور! توهان لئي ته هميشه فرمايو
ته ماڻ تيار ٿيو تيار آهيان.“
حضور جن وري فرمايو، ”ها! ماڻ ته تيار ٿيو تيار آهيان.“
تڏهن اسانجي سمجهه ۾ آيو ته حضور جن تيار ٿيو تيار جو پيو
ارٿ لڳائي رهيا آهن جو ٺهڪ حالتن جي ڀرلي موجب
آهي نه ماڻ بلڪل تيار ۽ تندرست آهيان. ان ڪاڻ هو
بلڪل جلد ٻاڻ ڪٽڻ لڳا ۽ چوٿين ڏينهن پنهنجي بنگلي اڳيان
چڙ لي ٿوري دير لاء اس ۾ اچي ويٺا.

ٽئين ڏينهن بعد هڪ دفعي جڏهن حضور جن بنگلي
اڳيان باغ ۾ آرام ڪرسيءَ تي ويٺا هئا، ته مون ۽ پروفيسر
صاحب ايڪانت جو موقعو ڏسي سوچيو ته ڇو ڪين جا ڳالهه
مدت کان اسانجي من ۾ آهي ان بابت حضور جن جي چرڻن ۾
عرض ڪريون. اڳهون هن پٺ پروفيسر صاحب وارتالاپ
شروع ڪيو:-
”مهاراج جي! توهين دين دنيا جا والي آهيو. اسانکي
۾ ڪو وردان ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو؟“
حضور جن اهين فرمائڻ وارا ئي هئا نه ها گهرو مگر
اچانڪ روڪجي چياءون، ”توهانکي ڇا گهرجي؟“
اسين ٿوري دير خاموش رهياسين. حضور جن مرڪندي
فرمايو، ”ها، ها، ٻڌايو نه سهين نه توهانکي ڪهڙي ڇا؟“

اسين هڪ ٽڏي لي سنڌن چرن ۾ وينا هئاسين. مون هڪ ڀار وانگر بلڪل سرلتا سان چيو، ”منهنجا مالڪ! اسين ڇا به ڪٽي گهرون ۽ توهين وچن ڏيو ته اهو منظور ڪندا.“

حضور جن کلي ڏاو ۽ فرمائڻ لڳا، ”مان نه پيغمبر ڪوله آهيان جو ٻيا ڄاڻڻ جي توهانجي اڇا پوري ڪري سگهان؟“

”سچي پاتشاه! پيغمبر نه ڇا، بلڪ توهين پيغمبرن کي ٺاهڻ وارا آهيو،“ مون چيو.

انتري ۾ پروفيسر چٽي وٺو، حضور! اسين نه اهو ٿي ٿا گهرون ته اسين توهان کان اڳـ ٿي هتان هليا وڃون. شايد ان ڳالهه جي چوڻ جي ضرورت ڪانهي نه حضور مهاراج جن جي روبرو اسين هردم هيسيل ٿي رهندا هئاسين ۽ ڪڏهن نه جيڪي چوڻ چاهيندا هئاسين سو به ڀلجي ويندا هئاسين.

”ها“ توهين جڏهن به چاهيو تڏهن وڃي سگهو ٿا پر منهنجو ارادو سيپٽمبر جي آخر تائين هتي رهڻ جو آهي،“ حضور جن فرمايو.

نه چاهيندي به اسان کان کـل نڪري ويئي. حضور مهاراج جن پڻ کلي ڏاو ۽ هنجي ڪاڻ اهو ظاهر ڪيو ٿي ته هو پڻ اسانجو اصلي مطلب سمجهي ويا هئا.

مـون چيو، ”حضور اسانجو مطلب ٻلهائـوسيء سان ڪونهي بلڪ هن دنيا مان ڪوچ ڪرڻ جو آهي. تنهڪري اهڙي موج بخشيو جو هن دنيا مان اسين توهان کان اڳـ روانا ٿيون.“

حضورجن الر ڏنو، ”نـ! توهانکي نڪي جيئڻ جي ڪامنا رکڻ کپي نـ مرڻ جي اڇا. توهانکي نه سب ڪجهه ان سرجنهار جي هٿن ۾ سونپي ڇڏڻ کپي جو زندگي ۽ موت

جو مالڪ آهي.“

اسان وري ٻراڙڻا ڪئي، ”حضور! اسين توهان کان سواءِ هن دنيا ۾ هڪ پل به رهڻ نٿا چاهيون، سچي پاتشاهه! توهان ٻنا هيءَ زندگي موت کان به بدتر ٿي پوندي.“

حضورجن فرمايو، ”مان هميشه توهان سان انگ سنگ رهندس. مان اهو واعدو ٿو ڪريان.“ اهڙي ريت ستگورن وري به اسانکي پنهنجي سياڻپ سان ٻارن وانگر چپ ڪرائي ڇڏي. برابر هو اسان سان هميشه انگ سنگ رهن ٿا پر اسين نه ساڻن گڏ ڪونه ٿا رهون؛ اسان نه ڪڏهن اهو سودو ڪونه ڪيو هو. وارتالاپ کي جاري رکندي پروفيسر صاحب چيو نه حضور چگو! ڀلا توهين ڪرپا ڪري ٻڌائيندا نه اسانکي ڪهڙي هٿن ۾ سونپي ويندا؟ توهان جو جانشين ڪير ٿيندو؟

داتاجن وراڻيو، ”اهو ۾ هيئنر ظاهر ڪري نٿو سگهجي. سمي پاڻي سڀ ڪجهه معلوم ٿي ويندو. هڪ سيوادارن، جا ٿورو وقت اڳ اسان سان گڏ اچي ويٺي هئي، انکي حضورجن پاڻي گلاس آڻڻ لاءِ چيو. پوءِ اسان اها ڳالهه سمجهي نه ان سيوادارن کي دور رکڻ لاءِ ئي کيس پاڻي آڻڻ لاءِ ڪهڙو ويو هو. جڏهن اها سيوادارن ويئي تڏهن پروفيسر صاحب وري حضورجن ٿي پنهنجي جانشين جو نالو ظاهر ڪرڻ لاءِ زور آندو. پر حضورجن صاف انڪار ڪندي فرمايو نه توهين اها ڳالهه گهٽ رکي ڪونه سگهندا. وڌيڪ فرمايائون نه اهڙا ۾ ماڻهو ٻيا آهن جي هيئنر کان ئي ولي منهي خلاف سازشون سٽيندا.

پروفيسر پڇيو، ”حضور! ڇا اهي ستسنگي آهن؟ ڪوبه ستسنگي ستگوروءَ جي حڪم خلاف سازش ڪري سگهي

لو؟"

حضور جن وراڻيو، "وقت ايندو جو توهين ڏسندا ته چالاڪ ۽ خود مطلبي لوڪ ڪهڙي حد تائين وڃي سگهن ٿا. پر ان جو فڪر نه ڪريو."

تنهن تي مون حضور جن جي چرڻن ۾ وينتي ڪئي ته اسانجا سمرٿ ستگورو! اسانکي پنهنجو ايترو ته پيار ۽ صدق بخشو جو اسين ڪڏهن به گمراه نه ٿي وڃون. ستگوروءَ جي چرڻن ۾ اسانجي پريت ۽ پرتيت دائما پڪي ۽ پختي رهي.

حضور جن وراڻيو، "منهنجو جانشين مولڪان ڏهوڻي طاقت ۽ ديا مهر ڪٽي ايندو. ستسنگ ۽ ڏيرو خوب ترقي ڪندو، توهانجو پريم ۽ وشواس وڌندو ويندو ۽ توهان کي پاڻ وڌيڪ ديا مهر ۽ سدمان ملندو." ايتري ۾ حضور جن جا پوٽا سردار چرڻسنگهه جن هٿ ۾ لٺيو سوٽ ڪيس ڪٽي اچي اُتان لنگهيا. انين لڳو جڻ ته حضور جن پاڻکي روڪي ڪين سگهيا ۽ بلڪل ڏيمي چيائون ته ڏسو هو اچي رهيو آهي.

هين حضور جن جي چرڻن ۾ اچي سر نوايو ۽ ستگورن ڏاڍي پيار ۽ پاڇوهه سان پنهنجا پوٽر ڪرڪمل ڪٽي سندن مٿي تي رکيا.

حضور جن ڪانئس پڇيو ته تنهنجي ڪاليج جون موڪلون ته پندرهن ڏينهن اڳ ٿي ويون آهن، پوءِ تون ايترا ڏينهن ڪٿي هئين؟

سردار چرڻسنگهه جن بلڪل نمرتا ۽ نهنانيءَ سان جواب ڏنو، "حضور مان ڪجهه ڏينهن لاءِ سرسي ويو هوس."

حضور جن ڪانئس پڇيو، "اُتي ته سڀ خوش باش هئا؟"

پاڻ جواب ڏنائون ته ها حضور! سڀ خوش باش هئا.

جي رضا ۾ راضي رهندا آهن.

ان مسلمان سچن وري چيو ته پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي؟

حضور جن وراڻيو، "اهل رضا وارا فقير چون ٿا ته جڏهن پرماتما هن ساري سرشٽيءَ جو چرخو هلائي رهيو آهي ۽ جو سڀ ڪي ڄاڻندا آهي ته پوءِ هنگي راءِ يا رمز ڏيڻ يا پرارٿنا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

ڀلا هو اسانجي ڪاڏ اهڙي رمز يا صلاح مشيندو جا هنجي نظر ۾ غلط ۽ هاڃيڪارڪ آهي؟ يا اسانکي اهو جڳائي ته ڪيس چئون ته هيئن ڪر ۽ هيئن نه ڪر.

ان تي پروفيسر جڳموهنلعل چيو ته جي گهرائيءَ سان ڏسو وڃي ته ڪنهن به شيءِ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ ڏيکاري ٿو ته اسان جو پرماتما جي نيڪي ۽ سياڻپ ۾ وشواس ڪونهي.

راڌاسوامي هسراج ٻالهءَ ڳالهه جي تائيد ڪندي چيو ته در اصل اسين پرماتما کي پرارٿنا ڪهيءَ ٿي خيال سان ڪراون ٿا ته هو ڪا غلطي ڪري رهيو آهي ۽ اسين کيس ان جي نتيجن کان آگاهه ڪرائون.

تنهن تي هڪڙي ستسنگيءَ عرض ڪيو ته پرارٿنائون ته ويدن ۾ به ڏنل آهن.

حضور جن فرمايو، "پرارٿنا صرف پرماتما جي دئا مهر ۽ بخشش لاءِ هئڻ گهرجي. پرماتما کان فنا ۽ ناسوان چيزون ڇو گهرجن؟ مولانا روم صاحب فرمائين ٿا،

"خدا کان خدا گهر ۽ ساري سنسار جي چنتا سان پنهنجي دل جو آئينو سياهه نه ڪر. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:-

'نام ٻاجهون منگڻا سر دکان دي دک.'

رانزادو چئي ويئو، ”پرارٿنا جو هي پهلو اسان لاءِ بلڪل نئون آهي.“

حضور جن فرمايو، ”دنيوي ماڻهو نه ڏاڍيون عجيب غريب پرارٿنائون ڪندا آهن. ڪجهه ڏينهن اڳ مونکي هڪ وديشي ستسنگيءَ جي چٺي ملي، جنهن ۾ هن پنهنجي پالتو ٻليءَ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو هو جا بيمار هئي ۽ ڪيترن ڏينهن کان ڪجهه ڪولا ڪاڌو هئائين. هاڻي اهو عرض ڪنهن ٻالي ڀولي ڇوڪري يا ڪنهن سادي سودي ڳوٺاڻي ڪين ڪيو هو مگر هڪ پڙهيل لکيل ۽ سيڻ ٻوڙين سڄڻ. ماڻهو پنهنجي ڳائين، گهوڙن، ڀاليل ڪتن، ٻلين ۽ لو ڙيڙن جي لاءِ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. ان مان ڇا نه ظاهر ٿئي؟ هنکي خبر آهي، گهٽ ۾ گهٽ سيدي ستسنگين کي خبر آهي ته سڀ دک تڪليفون بيماريون جيو جي اڳين ڪيل ڪرمن جو نتيجو آهن ۽ اهو ڪرمن جو قرض ضرور چڪائڻو پوي ٿو. ڪال نه پنهنجو حساب پائي پائي چڪائي وٺي ٿو ۽ جيڪڏهن هو واسطيدار جيو کان نٿو وصول ڪري سگهي ته پوءِ هنجي ڪرمن جي بوجهه نڪرندڙ هنجي ستگوروءَ کان چڪائي وٺي ٿو. ستسنگي هن ڳالهه کان بخوبي واقف آهن. پوءِ به هو چاهين ٿا نه پلي سندن ستگوروءَ کي دک ۽ تڪليف سهڻي پوي پر سندن ڪتا ۽ ٻليون بچي پون.

ان جو اهو مطلب ڪونهي ڇا ته هو پنهنجن ڪتن کي پنهنجي ستگوروءَ کان وڌيڪ پيار ڪن ٿا ۽ پوءِ به هو اها دعويٰ ڪن ٿا ته هو ستگوروءَ کي ڪل مالڪ پرماتما سمجهن ٿا.

بعد ۾ ناڪردت پڇيو، ”پوءِ نه پرارٿنا ڪرڻ ئي

ڀاڳيا ڏاڍا ماندا آهن.
ـه ڪهڙي ؟" ڀـ! ڀرارٿيا جا
حضور جن وراڻيو، "هنجو ڪمند ۽ اماڻو ٻڌائي ٿي، 
ڀرارٿيا ماڻهو ڪي لهڻو ۽ عاجـزي .مالڪ
اهنڪار دور ڪري ٿي. پنهنجي پيوسي ۽ ليڪي
اڳيان ظاهر ڪرڻ ٻيان، مٿش ڪـي ٻڪتي، ٻرڙيا ۽
حاصل ٿين ٿيون. اسانجو سارو جيون ڀرارٿنامه هٺ ڪبي.
ڀرارٿيا اسانجو هردو شڌ ۽ ٻولر ڪري ٿي."
مسلمان سڄڻ عرض ڪيو تـه حضور! مهرباني ڪري
اسالڪي هڪ سٺي ڀرارٿيا ڪرڻ جو نمونو ٻڌايو.
جواب م حضور جن فرمايو تـه مان جيڪر هن رامـه ڀرارٿيا
ڪريان:-
"اي منهنجا مالڪ! مان بلڪل نادان آهيان. مولڪي
صبر ني ڪالهي تـه ٽوڪان جا ڪهران. جيڪي مون لاءِ بهتر
سمجهين اهوئي مولڪي ڏي. مولڪي ڀل ٻڌي بخش تـه
جيڪي ڪجهه لون منهنجي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڏئين ٿا
جتي ۽ جنهن حال ۾ رکين، ان ۾ راضي رهان. مون ۾ لڪو
ڪوڪڻ آهي تـه ٻڪتي آهي. منهنجا ڪرلوتـه ڪڏا ۽ گناهن
سان ڀربور آهن. مون ۾ ڪابـه چڱائي ڪالهي، من مولڪي
بوريءَ رٻـه پائمال ڪري ڇڏيو آهي. اي منهنجا مالڪ!
مون جهڙي گنهگار لاءِ، سواءِ تنهنجي ٻولـر چرلن جي
ڪهڙو اجهو ۽ آسرو آهي. اي مالڪ مون تي رحم ڪر
مون کي پنهنجي شرن بخش. مولڪي پرو ڪي ڪين ڪهرجي
مولڪي پنهنجو داس بڻاءِ جيئن مان تنهنجو ٿيو رهان ۽ او
منهنجو ٿيو رهين."
مسلمان سڄڻ چيو، "نهايت اعليٰ!!"
تنهن کانپوءِ حضور مهاراج جن ڪبير صاحب ۽ ڏلي

جو ن پرار ٿنائون پڙاڻون جي پڙي سب ڏاڍا ڪليا .

ڪبير صاحب جي پرار ٿنا :-

ڀوکي ڀگت اسي ڪيجئي يهه مالا اپني ليجي .
هئه مانگئه سنتن ريما مئن لاهين ڪسي ڪا ديا .
ماڌو ڪئسي بني تم سنگي آپ نه ڏيهه لي ليئه منگي .
( مٿهنجون ضروريون هي آهن )
ده سير مانگئه چؤنا - پاءُ گيهه سنگي لؤنا .
اڌ سير مانگئه دالي - موڪئه دولئه وکت جوالي
کاٽ مانگئه چوپائي سرهانا اؤر تلائي .
اؤپر ڪئه مانگئه ڪيندا تيري ڀگت ڪري ٿيندا .
مئن لاهين ڪيتا لبو اڪ ناءُ تيرا مئن ڦبو .
کهه ڪبير من مانئا من مانئا لئه هر جاليا .
( سورنا ڪبير جي ٦٥٦-١٥ )

ڌني جاٽ جي پرارٿنا :-

## گوپال تيرا آرتا

جو جن تمري ڀگت ڪرنتي ٽن ڪي ڪاج سوارنا .
دال سيڌا مانگئه گهيئه همرا خوسي ڪري نت جيئه .
پنهيئا چادس نيڪا اناج منگئه ست سي ڪا .
گئؤ ڀئنس منگئه لاويري اڪ تاجن تري چنگيري .
گهر ڪي گيهن چنگي اُن ڌنا ليوي منگي .
پندس اساڪردس چيو نه اسين جيڪي گهرون ٿا سو

ملي نه ڪو نه ٿو .

حضور جن فرمايو ، ”مالڪ اسان کي سڀ ڪجهه ڏيئي رهيو آهي . سوال آهي نه اسانکي گهرڻ ڇا کپي . ان باري ۾ مان توهانکي پنهنجو هڪ انيئه پڙاءان ٿو . مان اُن وقت ايما نوڪريءَ ۾ هوس ؛ مري پهاڙ جي ملٽري سب ڊويزن

وڃي . آخر ۾ منهنجي سڀ کان بالا آفيسر مون ڏانهن مخاطب
ٿي چيو، "توهانکي به هن مشڪل مسئلي کي حل ڪرڻ
لاءِ ڪو به اُپاءُ يا رٿ ڪا نه ٿي سجهي؟" مون کيس چيو،
"هيٺئين مونکي هڪ رٿ تري آئي آهي ۽ جيڪڏهن توهين
مونکي ٻه چار سو ڪاٺ جا سليپر خريد ڪرڻ جي اجازت
ڏيندا ته مان اهو ڪم پورو ڪري سگهندس. هن چيو، ته
جيترا به سليپر چاهيو، خريد ڪريو. هي سڄو ڪم پوري
طرح توهان تي ڇڏيون ٿا ۽ جيڪڏهن توهين هن ڏکئي
مسئلي کي حل ٿا ڪريو ته اسانکي ڏاڍي خوشي ٿيندي."
ائين چئي سڀ روانا ٿي ويا.

پهاڙ جي مٿان ٻه ٽي لک سليپرن جا رکي مون وري ته
بارود سان پهاڙ کي اڏائڻ شروع ڪيو. منهنجي اها تجويز
ڪامياب رهي ۽ ڪم جو تڪڙو اُڪلاءُ ٿيندو رهيو. شروع
۾ سارو ڪم پنهنجي نگهبانيءَ هيٺ ڪرائيندو هوس ۽
پنهنجن زيردستن تي ڪم ڇڏي ڏيڻ جي همت ئي ڪو نه ٿيندي
هئي. باقي وڏن دڪالن وقت پهچڻ تائين منهنجا زيردست
۽ مزدور ان ڪم ۾ اهڙا هوشيار ۽ پروڙيندڙ ٿي ويا هئا جو مون
کي انهن تي پورو ڀروسو جمي ويو. هڪ ڏينهن صبوح جو
جڏهن ديول ۽ انگريزن جي سڀ کان وڏي دڪان جي
وچ ۾ ڪم هلي رهيو هو ته نوڪر منهنجي لاءِ کير کڻي آيو.
اُنهي ڏينهن صبوح جو روزمره کان سويل مان ڪم تي هليو
آيو هوس ۽ نيرڻ ليار ڪو نه ٿي سگهي هئي انڪري نوڪر
کي چئي آيو هوس ته جتي ڪم پيو هلي اُتي ئي کير کڻي
اچج. مون پنهنجن ماڻهن کي پهرين جمائي رکيل بارود
جي وٽين کي آگ لڳائڻ لاءِ چيو ۽ مان ٿوري دير اُتان
نڪري آيس ته پاسيرو ٿي کير پيئي وٺان. مان کير پيئي مونيس

ـ ذلر وسٺوٽ (بلاسٽنگ) بلڪل صحيح لڳولي ۾ لي چڪي
هئي. ان ڪالهوءَ مون ڪم ڪندڙن کي چيو ته هاڻي هلو ته
ٻالي ٻن رهيل سرنگهن مٿان سليپر ڇماڻي رکون. مهنجي
اوورسيئر چيو ته سائين! اسان ته انهن جي ونن کي ته ٻاهر
ڍڪي ڇڏي آهي.

”باهه ڍڪي ڇڏي آئڙ؟ مالڪ بچاءِ! بر انهن لي ته اڇا
سليپر ٻـ ڪين وڪيل هئا. لو ته سچو ڪم چوبت ڪري
ڇڏيو،“ مون چيو.

ان وقت ته هڪ پل ۾ ضايع ڪرڻ ڪرلو هو. مان، جن
ٻهي سرنگهن ۾ ٻاهه لڳائي ويئي هئي اوڏاهن واري ٻوڙين
ته جي تي سگهي ته ٻرنڌڙ ونڊن کي ٻاهر ڪنڊي ٽتو ڪريان.
رستي ۾ مهنجي هڪ انگريز زبردست مولڪي ٻهي ٻالهن
سان ڪٽي ٻڪڙيو ۽ چوڙ لڳو ته مان لوهالڪي ٽڪرا ٽڪرا
ليڊو ڏسي ڪين سگهندس. ان وقت مون چيو، ”پرنسس،
مولڪي جڏ ته مان وڃان،“ پر هن ڪين مڃيو.

اوڏي مهل مهنجي دل مان بي اختيار هڪ پرارٿنا
لڪتي. ڪجهه وقت اڳ مولڪي بابا حي مهاراج جن
نامردان بخشيو هو ۽ ان مهل مون لهايت عاجزيءَ ۽ نيڪسيءَ
سان ڪين ياد ڪيو. وسٺوٽ ڪارڻ مهنجي شرير جو ڪيڙو
۾ حال لٿي ها، الجي مولڪي ڪڪ برابر ۾ چنتا ڪالـ
هئي مگر اهولي خيال سٽائي رهيو هو ته انگريز آفيسر اسان
هندستانين لاءِ ڇا سوچيندا جنڪي هٿن هيڏو اهميت ڀريو
هيڏي جوابداريءَ وارو ڪم سونپيو هو. انگريز ما
وسٺوٽ واري هند ٻوڙي وهس ٻالي ٻيا سب ڏبه ج
مارها حيران بيٺا رهيا. هنڪي مهنجي سلامتي جي ڏاڍ
چنتا هئي جو مهنجا سالي ڪم ڪندڙ ۽ مهنجا زبردـ

موتڪي دل و جان سان پيار ڪندا هئا.

مون وٽن کي چڪي ٻاهر ڪڍيو ته ڏٺم ته صرف پاڻ السج ٻري وسامي ويٺون هئون. اهو ڪيئن ٿيو؟ ان جو پتو اڄ تائين ڪونه پيو آهي. انهن وٽن ۾ ڪابه خرابي ڪانه هئي ڇاڪاڻ ته جڏهن ٻيو پيرو انهن کي ڪم ۾ آندو ويو ته برابر ڪم ڏنائون.

مسلمان سڀڻ چوڻ لڳو ته ها، ان مان ظاهر آهي خدا ڪڏهن ته اسان جون پرارٿنائون اگهائي ٿو. پر اها خبر ڪانهي ته انهن کي منظور ڪرڻ لاءِ هن پاڻ وٽ ڪهڙي ڪسوٽي رکي آهي.

حضور مهاراج جن مرڪيا ۽ فرمايائون ته اسان جون هي اکيون ته صرف موجوده ڳالهين کي ئي ڏسي سگهن ٿيون پر پرماتما سرو شڪتيوان ۽ سرو گياتا آهي. اسانکي هنجي حڪم ۾ رهڻ جڳائي ۽ جيڪي ڪي هو اسانکي ڏئي سو اکين تي رکڻ گهرجي. اسانکي هن جي رضا کي بدلائڻ جو خيال سپني ۾ به نه اچڻ کپي.

انهن تي مسلمان سڀڻ چيو ته بصري جي درويش بي بي رابعه بصريءَ جي ڳالهه ڪندا آهن ته هن پنهنجي بيماريءَ کي دور ڪرڻ لاءِ ڪوبه جتن ڪونه ڪيو ۽ نڪو پنهنجي مفلسيءَ کي مٽائڻ لاءِ ڪوشش ورتي. هن اها مفلسي ۽ اهي بيماريون مالڪ جون موڪليل سوغاتون سمجهي سويڪار ڪيون.

حضور مهاراج جن ان ڳالهه کي جاري رکندي فرمايو ته گرو ارجن ديو پنجين پاتشاهيءَ کي لاهور جي گورنر، جهانگير بادشاهه جي حڪم موجب ڏاڍيون سختيون ۽ عذاب ڏنا. هنکي تتي توي تي ويهاريو ويو ۽ سندن شرير مٿان

هڪ مسلمان درويش ميان
ر رهندي هاري وئي. جڏهن مالڪ جي پياري
، گورو صاحب سان بدسلوڪي ۽ ملڪ وارن تي
طلم ۽ ستم ٿيندا ڏسي برداشت
ورو ارجن ديو لي هي مهاراج جن کي
ڪري ڪوڊ سگهيو. هن گورو ارجن ديو مان هٿ سهي
عرض ڪيو ته جيڪڏهن توهين اجازت ڏيو ته ان سان گڏ ساري لاهور
ظالمن کي مٽي ۾ ملائي ڇڏيان ۽ ان سان
علائقي جو نام نشان مٽائي ڇڏيان.
گورو ارجن ديو جن مشڪي فرمايو، "پيارا ڀاءُ! ڀورلن
مولڪي هن ڳالهه جو جواب ڏي ته هي جيڪي ڪجهه ٿي
رهيو آهي اهو منهنجي مالڪ جي مرضي ۽ موج
خلاف ٿي رهيو آهي ڇا؟ جيڪڏهن نه، ته پوءِ هنجي حڪم
۽ رضا موجب جيڪي ورتجي رهيو آهي ان ۾ سان ڀاڪل
خوش آهيان، "اسرا پاڻا مبنا لاڳي."
راڻاڻي همراج چيو ته هن دنيا ستن مهاتمائن تي ڏاڍا
ظلم ڪيا آهن، وڪيل وهايا آهن.
بيدس ناڪردس جون لکون اهل ڪيڏي نه بي رحمي
جي جو هڪ انسان تي محض ان ڪري ظلم ڪيو وڃي ته
جاڪاڻ جو هو مالڪ جي پوڄا ۽ پرستش ان طريقي سان لٽو
ڪري جنهن سان بيا ڪن ٿا.
مسلمان سچي ٻچي لکوڪ نه حضور الهين ٻلا جو لو لٽي؟
حضور جن فرمايو، "عقل ۽ عشق جون راهون ئي نراليون
ليمداون آهن. پريم قانون ۽ قاعدي کي ڪونه ڄاڻي ۽ عقل
بڌي، وه پيار هو کهڙو قدر؟ عقل بڌي ۽ قانون هن دنيا
جي ڪمن ڪارين جي سر انجامي ڪرڻ لاءِ آهن پر پرمالم
جي ڏام ۽ پريام روپي پکن هي سهاري پهچي سگهو
"صد ڪتاب وصد ورق در نار ڪن، ... " بعد

پنهنجي ڪتابن ۽ چتراڻيءَ کي آڳ ۾ ساڙي ڇڏيو ۽ پنهنجي
من کي مالڪ جي پيار سان مالا مال ڪريو ۽ پنهنجي هردي
روپي باغيچي کي هنجي پيار ۽ محبت سان هريو ڀريو
بڻائي رکو.

سنت مهاتمائون هتي اچي صرف ان مالڪ جي پيار ۽ عشق
جا گيت ٿا ڳائين. هو دنيا جي ريتين رسمن ۽ ڪرم ڪانڊ
يا شريعت ۾ ڪو به دخل ڪونه ٿا ڏين. هو دنيا ۽ دنيا
جي رواجن کي ڪين ڇيڙيندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن وقت
ڪا شادي ٿيڻي آهي ته هو چون ٿا ته پنهنجي سماج جي
ريتين ۽ رسمن موجب يا جيئن لوهاڻکي وڻي وڃي ڪريو.
مطلب ته آهي گهوٽ ڪنوار جو هٿيالو ٻڌڻ سان يعني ٻنهي
کي وِواهڪ جيون ۾ ٻڌڻ سان، پوءِ انڪي جيئن چاهيو ادا
ڪريو. موت ڪاڻپوءِ جي ڪنهن شرڌ جو سنسڪار ڪرڻو
آهي ته سنت چوندا آهن چاهي آڳ جي سپرد ڪريو چاهي
دفنايو. ٻار پيدا ٿئي ته ڀلي پنهنجي ريتين رسمن موجب هن
جو نالو وغيره رکو ڇاڪاڻ ته انهن پرمارٿ جو انهن شريعت
جي ڳالهين سان ڪو به تعلق ڪونهي. مالڪ جي دربار ۾ ته
صرف پريم ۽ پوڄڻا جو قدر آهي.

سنت انهيءَ وقت پيدا ٿئي ٿو جڏهن واڇڪ گيالي
پنهنجي عقل ۽ ٻڌيءَ کي پريم جي دائري ۾ زبردستي آڻي
ٿو. شريعت جو مقصد صرف اهو آهي ته انسان سماج ۾ امير
۽ شانتيءَ سان رهي پر شريعت جا پابند اهو محسوس ڪندا
ڪن ته گورمکن جو پرماتما سان پريم ۽ پرماتما جو گورمکن
سان پريم لامحدود ٿيندو آهي ۽ انهيءَ کي ڪنهن به لهوڻي
سيمت يا محدود ڪري نٿو سگهجي. مالڪ جا پيارا هتي
جي قانونن کان گهڻو مٿي ٿا وڃن بلڪ هو نه پرڀتر ۾ ملي

آهي پوري مرشد کي ڳولي لهيءَ کان ساڻ لنا سگهي پنهنجي اصلي گهر ڏانهن وڃڻ . ٽين منزل آهي معرفت يعني روحاني گيان جي پراپتي . چوٿين آهي حقيقت يعني مالڪ سان ملي هڪ ٿي وڃڻ . هاڻي پڇايو ته ڪير چاهيندو ته هو هميشه ٻاهرين منزل تي ئي بيٺو رهان جڏهن هنکي مٿين منزلن جي پڌرائي جاڻ آهي ۽ اها به خبر اٿس ته روحاني ترقيءَ لاءِ انهن منزلن کي طئه ڪرڻ لازمي آهي .

مسلمان سڄڻ سوال ڪيو ته توهانجو به اهو ئي مارڳ آهي؟

ان تي حضور مهاراج جن ورانيو ته سڀني مهاتمائن جو هميشه کان هڪ ئي مارڳ رهيو آهي پوءِ ڀلي هو ڪنهن به ذات، ديش يا ڌرم جا هجن . اهو طريقو هر جڳهه ۽ هر وقت سمان ئي رهيو آهي . اهو ڪنهن انسان جو بنايل ڪونهي، جنهن ۾ ڪجهه گهٽائڻ وڌائڻ يا ڦير گهير جي ضرورت پوي . اهو ته مالڪ جو خود بنايل آهي جو انسان جي رچنا ڪرڻ وقت ئي بنايو ويو آهي ۽ هر زماني ۾ هر انسان لاءِ يڪسان آهي .

مسلمان سڄڻ پڇڻ لڳو ته حضور اوهانجي روحاني ابياس جو مسلماني نالو ڪهڙو آهي؟

"حضور مهاراج جن ٿورو مشڪيا ۽ فرمايائون، " مسلمان فقير ان کي "سلطان ال اذڪار" چوندا آهن جنهنجي معنيٰ آهي، "سڀني ساڌنائن جو بادشاهه ."

ان کانپوءِ مسلمان سڄڻ چوڻ لڳو ته مونکي هندن جي پنر جنم جو اصول پوريءَ ريت سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي .

حضور جن ورانيو ته مان اهو ٿورن لفظن ۾ توهان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو . هن سنسار ۾ اسانجون اڇائون ئي جنم ۽ پنر جنم جو ڪارڻ آهن . قدرت جو قانون

آهي ته جيڪي گهرندا سو ملندو. اسانجي زندگي اسانجي اڇائن ۽ ڪامنائن الوسارئي گهڙجي ٿي . اسين جيڪا به اڇا ڪريون ٿا قدرت انڪي پوري ڪرڻ جو انتظام ڪري ٿي. اسانجو جسم، جسم استان، پرلوار ۽ پيون حالتون جن ۾ اسان کي جسم ولڻو پوي ٿو، آهي سڀ ڳالهيون هميشه ان قانون مطابق ئي فيصل ٿين ٿيون. ”جهان آسا تهان باسا.“ جتي اسانجون ڪامنائون آهن اسين اُتي ئي ڪيڇجي اچون ٿا. دايوي پدارٿن ۽ پراڻين جو موهه ۽ پيار ئي اسانکي بار بار هن دنيا ۾ ڪيڇجي اچي ٿو. اسانجو موهه جيترو گهٽو هوندو ۽ اڇائون جيتريون ٿريل هونديون اوترو ئي جلد اسين ان چاهيل پدارٿ کي پائيندا سين.

اسانجون اڇائون ضرور پوريون ٿينديون پر اهو ضروري ڪونهي ته اُهي هن جسم ۾ ئي پوريون ٿين. ڇو جو ممڪن آهي ته ڪنهن خاص اڇا جي پوريءَ لاءِ هاڻوڪيون حالتون موافق ۽ اُهڪندڙ نه به هجن. تنهنڪري اسانجي اها اڇا اسانجي انتهڪرڻ (من جو اهو سوکم حصو جو اسانجي اڇائن کي درج ڪندو رهي ٿو) ۾ اُڪريل رهي ٿي ۽ قدرت ان جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪوشش جاري رکي ٿي. پر ان جي پوريءَ لاءِ وقت گهرجي. ان اڇا جي پوريءَ جو مدار ان تي آهي ته اها اڇا ڪهڙي قسم جي آهي بنا ڪيتري پرٻل يا ڪمزوري آهي. جڏهن اسانجو موجوده شرير ان اڇا کي پوري ڪرڻ لائق آهي ته پوءِ اسانکي پيو اهڙو شرير ڏنو ويندو جنهن ۾ ان اپورڻ اڇا جي بخوبي پورتي ٿي سگهي.

سمجهو ته ڪا نوجوان پرٻل استري بنا اولاد گذاري ٿي وڃي. هن ساري عمر سنتان لاءِ ارداسون پئي ڪيون ۽

مرڻ وقت به اها پريل اڇا سندس من تي بوجهه ٿي رهي.
قدرت هڪڙي اهڙو مادي جانور جو شرير ڏيندي جيئن
هو ڇهين مهيني هڪڙي ڇهه ڇهه ٻچا ڄڻيندا رهن. قدرت
ڏاڍي ڪٺور ۽ سنگدل آهي. شرير ۽ شڪل جو هن وٽ
ذرو به مهتو ڪونهي. پرڪرتيءَ جو ڌيان صرف ان ڳالهه تي
رهي ٿو ته ڪهڙي قسم جون اڇائون اڻتڪرڻ ۾ اڪرپل
آهن ۽ اهي ڪهڙي قسم جي شرير ذريعي پوريون ٿي
سگهن ٿيون. اسانجي اڻتهڪرڻ ۾ اهي اڪرپل اڇائون
اسان سان هر جنم ۾ گڏ هلن ٿيون.

مسلمان سڄڻ مان هڪ چيو ته اهو ته قدرت جو وڏو
قهر ڇٽبو جو انسان کي جانور جي جوڻ ڏني ٿي وڃي.

حضور جن وراڻيو ته برابر، قدرت جا نيم اٽل آهن.
قدرت جهڙي ڪٺورتا ۽ سختي توهانکي دنيا جي ڪنهن
به حڪومت ۾ ڪانه ملندي. پر انين درست ڪونهي ڇا
ته ڪڏهن ڪنهن انسان جو وهنوار ايترو ته خراب
هوندو آهي جو جيڪر هڪ حيوان کي به نه سونهي؟ ٻيءَ
انين ٺيڪ ڪونهي ڇا ته قدرت اهڙي جيو کي هيٺين جوڻين
۾ موڪلي جتي هو پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڪيتو لوڙي
سگهي ۽ آئينده لاءِ سڌرڻ ۽ اوچي اُٿڻ جو سبق سکي؟
پر جنم جي قانون سان ڪرمن جو قانون بلڪل گهريءَ ۽
گهاٽيءَ طرح جڙيل آهي. "جيڪي پوکيندا سو لڻندا."
ڪرمن جو قرض ته چڪائڻو ئي پوندو. اها ڪهڻ ڪرمن
جي قرض جي ڦهي، توهين ڪٿي ڪيڏانهن به وڃو اوهانجي
ڳچيءَ ۾ لٽڪيل ئي رهندي.

مثال طور توهين پنهنجي پٽ کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو
ٿا. هو هر روز اسڪول ۾ حاضر رهي ٿو ۽ ڏاڍي محنت

الزبيٿ، هڪ يورپين مرد ۽ زال سان گڏ اچي اُتي سهڙيو.
سنتن جون رمزون نراليون ٿينديون آهن. هو پنهنجن جيون
کي چقمق وانگر پاڻ وٽ ڪيڏي آڻيندا آهن. حضور مهاراج جن
کي ڏسندئي اها يورپين ليڊي ڊوڙي اچي سندن چرڻن
۾ ڪِري. حضور جن پنهنجا ٻئي ٻوٽر هٿ هنجي مٿي تي
رکيا ۽ هن کي اُٿي وهڻ لاءِ چيائون پر هوءَ ڪونه اُٿي. هوءَ
اچي روئڻ ۾ ڇتڪي ۽ لڳي حضور جن جي چرڻن کي چمڻ.
اهو اهڙو نه دلپذير نظارو هو جنهن جي ڏسڻ لاءِ ديوتائون
به جيڪر ترسن! حضور جن هڪ آرام ڪرسيءَ ۾ رونق
افروز هئا ۽ هوءَ پنهنجن گوڏن سان حضور جن جا چرن
پسائي رهي هئي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، "ڌيءَ! شانت ڪر. اُٿي ويهه."

نوجوان ليڊيءَ ٿورو ڪنڌ مٿي ڪري حضور جن جي
نيترن ڏانهن نهاريو ۽ وري پنهنجو سر ڪٽي حضور جن جي
چرڻن ۾ رکيو.

حضور جن وري چيو ته چڱو، هاڻي بس ڪر. اُٿي ڳالهاءِ.
تون هي مٿي ٽيڪڻ جو هندستاني طريقو ڪٿان سکي آهين؟
چڱو ٻچا! هاڻي اُٿ. انهن لفظن ۾ حڪم توڙي پيار ٻئي
سمايل هئا. اهو ٻڌي هوءَ ليڊي اُٿي ويٺي ۽ چوڻ لڳي،
"منهنجا مالڪ! اهو سڀ ڪجهه توهان ئي ته مونکي
سيکاريو."

حضور جن وراڻيو، "پر هن کان اڳ ته اسين ڪڏهن
به گڏيا ڪونه آهيون؟"

"ڇا اڳ ڪڏهن به ڪونه گڏيا آهيون؟ ڇا اسين
پراڻا متر ڪين آهيون؟" وري پاڻکي درست ڪندي
ليڊيءَ چيو، "ڇا توهين منهنجي ٻالپڻ کان وٺي منهنجا

۽ رهبر ڪين رهيا آهيو؟"

لي ۽ رهبر ڪين رهيا آهيو؟" ۽ رهبر ڪين رهيا ورلن ڪئي. هندو
هن پنهنجي ساري ڪهاڻي هن رامن ورلن ڪئي. بالدن ۾ ني
مالومس اي ........ هو ۽ هوءَ امريڪن هئي. سوڪيم سروپ
ڪيس ڪڏهن حضور مهاراج جن جي ڪڏهن سمجهي لئي سگهي
جو درشن ڏيندو رهندو هو پر هوءَ اهو سمجهي لئي سگهي
ته اهو ڪهڙو سروپ آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ هيڏو
اهو درشن بند لي ويو هو ۽ جيڪي ڪجهه ڏسندي هئي
هن کان وسري ويو. هفتو ڪن اڳ هوءَ ڏاهاڻوسي ۾ آئي هئي،
۽ اڳي ڪيس وري درشن ٿيڻ لڳو پر هاڻي اهو درشن ڪيس
سمهي ۾ ٿيندو هو. درشن جو هنجي من لي تمام آنندمي
الر ٿيندو هو ۽ هوءَ اهو درشن پاڻي ڏاڍي گد گد ٿيندي
هئي. هنکي اهو احساس ٿيڻ لڳو ته سندس جيون ۾ جلد
ڪا عجيب گهٽنا ٿيڻ واري آهي ۽ هي درشن انجو اڳواٽ
اهڃاڻ آهي. هن چاهيو ٿي ته اها گهڙي جلد اچي پر هنجو
وس لئي هليو. حضورجن جي موج سان ٿي هنکي درشن
نصيب ٿيندو هو ۽ ڪيس چوندا هئا ته "تيار رهه." مگر
هوءَ انهن لفظن جو مطلب سمجهي ڪونه سگهندي هئي.
هن ٻڌايو ته هوءَ صرف پرارٿنا ئي ڪري سگهي ٿي جا هن
ڪرڻ شروع ڪئي.

هن ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته ڪالهه شام جو
هڪ معزز هندستاني سڄڻ پنهنجي زال ۽ ٻارن سان اسانجي
هوٽل ۾ آيو ۽ منهنجي ڀر واري ڪمري ۾ اچي رهيو. انهن
وٽ Time, Life, Look ۽ Sketch وڌيڪ مخزنون هيون
جڏهن ڪان مان پاڻي مان آئي هيس تڏهن ڪان مون
ڪوله پڙهڻ هيون. انهيءَ ڪري ان شام جو ٻي ما
سندن ڪمري ۾ ويس. مالڪ جا رنگ نرالا آهن. ظاهر

ته مان انهن اخبارن واسطي ويس پر در اصل مونکي گهربل پريرڻا ملئي هئي. ڪمري ۾ گهڙندي ئي بي اختيار منهنجي نظر چاندي جي فريم ۾ مڙهيل سامهون رکيل تصوير تي پيئي. هڪ بالڪ وانگر مان اڳيرو ٿي ان ڏانهن وڌيس ۽ پنهنجي هٿن ۾ کڻي انهيءَ فوٽو کي جهليم. مون پڇيو، "هي ڪير آهي؟ هي ڪنهنجو فوٽو آهي؟" انهيءَ سڄڻ وراڻيو، "هي منهنجي ستگورن جو فوٽو آهي."

مونکي خبر پيئي ته انهيءَ سڄڻ جو نالو ويرياڻ هو. هن مون کان پڇيو ته تون ڪڏهن هنن سان ملي آهين؟

مون وراڻيو ته ها. ڪيئين ڀار، پر صرف سوکيم روپ ۾ يا سپني ۾. مون دل ۾ سوچيو ته هن فوٽي ۾ بلڪل ساڳيو سروپ آهي جهڙو اندر ڏسندي هيس. چهري تي اهوئي الاهي نور، اهائي موهيندڙ مشڪراهٽ، اهي ئي پرڪاشمي نيتر جن مان هردم دّيا مهر، پيار ۽ رحمت بکندي هئي ۽ اهائي سفيد ڏاڙهي جا سندن اڇي سندر پوشاڪ سان زيبائتي لڳندي هئي.

مان ان فوٽي کي بار بار چمڻ لڳس ۽ ڏاڍي اُڪير ۽ اُڪنا سان انهيءَ کي ڇاتيءَ سان لڳائڻ لڳس. ان هندستاني پريوار کي منهنجي اهڙي حالت تي ڪابه حيرت ڪانه لڳي. هو خاموشيءَ سان سڀ ڪجهه ڏسي رهيا هئا.

مون شري ويرياڻ کان پڇيو، "هي مهاتما ڪٿي رهندا آهن؟" هن مونکي ٿورو چيڙائيندي چيو، "پريمين جي دلين ۾."

"مان ڪيئن ڪٿي گڏجي سگهندس؟" مون کانئس پڇيو ۽ اسانجي ٿيل گفتگوءَ جو اهو نتيجو نڪتو جو اڄ مان هتي ويٺي آهيان.

پوءِ هن ٻڌايو ته مذهبي من ۾ صرف هڪ شڪا هئي.
ايشيا ۾ هڪ مسلمان درويش مونکي چيو هو ته توکي پنهنجو
گورو هندستان ۾ ئي ملندو. هن اها اڳڪٿي ڪئي هئي ته
اهو دنيا جي سڀني سنتن ۾ پرم سنت هوندو ۽ سندس آشرم
الموڙا پاسي ۾ نديءَ جي ڪناري هوندو. پوءِ جڏهن
هن ليڊيءَ کي پتو پيو ته حضور جن جو ڏيرو بياس نديءَ
جي ڪناري آهي ته هن جي پوري تسلي ٿي وئي. هيءَ
پرنس لهايه ليز فهر عورت ٿي ڏلي ۽ سڄو يورپ ۽ اميريڪا
گهمي آئي هئي. ڪيترين يورپي ڀاشائن سهج سان ڳالهائي
ٿي سگهي. در اصل، اسين هن کان ئي Czechoslovakia جو
درسمه اچار سکياسين. ڪيس يورپ جي ڪيترن Slave ديشن
جي اتهاس جي ڪافي ڄاڻ هئي.

اهو ظاهر هو ته هوءَ پرماتما جي سچي متلاشي هئي. هن
حضور مهاراج جن کان سنت مت جي اتهاس ۽ سنت مت ۽
عيسائي ڌرم ۾ ڪهڙو فرق آهي، انهن وشين تي ڪيترائي
سوال پڇيا. حقيقت ۾ ان ڳالهه سان پا ئي ڏيهن جڻ ته
حضور جن صرف هن جي شڪائن جي سماڌان ڪرڻ ڪري
ڏنا. هن جا سوال ۽ حضور جن جا جواب اهڙا دلپسند ۽ اچرج
ڀريا هئا جو باقي ماڻهن کي ٻين سوالن جي باري ۾ سوچڻ
جو خيال ئي ڪونه آيو. مهربان سو ڏيهن ته هن سنت مت
بابت ڪيترائي سوال پڇيا ۽ ان کان به وڌيڪ عيسوي مسيح
۽ عيسائي ڌرم بابت پڇيا.

يورپ ۽ اميريڪا واسين جي باري ۾ اسانجو خيال هو ته
هو نهايت ئي ڀولڪ وادي آهن جيتوڻيڪ اها راهه صرف
بدل ڳالهين جي آڌار تي بيٺل هئي. پر هن نوجوان ليڊيءَ
جي زندگي ۽ هن جي بين دڙن کي مغرن جي زندگي (جي

پوءِ هن جي معرفت ستسنگي ٿيا ) ڏسي ، اسانجي اها راءِ بلڪل بدلجي وئي . هن اسانکي ٻڌايو ته هوءَ ۽ هن جي ڪٽنب جا ڀاتي ننڍي هوندي ڪان ئي هر روز بائيبل جو پاٺ ڪندا هئا ۽ سمهڻ کان اڳ پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڪڏهن ڪين وساريندا هئا . هو هر آرتوار تي ديول ۾ ويندا هئا ۽ عيسيٰ مسيح جي سکيا انوسار پنهنجي جيون وتيت ڪرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪندا هئا . غريبن ۽ ضرورتمندن جي تن من ۽ ڌن سان شيوا ڪندا هئا ۽ انکي ئي هو پرمارٿ سمجهندا هئا .

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هوءَ هڪ امريڪن پادريءَ کي پاڻ سان وٺي آئي ۽ حضور مهاراج جن کي هي اکر چئي هنجي پريچيه ڪرائي ، ”هي آهي مانيور مسٽر انيچ ...... جو منهنجو فادر ڪنفيسر' ( جنهن پادريءَ اڳيان پنهنجا گناهه ۽ پاپ کولي ٻڌائبا آهن ۽ اهي سويڪار ڪيا آهن ) مون هن کي ٻڌايو آهي ته مان عيسائي ڌرم ڇڏي سنت مت کي گرهڻ ڪريان ٿي . هو ڪيتري ۾ ڪوشش ڪري پر مان پنهنجو فيصلو ڪونه ڦيرائيندس .

ستگورن ڪانئس پڇيو ، ”تون عيسائي ڌرم کي ڇو ٿي ڇڏين ؟ تون ته پاڻ صحيح معنيٰ ۾ عيسائي ٿيڻجي رهي آهين ۽ عيسيٰ مسيح جي سچن اُپديشن تي عمل ڪرڻ جي لائق ٿي رهي آهين . توکي اها سڌ هئڻ کپي ته سنت مت ڪو مذهب يا ڌرم ڪونهي . سنت مت کي مڃڻ وارن ۾ توکي اليڪ ڌرمن جا پوئلڳ ملندا . اُنجا مکيه سدالت هر ڪنهن ڌرم جي تهه ۾ موجود آهن . ڌرم مٽائڻ سان مالڪ جي پراپتي ڪانه ٿيندي . هر ڌرم جي پڳتن هڪڙي پانو آهي . مالڪ کي ملڻ لاءِ ضرورت آهي ، ڀڳتيءَ جي ، پيار جي

## ڪرائيسٽ سان لڳي ٿو؟

ٿوري دير ترسي حضور جن وڌيڪ فرمايو ته نر! هي سڀ ڪجهه ان شڪتيءَ لاءِ چيو ويو آهي جا ڪرائيسٽ جي ديهه ۾ پرگهٽ ٿي. جنهن لاءِ سينٽ جان چيو آهي ته اهو شبد ديهه ڌاري ٻڌجي آيو ۽ اسان جي وچ ۾ اچي رهيو ۽ جنهن جي شان کي اسان ڏٺو. اهو شبد ته پرماتما جي امرتا ۽ پرڪاش جو مهاساگر آهي جنهن مان ئي سڀ سنت مهاتما اچن ٿا. سنت ان شبد روپي ساگر جون لهرون آهن ۽ اهي دنيا ۾ پنهنجو ڪارج ڪري واپس ان ساگر ۾ وڃي لين ٿين ٿا. ڪرائيسٽ به ان مهاساگر مان آيو، هتي اچي پنهنجو ڪارج ڪيائين ۽ جڏهن اهو پورو ٿيو ته واپس ان مهاساگر ۾ وڃي سمايو. ديهه يا شرير ته پوشاڪ هئي جا ان شڪتيءَ هتي اچي ڌارڻ ڪئي هئي. اهو شرير عيسيٰ مسيح ڪين هو. منش شرير ته هن الهيءَ لاءِ ڌارڻ ڪيو هو جيئن لوڪ هن جي سکيا ۽ اپديش کي سمجهي سگهن. ڇاڪاڻ ته منش ئي صرف منش کي سمجهي سگهي ٿو، ان لاءِ ئي شبد کي منش ديهه ڌارڻ ڪرڻي پيئي ۽ جڏهن هن جو هتي جو ڪارج سماپت ٿيو ته انکي اها ديهه هتي ئي ڇڏڻي پيئي. جنهن کي صليب تي چاڙهيو ويو اهو شرير هو، نه عيسيٰ مسيح. ان عيسيٰ مسيح کي ته صليب تي چاڙهي نٿي سگهيا جو سرشٽيءَ جي رچنا کان اول به هو، شبد ئي هو ۽ شبد ئي آهي. ڪرائيسٽ جي اچڻ کان اڳ، هن دنيا ۾ ڪئين ڪرائيسٽ الڳ الڳ نالن سان الڳ الڳ ديشن ۾ آيا آهن ۽ هن ڪالپوءِ به ايندا رهندا. هيءَ دنيا ڪڏهن به ڪنهن ڪرائيسٽ کان خالي نه رهندي. جيڪي پرماتما جا سچا متلاشي آهن انهن جي رهبري ۽ سهائتا لاءِ هو هردم سنسار

لکيو ويو ان Word جو اھو ئي مطلب ھوندو جھڙو ھندو اپنشدن ۾ "ناد" جو آھي.

پادريءَ وراڻيو، "اھو ممڪن آھي ڇاڪاڻ تہ بائيبل ڪيترن ئي ٻولين مان الٿو ٿيندو پوءِ ھن روپ ۾ اسان وٽ آيو آھي."

امريڪن ليڊيءَ چيو، "بائيبل ۾ وقت بوقت درستيون ڪيون ويون آھن ۽ ڪيترن ھنڌ پراڻا ٽڪرا ڪڍي نوان ٽڪرا جوڙيا ويا آھن."

ان تي حضور مھاراج جن فرمايو تہ بائيبل ۾ تہ روحانيت جا ماڻڪ موتي ڀريا پيا آھن پر اھي لڪيل ٽڪرن ۾ ھيڏانھن ھوڏانھن ٽڙيا پکڙيا پيا آھن. انھن کي اھو ئي ماڻھو چڱيءَ طرح سمجھي سگھي ٿو جنھن کي پورو گورو نام جي بخشش ڪري مھل شبد يوگ جو اھو ئي ساڌن ٻڌائي ٿو جيڪو ساڌن ڪرائيسٽ جو پڻ ھو. ڪرائيسٽ جي سکيائن کي صحيح معنيٰ ۾ سمجھڻ لاءِ اھائي سڀ کان وڏي مشڪلات آھي.

بائيبل ۾ اھي سکيائون سلسليوار ھڪ ئي جڳھ تي لکيل ڪونہ آھن. انھڪري پڙھندي ائين سمجھبو آھي تہ ڪجھ ٽڪرا ڪٽل آھن ۽ انھن ڪٽيل ٽڪرن جي ڪري ئي بائيبل جو صحيح ارٿ سمجھڻ ڏکيو ٿي پوندو آھي.

پادريءَ چيو تہ بائيبل ڪرائيسٽ کي صليب تي چاڙھڻ کان تمام گھڻو پوءِ لکيو ويو ۽ انھن لکندڙن تہ نڪي ڪرائيسٽ کي ڏٺو ھو ۽ نڪي ھنجا اپديش ٻڌا ھئا. تنھن کانسواءِ ھنن کي ڪجھ سوچي سمجھي ئي لکڻو پيو ڇو جو ان وقت جي حڪومت عيسائين تي ظلم ۽ اتياچار ڪري رھي ھئي. تنھن ڪري بائيبل لکڻ وارن بادشاھ جو ئي سھارو وٺي

لکيو آهي.

امريڪن ليڊيءَ چيو تہ عيسيٰ مسيح جڏهن اپديش ڏيندو هو تڏهن ڪنهن بہ سندس وچن نوٽ ڪري ڪيا.

انهن تي سڪورن ٽيڪا ڪندي فرمايو، "جڏهن ڪنهن مهاتما جي چولي جڏهن ڪاٿوءِ هنجي اپديش کي لکڻ ۾ آڻڻ جي ڪوشش اي ڪجي تہ اهو نهايت مشڪل آهي تہ سو في صدي هنجي وچن کي صحيح روپ ۾ لکي سگهجي.

انهن تي امريڪن ليڊيءَ چيو تہ خاص ڪري جڏهن انهن اپديشن جو ٻين ٻولين ۾ انواد ٿئي ٿو تہ پوريءَ ريت لهڪندڙ روحاني لفظن تہ ملڻ جي ڪارڻ، انهي اصلي اپديش ڪوڙو روپ اختيار ڪندا آن جو اندازو توهين لڳائي سگهو ٿا.

سڪورن فرمايو تہ ترجمو ڪٿي ڪوڙو بہ ٿو ٿئي تڏهن بہ ڪي تہ ڪي اصلي لفظا رهجي ٿي ويندا.

امريڪن ليڊيءَ تائيد ڪندي چيو تہ ڪڏهن انوادڪ کي پنهنجي ڀاشا ۾ پوري لفظا جي نہ ملڻ ڪارڻ پنهنجو لڳون لفظ گهڙڻو ٿو پوي ۽ نتيجو اهو ٿو ٿئي تہ اصلي سکيا جو روپ ئي بدلجيو وڃي.

حضور مهاراج جن چيو، "ها! اهو بلڪل سچاويڪ آهي. جي انوادڪ مهاتما جي اپديش جو پورو ارٿ کي نہ سمجهندو تہ هو پنهنجي وچارن انوسار ئي انهيءَ جو ارٿ لڳائيندو."

انهن تي پادريءَ چيو، "ڪارل مولکي هڪ جرمن ودوان ٻڌايو تہ ڪرائيسٽ جي مشهور وچن "سئيءَ جي ناڪي مان اُٺ جو لنگهڻ آسان آهي پر امير ماڻهوءَ جو مالڪ جي دربار ۾ پهچڻ مشڪل آهي" ۾ جيڪو اُٺ Camel جو لفظ آيو آهي

تنهنجو اصلي ارٿ آهي رسي يا تمام ٿلهو ڌاڳو.

حضور جن فرمايو ته ڪڏهن ڪڏهن هڪ لفظ جون ٻه معنائون به ٿينديون آهن. هتي ان لفظ Camel جي معنيٰ اٺ به ٿي سگهي ٿي. پر ان ڳالهه کان ته انڪار ڪري نٿو سگهجي ته نه چاهيندي به انوادڪ جي شخصيت ۽ ويچارن جي ڪجهه جهلڪ انواد ۾ ضرور اچي ٿي وڃي. بلڪ انواد ڪندي جڏهن هنکي انومان لڳائڻو پوي ٿو ته سنتن کي ڇا چوڻو هو، يا ڇا چيو هوندائون ته پوءِ ته پاڻ هنجي ويچارن ۽ شخصيت جو گهڻو ڪجهه اثر ان ۾ اچيو وڃي.

انهي پادريءَ سويڪار ڪيو ته برابر بائيبل ۾ ڪرائيسٽ جا اصلي اپديش ليدن ليدن ٽڪرن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن.

ستگورن فرمايو ته اهي ٽڙيل پکڙيل ٽڪرا ان ڳالهه کي ظاهر ٿا ڪن ته عيسيٰ جي اپديشن جون ڪڙيون ٽٽل آهن ۽ انهن ٽٽل ڪڙين کي ڪو انهوي سنت ئي جوڙي سگهي ٿو يا پڌائي سگهي ٿو. حضور جن مسٽر ۽ مسز پان ڏانهن نهاري فرمايو ته هنکي سنت مت جا پستڪ ڏيو. پوءِ پادريءَ کي چوڻ لڳا ته سنت مت ساهتيه جو جيترو گهرائيءَ سان اڀياس ڪندا اوترو ئي صاف ۽ سولائيءَ سان توهين بائيبل جي صحيح ارٿ کي سمجهي سگهندا. صرف اهو ماڻهو جنهنکي پرمارٿي ڳالهين جي پوري ڄاڻ هوندي اهو ئي بائيبل جو اصلي ارٿ سمجهي سگهندو ۽ انجو پورو قدر ڪندو.

اميرڪن ليڊي وچ ۾ چوڻ لڳي، "حضور بائيبل ۾ ڪرائيسٽ کي "Lamb of God" "خدا جو گهيٽو" (رب جو ننڍڙو ٻچو) چيو ويو آهي. اڄ تائين ڪوبه مولڪي انهن لفظن جو سنتوش جنڪ ارٿ سمجهائي ڪونه سگهيو آهي. توهين مولڪي انجو اصلي مطلب سمجهائي سگهندا؟"

حضور جن فرمايو، ”شايد اسانجو هي پادري مٿر ان
لاءِ پوري روشني وجهي سگهي.“
پادريءَ چيو ته ڪرائيسٽ کي ”خدا جو گهيٽو“ سڏيو
ويو آهي ڇاڪاڻ جو هو بلڪل نردوش ۽ بيگناهه هو ۽ دنيا
جي پاپن خاطر هن پنهنجي قرباني ڏني.

حضور جن فرمايو، ”بائيبل پڙهڻ مونکي ڪافي عرصو
ٿيو آهي ان ڪري پورا اهي لفظ نه شايد مونکي ياد نه
هجن پر مان سمجهان ٿو ته ڪرائيسٽ کي پاڻ ڏانهن ايندو
ڏسي، جان آهي لفظ چيا هئا. ”ڏسو، خدا جو گهيٽو اچي
رهيو آهي جو دنيا جي پاپن جو بوجهه کڻندو.“ ڪجهه ان
وانگر هن چيو. پارسي ۽ براهمڻ ڪال کان سنتن لاءِ اهڙا
لفظ ڪم آڻيندا رهيا آهن. اڄ تائين به اسين سنتن کي پکمس
وڇل ۽ پاپ هرڻ چوندا آهيون. پکمس جو مطلب پرهمي ۽
وڇل جو مطلب آهي ڳاءِ جو وڇڙو يعني پرماتما جو وڇڙو.
پاپ هرڻ جي معنيٰ آهي جيڪو اسانجا پاپ ناس ڪري.
پرماتما جو پنهنجي سنتن لاءِ پيار ۽ سنتن جو پنهنجن شيوڪن
لاءِ پيار، انهيءَ کي سمجهائڻ لاءِ ڳاءِ ۽ وڇڙي جو مثال ڏنو
ويو آهي. ڇاڪاڻ ته ڳاءِ وڇڙي کي لڳل سڀ ميل پنهنجي
زبان سان چٽي ڇڏيندي آهي. سو پکمس وڇل ۽ پاپ هرڻ
لهاسا پرڀو پريا لفظ آهن جن سان شيوڪ سنتن ۽ پرماتما
کي مخاطب ڪندا آهن.

منهنجو اهو خيال آهي ته جان ڊي اصل ”Calf“ معنيٰ
ڳاءِ جي وڇڙي جو استعمال ڪيو ۽ پوءِ جيڪي بائيبل جا
ترجما ٿيا آهن ۾ اهو لفظ مٽجي ”*Lamb*“ يا گهيٽو ٿي پيو.
شايد انهن ۾ هجي ته جيئن پارسي ۾ ڳاءِ لوڪ پرءِ آهي
اهڙي طرح ڪرائيسٽ جي ديس ۾ رڍون گهٽي انداز ۾ ۽

پادريءَ چيو تہ حضور! مان هڪ سوال پڇان؟ توهانجي راءِ ۾ عيسائي ڌرم ۾ تمورتي جو سدانت ڪهڙو آهي؟

حضور جن ورائيو، "اهو سدانت رڳو عيسائي ڌرم ۾ ڪونهي. بلڪ سڀني ڌرمن جو انهيءَ ۾ وشواس آهي. پتا، پتر ۽ شبد۔ اهي ٽيئي روحاني ترقيءَ لاءِ نهايت لازمي آهن ۽ انهن ٽنهي ۾ وشواس رکڻ بنا ڪو بہ جگياسو پنهنجي نج ڌام پهچي مالڪ جو درشن نٿو ڪري سگهي. گهرائيءَ سان ڏسبو تہ اهي ٽيئي، دراصل، هڪ ٿي آهن ۽ انهن ۾ ڪوبہ ڀيد ڪونهي. توهين بائيبل جي هنن لفظن تي ذري غور ڪريو، "سرشٽيءَ جي آد ۾ شبد هو شبد پرماتما سان هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. ...... سڀ ڪجهہ ان ٺاهيو. ...... جيون ۽ پرڪاش ان ۾ هو. ...... ۽ شبد ئي شرير ڌارڻ ڪيو ۽ اسان جي وچ ۾ رهيو ۽ اسان هن جو شان ڏٺو." ان ڪانپوءِ بائيبل ۾ لکيل آهي تہ هو آيو ۽ سنسار ۾ رهيو پر عام ماڻهن هن کي سڃاڻي ڪونہ سگهيا پر جن هن کي سڃاتو انهن کي هن پرماتما جي پٽ ٿيڻ جي شڪتي ڏني. مونکي خبر ڪانهي تہ مون اهو حوالو بلڪل صحيح نموني ۾ ڏنو يا تہ نہ مهنجي خيال ۾ انهن سڀني ۾ بائيبل جي اکرن جو سار ضرور اچي ويو هوندو.

پادريءَ حضور جن جي ڳالهہ جي تائيد ڪندي چيو تہ توهان بلڪل صحيح حوالو ڏنو آهي ۽ ان ۾ بائيبل جو ارٿ ۽ ڀاو ٻئي اچي وڃن ٿا.

حضور جن گنڀيرتا سان فرمائڻ لڳا، "هاڻي ڌيان سان ٻڌو. اسين سڀ پرماتما ۾ ۽ پتا جي چوڻ موجب Word (شبد) ۾ وشواس ڪريون ٿا. اهو شبد جيون ۽ پرڪاش جو مهاساگر آهي. سڀ جيو ان مان ئي پيدا ٿيا آهن. جيون،

پرڪاش ۽ پرم آنند جو مهاساگر اهو پرماتما آهي جو عيسائي مذهب جي ٻوليءَ ۾ ”پتا“ آهي. سنسار مان اُٿان الڪار ۽ پاپن کي دور ڪرڻ لاءِ ۽ منش کي الاهي پرڪاش ڏيڻ لاءِ ان شبد ديهه ڌارڻ ڪئي ۽ اسان سان گڏ رهيو. هنڪي انسان ٻڌي هن سنسار ۾ پرگهٽ ٿيڻو پيو جيئن اسين هنڪي سمجهي سگهون. پرماتما پنهنجي ڌام ۾ وڃي ويٺي انسان سان ڳالهه ٻولهه نٿو ڪري سگهي. هنجو اهو ٽيون ڀاڱو آهي. ديهه ڌاري شبد ٿي ”پتر“ هو يعني عيسيٰ مسيح هو. هو پنهنجي وقت جو گورو هو. ڪو نه ڪو عيسيٰ مسيح هن سنسار ۾ هر وقت موجود رهي ٿو. ڪوبه عيسيٰ مسيح سنسار ۾ نه هجي، ائين ٿي نٿو سگهي. پرماتما هميشه پنهنجن پيارن (پترن) کي هر سمي ۽ هر ديش ۾ موڪليندو رهي ٿو. هي سنسار اڃا ڪروڙين سال رهندو ۽ پرماتما ڪڏهن به پنهنجي جيون کي ٻلائي ڪونه ويندو. سنت سڪورو لڳاتار ايندا ٿي رهن ٿا يا لوهن انهن چئي سگهو ٿا نه اهو ”شبد“ هميشه ديهه روپ ۾ ان پرڪار ۽ ان سائي آديش سان پرگهٽ ٿيندو رهي ٿو جنهن لاءِ هن هڪ ڏهي عيسيٰ مسيح جو نالو ۽ سروپ ڌارڻ ڪيو هو.

حضور مهاراج جن ٿوري دير شانت رهي وري فرمائڻ لڳا، ته پرماتما (پتا) ۽ سنت (پتر) ڪالبوت ٻوليءَ جو ٽيون انگ Holy Ghost يعني شبد ٿا ڪٿون. هيءَ اها شڪتي آهي جا عيسيٰ مسيح الهن سڀني کي اکشي جيڪي عيسيٰ مسيح جي شرن ۾ آيا. ان شڪتيءَ جو نالو Word, Logos يا ”شبد“ آهي جو هر جيو کي چيتنتا ڏيئي رهيو آهي. سرشٽيءَ جي آد ۾ اهو شبد ئي اصلي جيون شڪتي هئي جا هر جيو جو سهارو اٿي. اها جيون شڪتي، اهو لوگاس،

ورڻ، شبد، نام ڌن، ناد يا انحد شبد (جيئن هندو شاسترن ۾ لکيل آهي) اهولي هولي گهوسٽ (شبد) آهي جنهن دوارا ڪرائسٽ پنهنجي شش کي دکشا ڏئي هئي.

سڀني پورن مهاتمائن، پوءِ چاهي هو ڪهڙي به ديش، ڌرم يا جاتيءَ جا هئا، هميشه پنهنجي شيوڪن کي الهيءَ ني شبد جي بخشش ڪئي هئي. ان ڪالسواءِ ٻيو ڪو مارگ ني ڪونهي. اهو "جيون ڌارا" سڌي سچکنڊ مان اچي لي جو چيتنتا ۽ پرڪاش جو مها ساگر آهي. اهو شبد ڌن انسان جي شرير ۾ ٻنهي اکين جي پويان هردم پيئي گونجي.

جڏهن پورو ستگورو پنهنجي شش کي ان شبد ڌن سان جوڙي ٿو يا بائيبل جي اکرن ۾ شبد دوارا دکشا ڏئي وجي ٿي (Baptize by the Holy Ghost) تڏهن هنکي پنهنجي لڄ گهر جي چاٻي ٻڌي ٿي ۽ هو پرماتما جو پتر ٿي پوي ٿو. انڪري بائيبل جي ترمورتي کي چاهي لوهين پتا، پتر ۽ پولر آتما چئو، چاهي پرماتما گورو ۽ شبد چئو. سنمت ۾ انهيءَ ترمورتيءَ کي هڪ مکيه استان آهي، ڪبير صاحب ۽ گورو نانڪ انکي گوبند، گورو ۽ نام ڪري سڏيو آهي.

پادري چوڻ لڳو. "حضور ڌنيواد! سچ پچ لوهانجي سمجهاڻي ڏاڍي الراتي ۽ پرڀاو شالي آهي."

پادريءَ پڇيو ته حضور! ڪرائيسٽ هندستان ۾ آيو هو ڇا؟

حضور جن فرمايو ته مهنجي خيال ۾ ته ان بابت ڪابه لکيل ثابتي ڪانهي پر ڏکڻ ڀارت جي ماڻهن جو وشواس آهي ته ڪرائيسٽ برابر آيو هو ۽ اچي ڀارت ۾ رهيو هو.

تنهن ڪالپوءِ پادريءَ ستگورن کان گورو نانڪ جي سکيائن بابت ڪيترائي سوال ڪيا ۽ اهو به پڇيو ته "گرنٿ صاحب"

جي معنيٰ ڇا آهي ؟

حضور جن ورائيو ته گرانٿ لفظ جي معنيٰ آهي پستڪ ۽ صاحب عزت ڀريو اکر آهي جو اسين کنهن ماڻهو، جاءِ يا وستوءَ سان لڳائيندا آهيون جنهنکي اسين اوچي نظر سان ڏسندا آهيون.

ان تي پيٽرس لاکرڊس پڇيو، ”حضور! بائيبل اکر جي معنيٰ ڪهڙي آهي ؟

پادريءَ ورائيو ته اهڙي معنيٰ آهي ڌرمي پستڪ.

حضور جن ٻڌايو ته بائيبل گريڪ لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي پستڪ ۽ ڌرمي پستڪ کي اهو نالو انگريزي ۾ ڏنو ويو آهي جو هي سڀني کان اُتم پستڪ آهي. اهڙي طرح گيتا لفظ جو ارٿ آهي گيت، قرآن جو ارٿ آهي پڙهڻ يا پڙهڻ جوڳو پستڪ، گاسپل جو ارٿ آهي شُڀ سماچار.

پادري چوڻ لڳو ته ها، بائيبل لفظ جو بنيادي ارٿ اهو ئي آهي.

پوءِ امريڪن ليڊي چوڻ لڳي ته حضور! توهانکي بائيبل جي اتري ته گهري ڄاڻ آهي جو منهنجي دل آهي ته توهان کان هڪ ٻيو سوال به پڇان. اهو سوال مون لاءِ هميشه هڪ اُلجهن بڻيو رهيو آهي. بائيبل ۾ لکيل آهي ته جڏهن جان، ڪرائيسٽ کي دڪشا ڏني، تڏهن پرماتما جي چيتنتا هڪ ڪبوتر (Dove) جي روپ ۾ هن مٿان لٿي. انجو مطلب ڇا آهي؟ ڪبوتر جو پرماتما سان ڪهڙو سمبنڌ آهي؟ اهو اشارو ڪبوتر پکيءَ ڏانهن ته ڪونهي جنکو اسين روزمره ڏسندا آهيون ؟

حضور جن ورائيو ته اهو سوال ته اسين پنهنجي ماهر دوست کان پڇون ته بهتر.

پادري چوڻ لڳو ته حضور! جيڪڏهن توهين اجازت
ڏيو ته سڀاڻي مان پنهنجو بائيبل ڪٺي اچان ۽ ان مان ڪجهه
تڪر توهانکي پڙهي ٻڌايان.
ان ڏينهن بائيبل جو باقاعدي اڀياس شروع ٿيو. ان
ڏينهن ڪجهه ٻيا به عيسائي سڄڻ اچي آيا هئا. حضور
مهاراج جن پنڻ ڏاڍيءَ موج ۾ هئا. سڀ حاضرين حضور جن
جي ڪيل وياکيا ٻڌي ڏاڍا خوش ٿي ويا.

امريڪن پادري مئٿيو جي ٽين اڌياءَ جي ٻارهين باب
کان پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ ڪرائيسٽ جي اچڻ جي
سوچنا ڏيندي، هان چئي ٿو، "سچ پچ مان توکي ٻاڦيءَ
سان ٻپتسما (دڪشا) ڏيان ٿو. پر جيڪو مون کان پوءِ ايندو
اهو مونکان وڌيڪ شڪتيشالي ٿيندو جنهنجي جتيءَ جي ڏاڪڻ
کولڻ جي به مان لائق ڪونه آهيان. هو توهانکي هولي گهوسٽ
(شبد) ۽ آڳ (پرڪاش) سان دڪشا ڏيندو......" ان ڪالهوءَ
ڪرائيسٽ جان کان دڪشا وٺڻ لاءِ ڪُلليءَ کان جارڊن اچي
ٿو پر جان انين چئي هڪي منع ڪئي، "مون توکان ٿي
دڪشا وٺڻ چاهي ٿي ۽ تون وري ڪيئن مون کان دڪشا
وٺڻ آيو آهين؟ ڪرائيسٽ انجو جواب ڏيندي چيو، "هاڻي
انين ٿي ٿيڻ ڏي چو جو نيم مطابق ائين ٿي ٺيڪ آهي."

ان جي نيڪا ڪندي پادريءَ چيو ته پاڻ سان دڪشا
هولي گهوسٽ وغيره لفظن جي اصلي معنيٰ جي باري
ڪهڙا مجيد آهن. ڪي پاڻ جو ارٿ لڳائين ٿا ڪعقد
ڪليش، جي دڪشا کان پوءِ شش کي ڏسڻا پون ٿا. پيار
جون ٿا ته الهيءَ جو مطلب آهي سزا يا ڊيامڊ. ڪر
رايو آهي ته الهيءَ جو اشارو انتقام يا بدلي ڏانهن آهي
مطلب ته ايڪ ارٿ لڳايا ويا آهن.

حضور جن فرمايو، "هي سچو ساب ڳوڙهي معنيٰ سان ڀريل آهي، الکي صرف اهو سمجهي سگهندو جنهنکي شبد مارگ جو ڀيد مليل هوندو. انهن گپت رازن کي کولڻ جي کنجي ستگورو شش کي نام جي بخشش ڪرڻ وقت ڏنيدو آهي. سنتن جو مارگ "هولسي گهوست" (شبد) ۽ الٽري آک سان دکشا ڏيڻ جو مارگ آهي. ان آک کي هندو شاسترن ۾ "جوتي" چيو ويو آهي. در اصل، ڪيترن هنڌ پرمالما کي جوتي سروپ ڀڳوان چيو ويو آهي. گورو گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا ته سچو رنگ اهو آهي جو ٻنهي اندر ان اکنڊ جوت جو درشن ڪري ٿو. سنت مت ۾ آک، روشني ۽ جوت جو مطلب ساڳيو ئي آهي. سچو گورو اهوئي آهي جو شش کي شبد جو ڀيد ڏيئي، هن جي آتما کي اندر ان انهد ڌن سان جوڙي، کيس انسي ٻهچائي ٿو جتي اها جوت ٻنهجي پوري پرڪاش سان جگمگائي رهي آهي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته اها جوت رات ڏينهن جلندي رهي ٿي پر صرف گورمک ئي ان کي ڄاڻي ٿو. پلٽو صاحب فرمائين ٿا ته اهو ديپڪ بنا تيل، بنا وٽ جي رات ڏينهن پيو ٻري پر الکي صرف اهوئي ڏسي سگهي ٿو جنهنکي پوري گورو ۽ نام دان بخشيو آهي :-

"تس مين جري چراغ بن روغن بن باتي،
جي رُت بارهن ماس رهي جلتا دن راتي.
ستگورو ملا جو هوئه تا هي کي نظر مين آوي،
بن ستگورو کوئي هوئه نهين واکو درساوي."

گورو گرنٿ صاحب ۾ پڻ ان "آک" جو ڪيترن ئي هنڌ ذکر ٿيل آهي.

” آسر جوڙي ڇڏي ٻيو قلف ٻسرڪ ڀراهن دئيتا حضور. “
(سارنگ محلا ٤-١١٩٨)

” گورو ساکي جوڙي ٻسرڪهت هوڙي. “
(ڌناسري محلا ١-٦٦٣)

” ڪر ڪرپا جڏ ستگورو ملئو، من مندر مهه ديپڪ جلئو. “
(گوڙي محلا ٥-٢٣٥)

” آئيا ڏيوا ٻالي ڪوئي ٿالڪ سو پارنگت هوئي. “
(رامڪلي محلا ١-٨٧٨)

پرسڊ ڪمت اپنشد ۾ لکيتا ٻر کي چوي ٿو، ”هي ٻرا ارکي الهيءِ جوت جي ٻند جو پتو آهي جا ونڪئسڪ ٻهچالبندي آهي، ڪرپا ڪري موڪلي الهيءِ جو ٻند ٻڌاءِ.“ (١:١٤). ٻر جواب ڏئي ٿو، ”موڪلي الهيءِ جوت جو ٻتو آهي. اها انهيءَ هردي روپي غفا جي اندر آهي.“ پوءِ ٻر لکيتا کي جوڙيءِ جي دڪشا ڏئي ٿو يا ڇتهي ڪٽي ۽ هتڪي آڪ جي دڪشا ڏئي ٿو.

نام يا شبد جون ٻه وصفون آهن. (١) ڏُن يا آواز (٢) پرڪاش. بائيبل ۾ هولي گهوسٽ ۽ ماٻر سان دڪشا ڏيڻ جو اهوئي اصلي ارٿ آهي. اسانجي شرير ۾ آتما چيتنتا يا لوج جي روپ ۾ رهي ٿي. سنت مت ۾ آتما کي سرت چوندا آهن جنهنجي معنيٰ آهي 'ڌيان' يا 'ڌوج'. اسانجي سرير ۾ اِي ٻه هڪ ٻئي چيتن ستا جو نواس آهي جا اسان کي زنده رکي ٿي. جنهنکي ”شبد“ ”نام“، ”هولي گهوسٽ“ يا پرماتما جي ڌارا چوندا آهن. اها اسانجي اندر ”ڌن“ جي روپ ۾ وڄي رهي آهي. مختلف مهاتمائن ان کي ”دويه ڌن، الاهي گيت، انهد ناد“ وغيره الڳ الڳ نالن سان سڏيو آهي. شبد يا ڌن اها سڏي ڏور آهي

جنهن جي سهاري آتما پنهنجي نج ڌام ۾ پهچي سگهي ٿي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو اڻڏٺي راهه جو ڪنهن گهاٽي جهنگل ۾ رستو ڀلجي ويندو آهي ته پوءِ هو ڇا ڪندو آهي؟ اونده اهڙي هجي جو پنهنجو هٿ به نه ڏسي سگهجي. اهڙي حالت ۾ هو ٿوري ساعت چپ چاپ بيهي رهندو آهي ۽ ڪن لائي ٻڌندو آهي ته ڪٿان ڪو آواز ته ڪونه ٿو اچي؛ جهڙوڪ ڪتي جو ڀونڪڻ يا ڪڪڙ جي ٻانگ يا ڪنهن مشين جي هلڻ جو آواز. اهڙو ڪو به آواز ٻڌي هو ان طرف ڪنهن بستيءَ جي هجڻ جو اندازو لڳائي ڌيري ڌيري ان طرف وک کڻندو آهي پر هن کي ٻيءَ مشڪلات جو به مقابلو ڪرڻو پوندو آهي. رستي ۾ کڏون، کوها، لاهيون، ڪانٽيدار جهاڙيون وغيره هونديون آهن. جي هن کي بتي يا ٽارچ هوندي ته انهن کان پاڻ کي بچائي هلي سگهندو. اهڙي طرح اندر جي روحاني راهه به آهي ڪٺن اڻانگي، اونداهي ۽ هيبتناڪ آهي. گورو شش کي شبد ۽ پرڪاش جي ذريعي انهيءَ اوکي گهاٽيءَ مان پار اڪاري ٿو.

پنڊت لاڪردت پڇيو، "مهاراج جي! Baptism يا دکشا آهي ڇا؟"

حضور جن وراڻيو، اهو هيبرو ڀاشا جو لفظ آهي جنهجو هنديءَ ۾ مطلب آهي تلڪ لڳائڻ. توهان کي خبر آهي ته هندو چندن يا سندور جو تلڪ لڳائيندا آهن. پراچين ڪال ۾ جڏهن گورو شش کي دکشا يا گور منتر ڏيندو هو ته تڏهن اکين جي مٿان ابروءَ جي وچ ۾ ڳاڙهي رنگ جو گول تلڪ ڏيندو هو. انهيءَ هنڌ کي "تيسرا تل" يا "شو نيتر" چئبو آهي. اڄ تائين به ڪئي گورو اها رسم ادا ڪندا

آهن. ڪرائيسٽ انهيءَ گورو دڪشا لاءِ بپتائيز اکر ڪم آندو آهي.

پادري ايڪدم چيو ته ها برابر، بپتائيز اکر جي معنيٰ آهي رڱڻ، يا نشان لڳائڻ.

تنهن تي حضور جن فرمائڻ لڳا ته هندن جي ڪاهه ڌارمڪ ڪريا اشنان ڪالهوءَ تي شروع ٿيندي آهي ان لاءِ ته سنتي دور ٿي وڃي. ڌيري ڌيري انهيءَ اشنان کي ڌارمڪ مهتو ڏنو ويو ۽ پوءِ جڏهن آهي رهيون ۽ رسمون بين ملڪن ۾ پرچلت ٿيون جتي پاڻيءَ جي اڻاڻ هئي ته انهن اشنان جي بدران صرف مٽي يا منهن تي پاڻي ڇنڪارڻ جي رسم شروع ڪئي.

امريڪن ليڊيءَ پڇيو، ”ڪرائيسٽ اُنهن جاردن جي شهر گئليليءَ مان هلي ڏکڻ جاردن ۾ جان کي گڏجڻ ۽ انکان دڪشا وٺڻ لاءِ ڇو ويو؟ ڇا جان سچ پچ ڪرائيسٽ کان وڏي ڪمائيءَ وارو هو؟ مان انهيءَ سبنڌ ۾ جان جي روحاني حيثيت ڄاڻڻ چاهيان ٿي.“

حضور جن وراڻيو، ”انهيءَ جو جواب ڪرائيسٽ خود انهيءَ وقت ڏنو آهي جڏهن جان هنکي دڪشا ڏيڻ کان انڪار ڪيو. هو جان کي چوي ٿو ته ڪريا ڪري اُنهن تي اُمڻ ڏيو ڇاڪاڻ ته اها ڌارمڪ مريادا جي تقاضا آهي. اهو هڪ پراچين ڌارمڪ نيم آهي بلڪ اهو پرماتما جو نيم آهي ته گوروءَ سان گڏ ڪاهي. اهو ايشوري نيم آهي ته ڪو به پرماتما جي ڌام ۾ تيستائين پهچي سگهي جيستائين هن ڪنهن سچي گوروءَ کان دڪشا نه ورتي آهي. انهيءَ سڌانت جي پٺتي دنيا جي سڀني ڌرمن ڪئي آهي. ڪبير جاتي جم کان سند هو پر هنکي راماننڊ سواميءَ کي پنهنجو گورو

ڪرڻو پيو. انهن ڪري ٻڌا هندو اُپديش ڪير بہ ٻڌڻ لاءِ تيار
ٿي نہ ٿئي ها.

هندستان ۽ پرشيا ۾ ڪنهن کي نِگرو يا بي پير سڏڻ، هن جي تمام بي عزتي سمجهي ويندي آهي. هندو شاستر اهڙن مثالن سان ڀريا پيا آهن جن ۾ نِگري کي سرڳ ۾ گهڙڻ کان روڪيو ويو آهي. اهڙن مثالن مان سکديو منيءَ جي وارتا پرسد آهي. سکديو مني، ويد وياس رشيءَ جو پٽ هو جنهن ويد ۽ پُراڻ سنگرهہ ڪيا هئا. سکديو مني جنم کان ئي گياني ۽ سورهن ڪلا سمپورڻ هو. هڪ دفعي هن وشنو پوري يعني وئڪنٺ ڏسڻ جو ارادو ڪيو پر جڏهن هو وشنوپوريءَ جي دروازي تي پهتو تہ دوارپالن کيس اندر وڃڻ کان روڪيو. هن کي ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ پنهنجي پتا ويد وياس کي ان اپمان جي شڪايت ڪيائين. پٽس چيو تہ توسان جيڪو وهنوار ڪيو ويو آهي سو بلڪل ٺيڪ آهي ڇاڪاڻ تہ نِگري جيو لاءِ وئڪنٺ جا دروازا ڪڏهن بہ نٿا کلن پوءِ کڻي هو ڪيڏو بہ ڀڳت ۽ گياني هجي.

گرنٿ صاحب ۾ آيل آهي. "نِگري ڪا هئي درس بُرا." ڪبير صاحب فرمايو آهي:-

"ڪبير نگرا انا ملي پاپي ملئي هزار،
اڪ نگري کي سيس پر لک پاپن ڪو ڀار."

الي پنڊت ناڪردت پڇيو تہ گوروءَ ڪرڻ ايڏو ضروري ڇو آهي؟

حضور جن وراڻيو تہ پرماتما ئي اهڙو قانون ٺاهيو آهي ۽ هن جي وِڌان تي ڪير بہ اعتراض نٿو وٺي سگهي. هڪ بادشاهہ سان ڪير ٿو ملي سگهي ۽ ڪهڙيءَ ريت ٿو ملي سگهي، ان لاءِ خود بادشاهہ پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪهڙا

لو. هن سنسار ۾ سنت هميشه
ــ ليہ مقرر ڪري سگهي لو. هن سنسار هلي لٿو سگهي.
وجود هوندا آهن. الهن بنا هي سنسار هلي لٿو سگهي
جڏهن هڪڙو سنت چولو ڇڏي ٿو ته هو ٻيهڄو ڪم اڻي
سنت کي سونپي وڃي لو. انهن ٻنهي ۾ ڪوا فرق ڪوہ
هولدو آهي. سيمت جان ٻيهڄي وقت جو لمام وڏو سنت
هو. لوهين بائيبل ۾ پڙهندا آهيو ته جيرو سلم، جوبٽا ۽
جاردن جي آسپاس رهندڙ سب ماڻهو هنجي شرڻ ۾ آيا ۽ هنن
ٻهنجا پاپ سويڪار ڪري ڪالٽس دکشا ورلي. جان ڏلو
۽ مولکي هي چولو جلد لي ڇڏ ڻو آهي. وڃڻ کانپوء ٻيهڄي
ڪار ـ هو سلساو جاري رکڻ لاء هن ڪرائيسٽ کي دکشا
ڏلي. گرو نانڪ صاحب فرمالين ٿا ته هرجڳ ۾ اسانهي
رهبري ۽ رهنمائي ڪرڻ لاء سنتن جي هڪ ٻيڙهيء کان
پوء ٻي ٻيڙهي ايندي رهي لي. سنسار ۾ سنتن جي اچڻ
جو سلساو دائما قائم رهي لو.
امريڪن ليديء پڇيو، "حضور! بائيبل ۾ لکيل آهي
۽ جڏهن ڪرائيسٽ کي دکشا ملي ۽ ايشوري آلما هنهي
سر مٿان ڪبولر والنگر لٿي. الهيء جو ارٿ ڇا آهي؟"
سنڪورن وراڻيو ته بائيبل هتي پير آهي. ڏسون ٿا اعلي
اکر ڪهڙا آهن.
پادريء بائيبل مان هي سٽون پڙهيون:
"جڏهن ڪرائيسٽ کي دکشا ملي لـ هو هڪدم سدو
پاڻيء مان مٿي ويو. ڏسوا ڪيئن ته بهشت جا دروازا هن
لاء کليا ۽ هن ايشوري آلما کي پاڻ ڏانهن ڪبوتر والنگر
لهندو ڏٺو."
مهاراج جن فرمايو، "هن وچن جو هڪ هڪ لفظ آلمڪ
راز سان ڀريل آهي ۽ هنهنکي دکشا ته ملي آهي سو الهيء

انهيءَ جي ارٿ کي پوري طرح سمجھي ڪين سگھندو.

پوءِ پادريءَ کان پڇيائون، ”توهين ٻڌايو ته پاڻيءَ مان نڪري سڌو مٿي وڃڻ جو مطلب ڇا آهي؟“

پادريءَ پنهنجو رايو ڏيندي چيو، ”شايد ڪرائيسٽ پهريان ڪنهن نديءَ ۾ هيٺ ويو هوندو جتان پوءِ هو سڌو مٿي ويو هوندو.“

ستگورن مشڪي چيو، ”پر اهو ته ڪنهن هنڌ لکيل ڪونهي ته دکشا واسطي ڪو هو هيٺ نديءَ ۾ لٿو.“

امريڪن ليڊيءَ چيو ته اهو برابر ڪٿي لکيل ڪونهي.

حضور جن وري پڇيو، ”ڀلا اهو ڪٿي لکيل آهي ته دکشا واسطي پاڻيءَ ۾ هيٺ وڃڻ ضروري آهي.“

پادريءَ جواب ڏنو ته نه.

تنهن تي ستگورن فرمايو، ”هاڻي ڏيان ڏيئي ٻڌو. هن وچن جي هرهڪ لفظ جو اشارو انهيءَ اندرئين ايبو ڏانهن آهي جيڪو ڪرائيسٽ کي دکشا وقت پرابت ٿيو. نامردان ڏيڻ مهل ستگورو پنهنجي شش کي اندرئين روحاني مارگ جو پورو پورو ڀيد ڏيندو آهي. خدا جي بادشاهت اسانجي اندر آهي ۽ گورو اسانجي اندر مالڪ جي محل جو رستو تو ڏيکاري. اسانجو شرير برهماند جو ماڊل آهي. مسلمان فقير انهيءَ کي عالمي صغير چوندا آهن. گورو اسانکي پنهنجي اندر پرويش ڪرڻ جو ڀيد ڏئي ٿو ۽ اهو دروازو ڏيکاري ٿو جنهن بابت ڪرائيسٽ لکيو آهي ته ”کڙڪايو ته کلندو.“ هن اهو ٻڌايو آهي ته دروازو ڪيئن کڙڪائجي ۽ جڏهن دروازو کلندو ته ڪهڙا نظارا ڏسڻ ۾ ايندا ۽ اندر گهڙڻ سمن ڇا بهشت آهن. سڀ ڪجھ اندر آهي ۽ ”ايشوري آتما“ جو ايبو ۾ اسانکي اندر ئي ٿيندو پلڪ جن کي پوري

جو اشارو آهي سمنڊ جي طرف ۽ برسات ۽ جهرڻي جو آواز جو هنڪي ڀيرن ڀيرن پنهنجي اندر چڙهائي ڪندي ٻڌڻ ۾ آيو. رواجي طرح اپياسين کي اهڙا آواز ٻڌڻ ۾ سال لڳي ويندا آهن. جنڪي شبد يوڳ جي گهراين جي ڄاڻ آهي تن کي اهي وچن سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي سگهن ٿا. اڇو ڪبوتر شانتيءَ جي نشاني آهي ۽ الهيءَ جو اشارو ان ايشوري ديا ڏانهن آهي جا بي اختيار ۽ شانتيءَ سان ڪرائيسٽ جي اندر شبد جي روپ ۾ آئي. ڪڏهن ڪڏهن مهاتما پنهنجي اپديشن ۾ اهڙا اکر ڪم آڻيندا آهن جن جي اصلي معنيٰ صرف پرمارٿي جگياسو سمجهي سگهندا آهن ۽ رواجي ماڻهو انهن جو ڪڏهن صحيح ارٿ لڳائي نه سگهندا آهن. دڪشا وقت شش کي تاڪيد ڪئي ويندي آهي ته ان بابت يا اندرين انڀو جو ڪنهن سان ذڪر نه ڪري.

آمريڪن ليڊيءَ پڇيو ته روحاني منڊلن جا دوار ڪرائيسٽ لاءِ ڪيئن کليا؟

ستگورن وراڻيو، ”سڀ روحاني منڊل توهانجي اندر اکين جي پويان آهن. جڏهن آتما سچي گوروءَ کان نام وٺي اگيان جي پردي کي هٽائي اندر وڃي ٿي ته ڀرئين منڊل يعني ترڪيا پد ۾ پهچي ٿي. سچو گورو هر قدم تي اندر پنهنجي شش سان انگ سنگ رهي رهنمائي ڪري ٿو. اندر ڀيرن توهانکي تارا ڏسڻ ۾ ايندا ان کانپوءِ سج، چنڊ ۽ ٻين ڪيترن قسمن جون روشنيون ڏسڻ ۾ اينديون. انجو مطلب آهي روحاني منڊلن جا دروازا کُلڻ.

آمريڪن ليڊي وري پڇيو ته ڪرائيسٽ جي هنن وچن جو ڪهڙو مطلب آهي، جيستائين منش ٻيو جنم نٿو وٺي تيستائين هو خدا جي بادشاهت نٿو ڏسي سگهي؟“

حضور جن وراڻيو ته انهن وچن جو بہ ڳوڙهو آتمڪ ارٿ آهي. دڪشا (بپتسما) ٻيو جنم آهي. پراچين ڪال کان وٺي هندن جا صرف ٣ ورڻ براهمڻ، کتري ۽ ويش ئي دڪشا وٺڻ جا اڌڪاري سمجهيا ويندا هئا ۽ انهن ٽنهي ورڻن جي ماڻهن کي 'دوِ جنما' يا ٻيهري جنم ورتل سڏيو ويندو هو. شش پنهنجي مائٽ پتا جي گهر کي ڇڏي شڪشا ۽ دڪشا پراپت ڪرڻ لاءِ گوروءَ جي آشرم ۾ داخل ٿيندو هو ۽ جتي هو ڪيترائي سال گذاريندو هو. اهيءَ دڪشا وٺڻ کي هن جو ٻيو جنم چئبو هو. اهڙي طرح مٺش جو پهريون جنم آهي شريرڪ جيون جي شروعات ۽ ٻيو جنم آهي آتمڪ جيون جي شروعات. گوروءَ جي روحاني پراوار ۾ شش ڀائن سمان ليکيا وڃن ٿا. جيستائين مٺش ستگوروءَ جي شرن ۾ وڃي هڪ روحاني مارگ جو ڀيد يا نام دان نٿو حاصل ڪري تيستائين هو خدا جي بادشاهت ۾ ڪيئن پير پائي سگهندو؟

امريڪن ليڊي ٿوري دير خاموش رهي چيو ته ڪرائيسٽ به چيو آهي، "جيڪو اعتقاد رکندو ۽ دڪشا وٺندو انجي رکشا ٿيندي."

حضور جن فرمائڻ لڳا ته سوامي جي مهاراج جن ٻڻ جنم مرڻ کان ڇوٽڪاري پائڻ جو اهو ئي شرط لڳايو آهي. "پرليہ گورو ڪي ڪرنا، مارگ شبد گورو سي لينا" ستگوروءَ ۾ پورڻ وشواس ۽ هن جي چرڻن ۾ گهرو پيار رکي، ڪالڦس نام جو ڀيد وٺي، ان جي ڪمائي ڪرڻ ئي ڇوٽڪاري جو اپاءُ آهي. سچو ستگورو ۽ سچو مارگ اهي ٻئي ڳال ۽ مايا جي چنبي مان ڇٽڻ لاءِ بلڪل ضروري آهن.

هڪ شاگرد پڇيو ته حضور! اسين سچي گوروءَ ڪيئن سڃاڻي سگهون ۽ اها ڪيئن خبر پوي ته هو جيڪا

| نالو | استان | چڪرن جو سوامي | ڪارج |
| --- | --- | --- | --- |
| ٦- آگيا چڪر | آگين جو مرڪز<br>٢ پنکڙيون | آتما ۽ من | شرير کي چيتن رکڻ |
| ٥- وشودي يا ڪنٺ چڪر | ڪنٺ<br>گهرو نيلو<br>١٢ پنکڙيون | شڪتي | الپ ماترا ۾ پرماڻ ڪندڙ ڌارا |
| ٤- اناهت يا هردي چڪر | هردي<br>١٢ پنکڙيون نيلو | شو | استول شرير جي رکشا ۽ ناس |
| ٣- مڻي پورڪ يا نابي چڪر | نابي<br>گهرو<br>٨ پنکڙيون ڳاڙهو | وشنو | استول شرير جو پالڻ پوشڻ |
| ٢- سوادشتان | اندري<br>هلڪو<br>٦ پنکڙيون ڳاڙهو | برهما | استول شرير جي رچنا ڪرڻ |
| ١- مول آڌار | گديا<br>هلڪو<br>٤ پنکڙيون ڳاڙهو | گڻيش | شرير مان غلاظت ڪڍڻ |

”پنڊ جا شرير ۾ ڇهه چڪر آهن ۽ انهن کي يوگ شاسترن ۾ ڪٿ چڪر چيو آهي. ڪٿ معنيٰ ڇهه ۽ چڪر معنيٰ مرڪز، ڦيٿا يا ڪنول. لڳ ڀڳ پورنين نقشي ۾ انهن ڇهن چڪرن جو استان ۽ ڪارج صاف ڪري ڏيکاريل آهي. انهن چڪرن جي شروعات هيٺان کان مٿي ڏيندي آهي. ان کري ”مول آڌار“ پهريون چڪر آهي ۽ سوادشٺان ٻيو چڪر آهي ۽ اهڙي ريت ٻيا مٿيان چڪر.“

”هن ٻئي نقشي مان توهين ڏسندا ته شرير ۾ ڪٿ چڪرن جا ۲ جوڙا ڏيکاريل آهن. ساڌڪ پراڻن جي سهاري هن نون دوارن واري شرير ۾ سڀ کان هيٺين چڪر مول آڌار جي ذريعي اندر پرويش ڪري سگهي ٿو ۽ پراڻ هن کي صرف سڀ کان مٿين چوٿين آگيا چڪر تائين پهچائي سگهن ٿا، البت مٿي بلڪل نه چاڙهڻ نه پراڻ اتي پهچي چدآڪاش (پنڊ جي اندر وارو آڪاش) ۾ سمائجي وڃن ٿا.“

پادري پڇڻ لڳو، ”پراڻ ڇا آهن؟“

حضور جن فرمايو ته معاف ڪجو مون توهان کي ”پراڻ“ لفظ جو ارٿ نه ڪري سمجهايو. هندستان جي هر ڪنهن ٻار کي خبر آهي ته پراڻ ڇا آهن پر هڪ ودیشيءَ کي ان بابت سمجهائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. انهن نه پراڻ جو ارٿ آهي ”ساهه“ پر حقيقت ۾ پراڻ اها جيون شڪتي يا طاقت آهي جا پنجن پرڪارن جي وايوءَ جي روپ ۾ اسان جي شرير جي ساري مشين کي هلائي ٿي. اهي پنج پراڻ هن ريت آهن- (۱) پران (۲) اپان (۳) سمان (۴) ويان (۵) اڌان. انهن پراڻن جو جيڪو ڪارج آهي ان حساب سان مان انهن جو ورڻن ٿو ڪريان. مثال طور اهي پراڻ ئي آهن جي آنڊن مان ميل کي ٻاهر نيڪال ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا. ان پراڻ کي اپان

چٽبو آهي يعني اها هوا جا هيٺان نڪرندي آهي. سمان پراڻن جو ڪم آهي نابيءَ چڪر کان ساري شرير ۾ هڪ سريکي غذا پهچائڻ. سمان جو ارٿ آهي برابر. ويان نالي پراڻ ساري شرير جي ناڙين ۾ خون جو دورو جاري رکن ٿا. اُدان پراڻ موت جي سمي آتما کي هڪ ديهه مان ٻيءَ ديهه ۾ کڻي وڃن ٿا. پراڻ مک ۾، ليٽرن ۾ ۽ نڪ ۾ ڪم ڪن ٿا. جڏهن ڪنهن جو مرليو ٿيندو آهي ته اسين چوندا آهيون ته هن جا پران نڪري ويا آهن. در اصل پراڻ اها مول شڪتي آهي جنهن مان ٻيون سڀ شڪتيون اُپجن ٿيون ٿيون. يوگين پراڻايام جي سادنا دوارا پراڻن کي قابوءَ ۾ رکي من لي وڃڻ پائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اُهي روحاني منڊلن ۾ ان اوچائيءَ تائين رسائي ڪري سگهيا جيستائين پراڻ انهن کي پهچائي سگهيا. سڀ پراڻ ۽ وايو چد آڪاش ۾ لين ٿي وڃن ٿا (جو ٿي انهن جي اُپتيءَ جو استان آهي) ۽ اُهي پراڻايام جي سادڪ کي ان کان مٿي نٿا وٺي وڃي سگهن. اهو رستو بلڪل لمبو ۽ ڪٺن آهي.

سنت پنهنجي سادنا آگيا چڪر کان شروع ڪن ٿا جتي آتما ۽ من جي ايڪتا آهي ۽ اتان ئي مٿين منڊلن ڏانهن چڙهائي شروع ڪن ٿا. ويد ۽ ٻيا شاستر صرف "برهم" يعني اٺين چڪر تائين ورڻن ڪن ٿا جو سنت مت جي ٻين منزل آهي ان کان مٿي صرف سنت ئي وڃن ٿا. ست لوڪ ڪالسواءِ ٻيا سڀ لوڪ پرلئه ۽ مها پرلئه ۾ ناس ٿي وڃن ٿا صرف ٻارهون چڪر ست ديش ئي ابناسي آهي.

تنهڪري هن ڳالهه کي سمجهڻ ۾ ڪا خاص ڏکيائي نه هئڻ کپي ته منش کي اهڙو گورو ڳولڻ کپي جو کيس پرلئه مها پرلئه کان مٿي ان ابناسي ۽ لافاني ڌام تائين پهچائي سگهي.

سرت شبد ٻوڪ ارثاس نام جو اپياس ٿي اهو واحد مارڪ آهي جو اسانکي سچ لوڪ ٿائين پهچائي سگهي ٿو ۽ صرف سچو ستگورو ئي اسانکي ان سچي نام جي دکشا ڏئي سگهي ٿو. سچو نام يا شبد نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو ۽ ٻولڻ ۾ اچي سگهي ٿو. اهو سچو نام سنسار جي ڪنهن به ڀاشا جو لفظ ڪونهي. اهو هن اکين سان نه ڏسي سگهجي ٿو نه هن ڪنن دواران ٻڌي سگهجي ٿو. گورو نانڪ صاحب جن ٺيڪ ائين فرمايو آهي:- "اهو ٻنا اکين جي ڏسي سگهجي ٿو ۽ ٻنا ڪنن جي ٻڌي سگهجي ٿو. ان کي ڏسڻ لاءِ پنهنجون اکيون ۽ انکي ٻڌڻ لاءِ پنهنجا ڪن بند ڪريو."

جيئن ئي حضور مهاراج جن ٿورو شانت رهيا نه هڪ مسلمان سڄڻ چيو نه حضور! ٻاقي هڪڙو سوال آهي. ڪجهه مسلمان درويشن جو چوڻ آهي نه هيءُ دنيا چالهن يا پنجاهه سالن بعد ختم ٿيڻ واري آهي. توهان به اها ڳالهه مڃو ٿا؟

حضور جن پڇڻ لڳا، "اها اڳڪٿي ڪهڙي آڌار تي ڪئي وئي آهي؟"

مسلمان سڄڻ جواب ڏنو، "مونکي اها خبر ڪانهي پر شايد اهو پيغمبر صاحب جو وچن هوندو."

حضور جن فرمايو، "نه، اهو وچن پيغمبر صاحب جو ٿي نٿو سگهي."

مسلمان سڄڻ چوڻ لڳو، "حضور! ان انواه ماڻهن کي ڏاڍي فڪر ۾ وجهي ڇڏيو آهي، توهانجو ان باري ۾ ڪهڙو رايو آهي؟"

هڪ مسلمان عورت ڏاڍي سادي نوع ۾ چوڻ لڳي، "توهانجو رايو اسانکي وڌو ڏڍو ڏيندو."

حضور جن مسڪي فرمائڻ لڳا، "ڇا! لوڪن کي مڪر
ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. هيءَ دنيا ائين ئي ڪروڙين
سالن کان هن حد تائين واري ڪانهي."

اهو ٻڌي جڏهن ته سڀئي مسلمان پارٽيءَ جي من ۾ ان وڏو
سوچ هيٺ ويا.

وري هڪ مسلمان سڄڻ پڇڻ لڳو، "حضور! اهو توهين
هندن جي اهو جي آڌار تي ٿا چئو؟"

حضور جن وراڻيو، "اهين ڪولهي. ڪجهه هندو شاسترن
ان وشيه تي ڪافي روشني وڌي آهي."

پنڊت ناگرداس چوڻ لڳو، "حضور! جيڪڏهن توهين
اجازت ڏيو ته مان سنسار جي ساڃي ٻڌل عرصي جا انگ
اکر پيش ڪريان؛ اهو ته ٻڌائي سگهان ٿو ته اهو حساب
ڪيئن لڳايو اٿم."

حضور جن فرمايو، "ڏاڍو سٺو، پر هنن سڄڻن کان پڇو
ته هنن جي انهيءَ حساب ٻڌڻ ۾ دلچسپي آهي؟"

مسلمان سڄڻ چوڻ لڳا ته حضور! اها ته ڏاڍي سٺي
ڳالهه ليندي.

تنهن تي پنڊت ناگرداس چوڻ لڳو ته شين ملين وقت
کي هيٺين چئن حصن ۾ ورهايو آهي.

(١) ستجگ جنهنجو معياد ١٧،٢٦،٠٠٠ سال آهي.
حضور جن ڪيس درست ڪندي فرمايو ته ستجگ ١٧٢٨٠٠٠
سالن جو ليندو آهي.

پنڊت ناگرداس چوڻ لڳو، معاف ڪجو برابر صحيح
انگ ١٧٢٨٠٠٠ آهي.

(٢) ستجگ کانپوءِ ٽريتا يگ جنهنجو معياد ١٢،٩٦،٠٠٠
سال ليندو آهي.

(۳) دواپر جگ جو معياد ۸٦۴۰۰۰ سالن جو ٿيندو آهي ·
(۴) ان کانپوءِ ڪاريگ جنهن جو معياد ۴۳۲۰۰۰ سال ٿيندو آهي · انهن چئني جگن کي ملائي مها جگ ٺهندو آهي جو ڪل ۴۳٫۲۰۰۰۰ سالن جو ٿيندو آهي ·

اهڙن هڪ هزار مها جگن جو هڪ ڪلپ ٿيندو آهي جنهن ۾ ۴۳۲۰۰۰۰۰۰۰ سال ٿيندا آهن · ايڏي وڏي عمر آهي هن سنسار جي · جڏهن مها پارس جي ٻڌ لڳي هئي ٿيڏهن ان مان ۴۵٦۰۷ مها يگ گذري چڪا هئا · اها ٻڌ ۵۰۳۵ سال اڳ لڳي هئي · ان حساب سان هن سنسار جي هيٺئر عمر ۱۹۷۳۸۱۳۰۳۵ سال آهي ۽ اڃا به ۲۳۴٦۱۸٦۹٦۵ سال رهندو ·

ان تي اميرڪن پادريءَ چيو، ”مغربي ملڪن جي ڪن سائنسدانن جي کوج مان به اهو ظاهر ٿيو آهي ته هن دنيا کي ختم ٿيڻ ۾ اڃا لڳ ڀڳ ۲ ارب سال باقي آهن·“
پنڊت لاکرام چيو، ”ڪو اهڙو به وقت هو جو مغربي لوڪ اسانجي انهن جگن جي حساب تي کلندا هئا·“

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”ڪيترا ته هيڏهن به شايد کلندا·“
ان وقت ڪيترائي گورکا سنسڪي حضور جن جي درشن لاءِ آيا · هي ڊلهائوسيءَ کان قريب ڏهه ميل دور بڪلوهه ڇانوڻيءَ ۾ فوجي آفيسر هئا · انهن حضور جن جي چرڻن ۾ جهڪي نمسڪار ڪيو· انهن مان هڪ سنسڪي حضور جن جا چرڻ ڇهڻ آلس سان پنهنجي چڏيا ۽ پوءِ حضوري چرڻن کي چڏي ٿي ـ ـ ايئي · جيڪي پوربينس آيل هئا انهن مان هڪ چٽي چيو ته انهن چرڻن ۾ ڪرڻ ته اساليسن جي شان مان ايمان ڪرڻو آهي ·
[illegible] رمائڻ لڳا، ”مان پيرن ڇهڻ جي ان عادت

کي بلڪل پسند ڪونہ ڪندو آهيان ۽ مون هنن ماڻهن کي
اهڙين ڳالهين لاءِ منع ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪئي آهي،
ان هوندي بہ هي مڃين نہ ٿا."

تنهن تي امريڪن ليڊيءَ پادريءَ جي هٿن مان آهستگيءَ
سان بائيبل ورتو ۽ ان مان هيٺيون ٽڪر پڙهيو.

"ڏسو، هن شهر جي هڪ استري، جا ڏاڍي گنهگار
هئي، جڏهن هن کي اها خبر پيئي تہ ڪرائيسٽ فريسيءَ جي
گهر ۾ ڀوڄن ڪرڻ لاءِ ويو آهي تہ هوءَ هڪ نهايت شاندار
دٻي ۾ ملم کڻي آئي ۽ هن جي چرنن ۾ ويهي ايتري قدر
روئڻ لڳي جو پنهنجي آنسن سان ڪرائيسٽ جا چرن ڌوئي
ڇڏيائين ۽ پنهنجي سر جي وارن سان انهن کي اگهيائين،
پوءِ انهن چرنن کي چميائين ۽ انهن کي ملم لاتائين."

جڏهن فريسيءَ اهو ڏٺو تہ دل ۾ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن
هي منش پيغمبر هجي ها تہ هن کي سڌ پوي ها تہ جيڪا
استري هن جي چرنن کي ڇهي رهي آهي اهو آچرڻ ڪهڙو
آهي ڇاڪاڻ تہ هوءَ وڏي پاپڻ آهي.

تنهن تي ڪرائيسٽ سائمن کي چيو، "هڪ شاهوڪار
هو. هن جا ٻہ قرضدار هئا، هڪ کي هو پنج سو پيسا لهڻدو
هو ۽ ٻئي کي پنجاهہ. انهي قرضدارن کي پنهنجو قرض
چڪائڻ لاءِ ڪوڏي بہ ڪونہ هئي. شاهوڪار ادارتا ڏيکاري
ٻنهي جو قرض معاف ڪري ڇڏيو. ٻڌاءِ تہ انهن ٻنهي مان
شاهوڪار کي ڪير وڌيڪ پيار ڪندو؟ سائمن جواب ڏنو
تہ اهو جنهن کي هن وڌيڪ رقم معاف ڪئي. تڏهن ڪرائيسٽ
ان استريءَ جي طرف نهاريندي سائمن کي چيو، "تون
هن استريءَ کي ڏسين ٿو؟ مان تنهنجي گهر آيس. پيرن
ڌوئڻ لاءِ تو مون کي پاڻي بہ ڪونہ ڏنو پر هن استريءَ منهنجا

پير مهنجن ڳوڙهن سان ڌوتا ۽ مهنجي سر جي وارن سان اُگهي کي اُگهيو. تو مونکي ڪونه چميو پر جڏهن وقت کان هن گهر ۾ آيو آهيان، هيءَ استري لڳاتار مهنجي پيرن کي چمندي رهي آهي. تو مهنجي مٿي تي تيل ڪونه لڳايو پر هن مهنجي پيرن تي عطر لڳايو. تنهنڪري مان توکي ٻڌايان ٿو ته هن جا پاپ زياده هوندي به معاف ڪيا ويا آهن ڇاڪاڻ ته هن ۾ انتهائي گهڻو پريم آهي. پر جنهن ٿورو پريم گهٽ ڪيو، ان کي معافي به گهٽ ملي.“ ان استريءَ طرف منهن ورائي ڪرائيسٽ چيو، ”تنهنجا پاپ بخشيا ويا آهن ۽ تنهنجي شردا ۽ وشواس توکي بچائي ڇڏيو. تون شانتيءَ سان وڃ.“
(ليوڪ ٧: ٣٧-٥٠)

اهو ٻڌي مسٽر ويرپان چيو ته بائيبل ۾ اهو جيڪي لکيل آهي، اهڙو ڪو به دوشه ته ڏيري ۾ روز مره ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

پروفيسر جڳموهنلعل چيو، ”ڪرائيسٽ هميشه اهڙي قسم جا چرتر ڪندو هو ۽ دنيا جا سڀ ڪرائيسٽ ائين ئي ڪندا آهن. جيڪڏهن حضور جن مونکي منع نه ڪن ته ان باري ۾ مان توهانکي هڪ ڏاڍي سٺي وارتا ٻڌائي سگهان ٿو.“

امرتڪن لبدي چوڻ لڳي، ”مهرباني ڪري ضرور ٻڌايو. اسين حضور جن کي وينتي ٿا ڪريون ته هو توهانکي منع نه ڪن.“

ان تي حضور جن اُلي اندر ڀاڳي ڀيٽڻ لاءِ ويا ۽ پروفيسر صاحب هيٺين وارتا ٻڌائڻ لڳو.

هڪ دفعي حضور مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ لاءِ امرتسر ويا. هرمهني جي سنڪرانت ڏينهن امرتسر ۾ ئي ستسنگ

ڪندا هئا. حضور جن پنهنجي ڪار ۾ ستسنگ گهر، جو
مجيٺا روڊ تي آهي، ڏانهن وڃي رهيا هئا. رستي تي
ڏاڍي پيهه هئي. ماڻهو، موٽرون، ٽانگا، سائيڪلون ۽
رڪشائون ۾ ستسنگ ڏانهن وڃي رهيا هئا. ڪيترا ته پيدل
به پئي ويا. حضور جن ستسنگ گهر کان اڃا به ڦرلانگ کن
دور هئا ته رستي جي موڙ وٽ اوچتو هڪ ماڻهو سندن
ڪار جي اڳيان اچي ڪريو. ڊرائيور هڪدم ڪار روڪي
ورتي ۽ حضور جن ڪار مان لهي آيا، اهو ڏسڻ لاءِ ته ڇا
ٿيو آهي. هڪڙو شرابي هنن جي ڪار جي بلڪل سامهون
اچي ڪريو هو پر خوش قسمتيءَ سان هن کي ذرو به ايذاءُ
ڪونه رسيو. حضور جن ان شرابيءَ کي سندس هڪ سائيءَ
جي مدد سان اٿاري کڙو ڪري اٿارڻ چاهيو ٿي پر هو
نشي ۾ اهڙو ته الوٽ هو جو هن جا پير ٽڪيا ئي نٿي.
ڪيترن ئي ستسنگين هن کي رستي مان هٽائي پري ڪرڻ ۾
مدد ڪئي. جڏهن حضور جن روانا ٿي ويا ته شرابي پڇڻ
لڳو ته اهو موٽر ۾ ويٺل سردار ڪير هو؟ جيتوڻيڪ هو
پنهنجي هوش ۾ ڪونه هو ته به حضور جن جو شهنشاهي
سروپ هن جي دل تي اثر ڪرڻ بنا ڪين رهيو. هن جا سائي،
جي به اڌ نشي ۾ مخمور هئا، مذاق طور کيس چوڻ لڳا ته
هتي بيٺل ماڻهو چئي رهيا هئا ته هو خود خدا آهي جو تو
جهڙي پاپين کي تارڻ لاءِ آيو آهي.

اهو شرابي کين چوڻ لڳو ته واقعي ئي هو خدا ٿو
لڳي. مان پنهنجا پاپ بخشائڻ لاءِ هن وٽ وڃڻ چاهيان ٿو.
ٿوري دير کانپوءِ اڌ ڀريل شراب جي بوتل کيسي ۾
رکي، پنهنجي سائيءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي ٿڙڪندو،
ٿاٻڙجندو اچي ستسنگ گهر ۾ پهتو.

سڀيئي گناهه معاف ٿيا؟ هاڻي مان دوزخ جي آگ کان بچي ويس؟"

ستگورن وراڻيو، "ها! تنهنجي وشواس توکي بچائي ڇڏيو."

شام جو نام دان وارن جي قطار ۾ اهو ڪسان بيٺل نظر آيو. حضور جن کي واپس ڪيو پر هي انهن مان هو جنکي دالاجن نام دان لاءِ سويڪار ڪيو.

حضور جن هن کي چيو ته توکي هميشه لاءِ شراب ۽ ماس کان پرهيز ڪرڻي پوندي.

هن جواب ڏنو، "شراب! اهو ته مان ڪڏهن به ڇڏي ڪو نه سگهندس."

تنهن تي مهاراج جن چيو، "چڱو ڀلا اهو واعدو ڪر ته منهنجي سامهون شراب نه پيئندين."

ڪسان عرض ڪيو، "سائين! انهيءَ ڳالهه جو مان واعدو ٿو ڪريان."

ستگورن پڇيس، "تون پنهنجو گذارو ڪيئن ڪندو آهين؟"

تعجب ۾ وجهندڙ جواب ڏنائين ته چوري ۽ ڦرلٽ ڪري.

حضور جن کيس چيو، "اهي ٻه توکي ڇڏڻون پونديون. توکي ٻيو ڪو ڌندو ڪرڻو پوندو."

هن جواب ڏنو، "مونکي ٻيو ڪو ڌندو ايندو ئي ڪونهي."

حضور جن فرمايو، "نام ملڻ کانپوءِ، توکي ڪو ٻيو ايمانداريءَ جو ڌندو ڪري گذارو ڪرڻو پوندو."

ڪسان وراڻيو، "مونکي ٻئي ڪنهن به ڌنڌي جي ڄاڻ ڪانهي. مون اڄ تائين ڪو به ٻيو ڌندو ڪيو ئي ڪونهي."

حضور جن فرمايو، ”چڱو، پر هڪڙو واعدو ڪريو ته ڪر.
ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهن به چوري ڪونه ڪندين ۽
جڏهن چوري ڪرڻ ويندين ته پهرين سائين بابا سان
صلاح ڪندين.“

جواب ڏنائين ته اهو واعدو سچي دل سان ڪريان ٿو.
تار ولي واپس وڃڻ کان اڳ هن وري به حضور جن
جي چرڻن ۾ متو ٽيڪيو ۽ داتا جن پنهنجا ٻئي مبارڪ هٿ
هن جي سر تي رکي کيس آشيرواد ڏني. ان کانپوءِ هن صرف
هڪ دفعو چوري ڪئي.

تار ملڻ کانپوءِ هو گورداسپور ضلعي ۾ رهندڙ هڪ غريب
جي ڌيءَ جي شاديءَ لاءِ ويو. اُتي سندس پيسا ختم ٿي
ويا. هڪ رات جو هو هڪڙي شاهوڪار مهاجن جي گهر ۾
ٽپي ويو ۽ هن جي لوهه جي مضبوط صندوق جو تالو ڀڳائين.
جيئن ئي هو ان مان نوٽن جو هڪ بنڊل ڪڍي رهيو هو ته
پيتيءَ جو مٿيون پڙ، جو ڏاڍو وزني هو، هن جي ٻانهن تي
اچي ڪريو. هن جي ٻانهن کي ڪافي ضرب آئي ۽ هٿ اهڙي
طرح ڦاسي پيس جڻڪ شڪنجي ۾ قابو ٿي ويو هجي. هٿ
ڇڏائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪيائين پر سندس سموري
چالاڪي ۽ هوشياري بيسود ويئي. جڏهن هاري ٿڪو ۽
سمجهيائين ته هاڻي بچڻ محال آهي، ان گهڙيءَ حضور
مهاراج جن اتي پرگهٽ ٿيا. سندس ڦاٿل هٿ ڇڏائڻ لاءِ
مدد ڪندي حضور جن کيس چيو، ”ڇا، تو مون سان اهو واعدو
ڪونه ڪيو هو ته پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهن
به چوري ڪونه ڪندين؟ هاڻي سڀ ڪجهه اتي ئي ڇڏي،
پنهنجي جند ڇڏاءِ.“ انهيءَ کانپوءِ هن ڪڏهن چوري ڪانه
ڪئي. جڏهن ڳوٺ موٽي آيو ته پورين ٽي ڏينهن سندس

ساٿي ڏاڪڻ ڪيس شام جو شراب جي مجلس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ
دعوت ڏني. اول ته هن بلڪل انڪار ڪيو پر هو پنهنجي
ضد تي قائم رهيا ۽ هڪ شراب جي بوتل کولي ان مان
هڪ پيالو ڀري گنگوءَ جي اڳيان رکيائون. گنگوءَ هٿ
جوڙي معافي ورتي. اهو ڏسي بلونت سنگهه، جو هن ٽوليءَ
جو گنگوءَ کانپوءِ ٻيو نمبر ليڊر هو، چيو ته چاڪاڻ ته اسانجو
ليڊر پنهنجو عقل وڃائي ويٺو آهي، انڪري مونکي ئي
ٽوليءَ جو ڪم سنڀالڻو پوندو. هن گنگوءَ کي چيو ته جي
اشرافت سان نه پيئندين ته تنهنجون ٽنگون ٻانهون ٻڌي،
توکي زمين تي سمهاري ۽ تنهنجي منهن ۾ شراب وجهڻ جي
رسم ادا ڪبي.

ڪجهه به جواب نه ملڻ تي ٽئين نمبر ليڊر گرجندي چيو،
"قيدي! توکي پنهنجي صفائيءَ ۾ ڇا چوڻو آهي؟"

ڏاڪڻ جي سردار چيو، "مان پنهنجو پاڻ توهانجي حوالي
ڪريان ٿو." ان تي سڀ خوشيءَ ۾ اچي زور سان چلائڻ
لڳا ۽ شراب جي جئه جئه منائڻ لڳا. سڀني پنهنجو پنهنجو
پيالو ڀريو ۽ شراب جا نعرا هڻڻ لڳا ته "شراب جي هولڊي،
مرندو ڪير؟" گنگوءَ به پنهنجو پيالو کڻي اچا چپن
تائين مس آندو ته حضور مهاراج جن هن جي سامهون اچي
پرگهٽ ٿيا.

حضور جن کيس چيو، "ٻچا! پنهنجو واعدو ياد ڪر.
تون پنهنجو واعدو ٽوڙيندين ته مان به ڏنل معافي واپس
وٺندس."

گنگو ٽپ ڏئي اٿي کڙو ٿيو ۽ شراب جو پيالو نيئي
ليڊر جي منهن تي اڇلائي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

ٿوري ساعت ۾ هو بندوق کڻي آيو ۽ پنهنجي جهولن

گرفتار ٿي پيو ۽ مدد لاءِ هليو ته ان جي مدد ڪرڻ ۽ هڪڙي ڇڏائڻ لاءِ مان هميشه تيار رهندس. اهڙن ڪڏهن ڪرتوتن کان هميشه ڪنارو ڪرڻ جو اٽل ارادو ڪيو اٿم. هاڻي توهان مان ڀاڙي ڪنهن کي به ڪجهه چوڻو هجي ته ڀلي چئي."

وڏڙن مان هڪ چيو، "سردار! اسين تو کانسواءِ نه زنده ٿي ڪونه رهي سگهنداسين." اهو سڀني به اهي ئي اکر دهرايا.

گنگوءَ ڏاڍي پرسڪون آواز ۾ کين چيو، "اڄ کانپوءِ هاڻي اسين سڀ ڀائرن وانگر رهنداسين نه چورن ۽ ڌاڙيلن وانگر نه." ٿوري ڪن ٽرسي گنگوءَ وري چيو، "پر ها! مان ته نامي گرامي اپراڌي آهيان. پوليس منهنجي ڳولا ۾ آهي ۽ مان ڀاڄڪي ڀڄڻ جي ڪوشش به ڪونه ڪندس. ان ڪري مان ڪنهن ڏينهن ضرور پڪڙبس. تنهنڪري توهان سڀني کي جيترو ٿي سگهي مونکان دور رهڻ جي ڪوشش ڪرڻ کپي. مونسان رهڻ ۾ توهانکي ڪجهه به لاڀ ملڻو ڪونهي. بس هاڻي ٻي هڪڙي ڳالهه. منهنجي جيڪڏهن هڪ ٻيرو ضرور تياس وڃجو ۽ اتي جي پرم سنت جو ضرور درشن ڪجو. جيڪڏهن توهان مان ڪو به منهنجي باري ۾ پوليس کي خبر ڏيندو ته به مان اُنکي ٻيو ڪونه سمجهندس. پر ائين ڪرڻ سان مونکان وڌيڪ شايد توهانکي نقصان پهچي."

ائين چئي هن نجوڙيه جي ڪنڌن جو ڇڳو ڏانهن اڇلايو ۽ هٿ جوڙي کانئن موڪلايو.

چوندا آهن ته هڪ ڪٺل انسان ماڻهو ۽ مورک جي وچ ۾ صرف هڪ وار جيترو ئي فرق هوندو آهي. گنگو ڌاڙيو، جنهن ڪي پوليس لڳل هئي، جي سپاهه ڪي ڏٺان سان جاچبو ته هن ۾ نڌرتا، اپار همت، سڱهڻ شڪتي، آتم وشواس،

محڪم ارادو ۽ ويرتا وغيره جهڙا گڻ هئا، جي هڪ فوجي جنرل ۾ هوندا آهن ۽ سچ پچ هو جيڪر هڪ فوجي جنرل ٿي وڃي ها. پر هڪ ننڍيءَ گهٽنا هن جي زندگيءَ جي راهه بدلي ڇڏي. ڇڏهن هو ويهن سالن جو ڦڏاور ۽ سهڻو جوان هو ته پنهنجي دوستن سان گڏجي پنهنجي ڳوٺ مان فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ نڪتو. ليڪن سک جاليءَ جا هئا ۽ اوان وستر پهري هٿ ۾ ڀالس جون لمبيون لٺيون کڻي ضلع هيڊ ڪوارٽر گورداسپور ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا.

پر تقدير کي ڪير ٿو بدلي! جي ڪنگو فوج ۾ ڀرتي ٿئي ها ته وڪٽوريا ڪراس ۽ ٻيا وڏا انعام کيس ضرور ملن ها ليڪن وڏانا کي هن کان هڪ ٻئي ڪوهه جو پارٽ آدا ڪرائڻو هو. جيڪڏهن گورداسپور جي رستي ۾ پوليس ٿاڻو نه هجي ها ته ڪنگو الوي‌ءَ نسي ڏينهن فوج ۾ ڀرتي ٿي وڃي ها ۽ مهدو عرس، ڏن دولت هنجا قدم چمن ها. پر افسوس اها ”پرهه“ ڪڏهن الائي ڪوڙا رنگ ٿي کيلي. هيٺن ٿي هي ٿاڻي وٽان اچي لنگهيو ته هن صوبيدار کي ڏٺو، جو ٻڙ جي وڻ هيٺان کٽ تي ويٺي، هڪ ڪمس جي جاچ پڙتال ڪري رهيو هو. هو هڪ ماڻهوءَ کي ڏاڍي بي دردي سان ڪٽائي رهيو هو. انهن ڏينهن ۾ پوليس اڪثر ڪري مارڪٽ جا ئي طريقا اختيار ڪندي هئي. ان ماڻهوءَ جون دردناڪ رڙيون ٻڌي هي ٿيٺي ڇا ان طرف ويا هيتوڻيڪ اوڏانهن وڃڻ جي ڪين ڪابه ضرورت ڪونه هئي. ڪرڻ سچو ماڻهو جنهنکي دايا داري، خاص ڪري پوليس جي ڪارگذارين جو تجربو هوندو سو جيڪر اوڏانهن ڪرڻ وڃي ها پر ٻاڪ ۾ جو ٻير ڪجهه لکيل هو سو ڪير ٽري! هن جوان ڏٺو ته جنهن ماڻهوءَ تي ايڏي مار پئي پيئي سو سندن

۾ ڳوٺ جو هڪ غريب ٻڍڙو هو. هو زمين طرف اولاڻو
سمهيل هو. ٻه سپاهي لعلن لڳل ٻوٽن سان هن کي ڇيڙي
رهيا هئا ۽ اکين سان کلي رهيا هئا. گنگو انهي سمجهيءَ
کان پڇي ويٺو ته هن غريب کي ڇو ماري رهيا آهيو؟

ٿاڻيدار ڪاوڙون ڏيندي جواب ڏنو، "هي تنهنجو ڀيڻ
آهي يا ڏاڏو؟ توهين هن جا خاص جوڙيدار ٿا ڏسجو."
پوءِ هڪ سپاهيءَ کي حڪم ڏنائين ته هن کي پڪڙي وٺي
اچ ته هن جي به خبر وٺون.

ٿاڻيدار گنگوءَ کي هڪ ڳوٺاڻو گنوار سمجهي ويٺو هو پر
اها هن جي سراسر غلطي هئي. هن کي اها خبر ئي ڪانه
هئي ته هن ڪسان جي اندر هڪ فوجي جنرل جو ڪليجو
هو. جيئن ئي سپاهي هن ڏانهن هٿ وڌايو ته گنگوءَ هن
کي اهڙي ته زوردار لت وهائي ڪڍي جو سپاهي چڪر
کائي ڪري پيو. ساڳئي وقت ٻڍڙيءَ کي رڙ ڪري چيائين،
"اڙي بيوقوف! اٿي کڙو ٿي، ڀڄ، هتي ڇو ڪٿي واڳر
پيو پاڻ ڪائين؟" گنگوءَ جي همت اکرن ان ٻڍڙيءَ ۾ جڻ
ته سنجيوني ٻوٽيءَ جهڙو اثر ڪيو. گنگوءَ ڏهڪائيندڙ سپاهيءَ
کي ڪيرائي اٿي سپاهيءَ کان لٺ ڦري، ٿاڻيدار تي وار ڪيو
۽ هن کي بي دردي‌ءَ سان ڪٽڻ لڳو. سڀ سپاهي لٺ ٻڌ
ئي ويا. ٿاڻيدار کي مئل سمجهي ڇڏي ڏنو ويو ۽ هاڻي
گنگوءَ ۽ سندس دوستن لاءِ ٻاراي ٽپڻ جو سوال ئي ڪونه
هو. هنن لاءِ سواءِ گمنام رهي زندگي بسر ڪرڻ کانسواءِ ڪو
چارو ئي ڪونه وڃي رهيو. اهڙيءَ ريت هڪ زندگي
جنهنجو مستقبل روشن ٿيڻو ها، ذري نادانيءَ جي ڪري
برباد ٿي وئي.

پروفيسر جگموهنلال هيءَ ڪهاڻي صرف اِسٽائين پڙهائي

هڪ فوجي ۱ جي هئا، گڏ جهڙا وغيره ولهرنا ۽ ارادو مضبوط
جنرل فوجي هڪ جيڪر هو ٻڌ سج ۽ آهن هوندا نه جنرل
بدلي، راهه جي زندگيءَ هنجي گهٽيا لنڊيءَ هڪ پر. ها وڃي لي
نه هو جوان سهڻو ۽ قداور جو سالن ويهن هو جڏهن. چڏي
ليڪ ٻهرلي نه فوج مان ڪوٽ ٻهنجي گڏجي سان دوستن اِن
پوري وستر اوان ۽ هئا جا جاليءَ سک نيٺي. لکئو لاءِ
ڪرانسر هيڊ ضلع ڪٽي لليون لسيون جون پالس نه هٽ
گرداسپور نه ٻهرلي ٽنڍ لاءِ روانا ٿيا.

ٿي ٻهرلي نه فوج گنگو جي! بدلي لو کير کي پرللديهر
ها ملن ضرور کيس العام وڏا نيا ۽ ڪراس وڪٽوريا نه ها
ڪرانٽو آدا پارٽ جو ڏاڪوءَ هڪ کان هن کي وڏاا لڪن
هجي نه ٿاٺو پوليس نه رستي جي گورداسپور جيڪڏهن. هو
۽ ها وڃي لي ٻهرلي نه فوج ڏيهن ئي ٿيءَ الوي گنگو نه ها
اها افسوس پر. ها چهن قدم هنجا دولت ڏن، عرس مهدو
جيئن. کيلي اي رلڪ ڪوڙا الائي ڪڏهن ڪڏهن پَرءَ نه
ڏلو، کي صوبيدار هن نه لنکهيو اچي وٺان ٿاٺي هي لي
جاچ جي کيس هڪ ، واهي لي ڪٽ هينان وٺ جي هڙ هو
دردي ٻي ڏادي کي ماٺوره هڪ هو. هيوهو رکري پرتال
ڪري اڪثر پوليس نه ڏيهون اهن. هو رهيو ڪٽائي سان
جو ماٺوره ان. هئي ڪندي اختيار طريقا ٿي جا مارڪٽ
هيتوٽيڊ وڏا طرف ان حٺا نيٺي هي ٻڌي رڙهون دردناڪ
ڪ. هئي ڪوله ضرورت ڪاڻ ڪين جي وجڻ اوڏاهن
پوليس ڪري خاص ، دنياداري چهڪي ماٺو سمجهو
و ڪول اوڏاهن جيڪر سو هوندو ٻير حولدار ڪارگذاران
نري! ڪڏهن سو هو لکيل ڪجهه ٻير جو نه پاڪ پر ها
سو بيٺي ٻئي مار اهڙي لي ماٺوءَ جنهن نه ڏاڙ جوالن

اُن ڳوٺ جو هڪ غريب ٺيڪيدار هو. هو زمين طرف اولڏو سمهڻل هو. ٻه سپاهي لعل لڳل ٻونن سان هنکي چيٺاڙي رهيا هئا ۽ اڪٺن سان ڪٽي رهيا هئا. گنگو ائي سمجهي ڪان ٻچي ويٺو ته هن غريب کي ڇو ماري رهيا آهيو؟

ٺاٺيدار گاڙهون ڏيندي جواب ڏنو، "هي لنهنجو ٻچي آهي ٻيا ڏاڏو؟ لوهين هن جا خاص جوڙيدار ٺا ڏسجو." ٻوءِ هڪ سپاهيءَ کي حڪم ڏنائين ته هنکي ٻڪڙي ونـي اچ ته هن جي ٻه خبر وٺون.

ٺاٺيدار گنگوءَ کي هڪ ڳوٺاڻو گنوار سمجهي ويٺو هو ٻر اها هنجي سراسر غلطي هئي. هنکي اها خبر ئي ڪونه هئي ته هن ڪسان جي اندر هڪ فوجي جنرل جو ڪليجو هو. جيئن ئي سپاهي هن ڏانهن هٿ وڌايو ته گنگوءَ هن کي اهڙي ته زوردار لت وهائي ڪڍي جو سپاهي چڪر کائي ڪري پيو. ساڳئي وقت ٺيڪيءَ کي رڙ ڪري چيائين، "اڙي بيوقوف! اُٺي ڪڙو ٿي، ٻچ، هتي ڇو کٽي واڳر بيو ٻادر کائين؟" گنگوءَ جي هٿن اڪرن ان ٺيڪيءَ کي ڇڏي ته سنڀيولي ٻونيءَ ڇڙو اٿر ڪيو. گنگوءَ ڳهرائل سپاهيءَ کي ڪيرائي ٻئي سپاهيءَ کان لت ڦري، ٺاٺيدار ٻڙي وار ڪئو ۽ هنکي ٻي دريءَ سان ڪئڻ لڳو. سڀ سپاهي لٺو ٻٺو اُٺي ويا. ٺاٺيدار کي مٺل سمجهي ڇڏي ڏنو ويـو ۽ هاڻي گنگوءَ ۽ سندس دوستن لاءِ ٻرلي ٿيڻ جو سوال ئي ڪونه هو. هٿن لاءِ سواءِ گمنام رهي زندگي بسر ڪرڻ کانسواءِ ڪو چارو ئي ڪونه وڃي رهيو. اهڙيءَ ريت هڪ زندگي جنهنجو مستقبل روشن ٿيڻي ها، ذري ناداني جي ڪري برباد ٿي ويئي.

پروفيسر ڇڪمو هيلعل هيءَ ڪهاڻي صرف ايستائين ٻڌائي

پر جيڪڏهن مان اهو نه ٻڌايان ته گنگوءَ جو موت ڪيئن
ٿيو ۽ هن ڪهڙي ويرتا سان موت جو مقابلو ڪيو ته پوءِ
هيءَ ڪهاڻي اڌوري رهجي ويندي. حضور مهاراج جن جي
جوبلي جو سمائڻ ڪانپوءِ اسانکي گنگوءَ جي باري ۾ ڪجهه
وڌيڪ خبرچار ڪانه ملي سگهي. شايد پنهنجي ٽوليءَ کان
ڌار ٿيڻ بعد هو ڪنهن سنسان پهاڙ جي گوشي نشينيءَ ۾
رهيو پر اهڙي خبر آهي ته هن خوب نام جي ڪمائي ڪئي
۽ ڪافي سڦلتا حاصل ڪئي. هو مضبوط ۽ جوڌو ۽ ماڻهو نوجوان
هو ۽ سڀ مصيبتون ۽ ڪشٽ مرڪندي مشڪندي
برداشت ڪرڻ جو عادي ٿيل هو. حقيقت ۾ اهڙا
مستحڪم ارادي وارا ئي سڀني ٻين ڪمن ۾ سڦلتا پائيندا آهن.
هڪ نازڪ ۽ ڪمزور ارادي وارو ماڻهو ٻين ۾ ڪامياب
ڪونه ٿي سگهندو. ٻين لاءِ ته هڪ ٻالڪي بهادر جي
ضرورت آهي جنهن ۾ ساهس ۽ مضبوط ارادو هجي ۽ جو ان
امر پد پائڻ لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهي.
پلٽو صاحب فرمايو آهي ته ٻين سمرن ڪا ڪمد ڪانٽي ڪالهي.
اهو ته هڪ زهر جو پيالو آهي ۽ جنهنکي اهو پيئڻو هجي سو
هن پٽ ۾ پير پائي.

حضور مهاراج جن جي جوبلي ڇڏڻ ڪانپوءِ گنگو پنهنجي
ٽڪل استان کان ٻاهر نڪتو. پنهنجي ٻاري سنگورن جي
وڇڙ ڪانپوءِ هن لاءِ جيئڻ جنجال ٿي پيو. نتيجو اهو ٿيو جو
هن پنهنجو پاڻ پوليس حوالي ڪري ڇڏيو. هن کي ڪيترن
خونن، ڌاڙن ۽ اپراڌن لاءِ ڏوهي ٺهرايو ويو ۽ ان ڪري
هن لاءِ ڦاسيءَ جي سزا مقرر ڪئي وئي پر ان سزا خلاف
هن اپيل ۾ داخل ڪئين ڪئي ۽ هاءِ ڪورٽ اها سزا بحال
رکي. ڦاسي ڏيڻ لاءِ هنکي امبالا جيل ۾ موڪليو ويو. اتفاق

سان اُهي ڏينهن ۾ جيلن جو انسپيڪٽر جنرل انبالا جيل جو معائنو ڪرڻ آيو ۽ جڏهن گنگوءَ جي ڪوٺڙيءَ وٽان لنگهيو ته جيلر کان پڇيائين ته هي قيدي ڪير آهي؟

جيلر جواب ڏنو، ”هي نامي گرامي گنگو ڌاڙيل آهي جنهنکي ڦاسيءَ جي سزا مليل آهي.“

انسپيڪٽر جنرل ڇرڪ ڀري ويو ۽ گهٻراهٽ سان جيلر کي چوڻ لڳو، ”هي لاهور سينٽرل جيل مان ٻه دفعا فرار ٿي ويو هو ۽ توهان هنکي هن معمولي ڪوٺيءَ ۾ نظربند رکيو آهي! هنکي ته اُهي خاص ڪوٺڙين ۾ قابو رکو جتي ڦاسي مليل قيدين کي رکبو آهي ۽ هتي ڪڙي نظرداري ۽ سخت پهرو رکو.“

گنگو ڪجهه چوڻ چاهيو ٿي پر شانت رهيو.

انسپيڪٽر جنرل پڇيس، ”توکي ڪجهه عرض ڪرڻو آهي ڇا؟“

گنگوءَ چيو، ”نه، ڪجهه نه، صرف ايترو ته مونکي جلد کان جلد ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي.“

جڏهن انسپيڪٽر جنرل هليو ويو ته جيلر هنکي انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ آيو. گنگو جيلر کي چوڻ لڳو، ”خانصاحب! ذرا ڌيان ڏيئي ٻڌو. توهين مونکي ٻيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ موڪليو ٿا، توهانجي مرضي، مان هاڻي ڪلهه به ڪونه ڀڄندس. هنڌالهن لهاريو.“ ائين چئي هن پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي پوئان جيڪا دري هئي اُنجون ٻه سيخون ڪڍي کيس ڏيکاريون ۽ چوڻ لڳو، ”مون ته ٻه ڏينهن اڳ ئي هتان ڀڄي وڃڻ جو سارو انتظام ڪري ڇڏيو هو پر منهنجي ستگوروءَ پرگهٽ ٿي مونکي ائين ڪرڻ کان منع ڪئي. مونکي چيائون ته هاڻي تنهنجو هن سنسار مان وڃڻ

جو وقت اچي ويو آهي. پاڻ پنهنجي مولکي ڏاڍي خوشي
لڳي. مون اها ڳالهه توهانجي انسپيڪٽر جنرل کي ٻڌائڻ
چاهي ٿي ته اهو سوچي شايد رهيس نه مٿان ائين ڪرڻ
سان توهانکي يا توهانجي زبردستن کي ڪو نقصان پهچي."

جيلر ڪنگري جا اهڙي شپ ڀاونا ڏيکارڻ لاءِ شڪرانا
مڃيا. ٻن ڏينهن کانپوءِ هنکي ڦاسيءَ جي لڪڙي ڏانهن وٺي
ويا. اهو سمورو وچ وارو عرصو هو واسطي ڏينهن پڄن سمورن
۾ مصروف رهيو. سويل صبوح جو جڏهن جيل جو ڊاڪٽر
هنجي لباس ڪرڻ آيو ته ڏٺو ويو ته هنجي اور ۾ ٻاڙ پڻ
پاتولد اضافو ٿيو آهي. ڦاسيءَ ڏيڻ وقت جيلر ۽ ڊاڪٽر کان
سواءِ، هڪ مئجسٽريٽ پڻ اتي موجود هو. هن کان پڇيو ويو،
"تنهنجي آخري آرزو ڪهڙي آهي؟"

ڪنگو وراڻيو، "صرف اها، ته انتم سنسڪار لاءِ
منهنجو مرلڪ شرير حضور مهاراج جن جي چرڻن ۾ ڀياس
موڪليو وڃي."

"ٻيو ته ڪجهه چوڻو اٿئي؟" هن پڇيس.

ڪنگو چوڻ لڳو، "ٻيو ڪجهه به نه. مان ڏاڍو خوش
آهيان. منهنجو پيارو ستگورو مون سان ساڻ آهي، هو مونکي
پنهنجي ڌام ۾ وٺي ٿو هلي."

هو ڦاسيءَ جي لڪڙي تي ائين چڙهيو ڄڻ ته گهوڙي
گهوڙيءَ تي چڙهندو آهي. جلاد کي جڏهن ڦاسيءَ جي
ڦندي وجهڻ ۾ ڪجهه دير لڳي ته هن اهو جلاد کان وٺي
پنهنجي گلي ۾ وڌو ۽ گهڻ ڏيڻ ۾ پڻ جلاد جي مدد ڪرڻ
لڳو. هن جا آخري اکر هئا، "اگر توهان مان ڪو خوشنصيب
هجي ته ٻياس ضرور وڃي ۽ اتي جهڙي جاڳندي پرماتما
جو درشن ڪري. ڌن ستگورو!"

پوءِ اهي ٽيئي ٻياس آيا. اهي آيا، اُتي سڀ ڪجهه ڏٺائون ۽ اُتي جا تي ويهي پيا. انهن ٻڌايو تہ ڦاسيءَ واري ڏينهن گنگو ايڏي تہ موج مستيءَ ۽ مسرت ۾ هو جڻ تہ سندس شادي ٿي رهي هجي. هن جي چهري ۾ هڪڙو الوڪڪ آنند ليئا چمڪي رهيو هو. جيل جي ڊاڪٽر ٻڌايو تہ منهنجو اندازو اهو رهيو آهي تہ ڦاسيءَ کان اڳ ئي وڏن وڏن بهادر قيدين جو بہ وزن گهٽجي ويندو آهي ۽ هو خوف سبب پيلا ٿي ويندا آهن پر گنگوءَ جو حال انهن جي اُبتڙ ٿي رهيو. منهنجي ساري ڄمار ۾ مون اهڙو واقعو ڪونہ ڏٺو آهي.“

گنگوءَ جو مرڻ شرير سندس رشتيدار ٻياس کڻي ويا ۽ اُتي سردار بهادر مهاراج جن جي موجودگيءَ ۾ سندس سنسڪار ڪيو ويو. ✻

جڏهن حضور مهاراج جن پاٺ پڙهي ٻاهر آيا تہ هڪ سڄڻ چيو، ”مان هڪ پرچارڪ پادري آهيان ۽ امريڪا جي هڪ ديول ۾ اُپديش ڏيڻ منهنجي ڊيوٽي آهي. هاڻي جيڪڏهن مان سنت مت ۾ اچان تہ پوءِ مونکي اهو ڪم ڇڏڻو پوندو ڇا؟“

حضور جن وراڻيو، ”نہ! اهي ڪم ڇڏڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ حقيقت ۾ تہ پاڻ توهين بهتر اُپديشڪ بڻجي پوندا.“

اهو پادري چوڻ لڳو، ”مان سمجهان ٿو تہ پوءِ شايد ان ۾ منهنجو من نہ لڳندو ۽ مان پنهنجو اهو ڪم پوري لگن سان ڪري نہ سگهندس.“

حضور جن فرمائڻ لڳا تہ ڇو ڪين؟ اڄ تائين تہ توهان ڪين ڪوبہ پرو اُپديش تہ ڏنو ٿي ڪولهي ۽ هاڻي جيڪو

وڏيڪ ڪيان توهين حاصل ڪندا اڪري ۽ پاڻ توهين پرم ستم جي لوڏيڪ ايندا."

پرچارڪ پڇڻ لڳو، "سمجهو ته مهاتما ٻالاد سڀ ان تي اعتراض ڪن ته پوءِ؟"

حضور جن ڪيس صلاح ڏني، "جيڪڏهن پرچار ڪرڻ تي توهانجي روزيءَ جو واحد ذريعو آهي ته پوءِ اهو پنهنجو فرض سمجهي ڪندا رهو."

پادري پڇڻ لڳو، "ماڻهو اجا سچائيءَ کي ٻڌڻ لاءِ تيار ڪين آهن."

حضور جن وراڻيو، "پوءِ توهين انهن کي سچائيءَ جي صرف اوتري خوراڪ ڏيو جا هو هضم ڪري سگهن."

انهي پرچارڪ پڇڻ لڳو، "لڙائيءَ جي وقت مان فوج ۾ ڀرتي هوس. مان وري به فوج ۾ داخل ٿي سگهان ٿو پر فوجين کي ته هتيا ڪرڻي پوي ٿي."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. سپاهي پنهنجي اڇا انوسار ته ڪنهن کي ماري ڪونه ٿو. هو ته صرف پنهنجي آفيسر جي حڪم جي تعميل ڪري ٿو. هتيا جو ڀار سپاهيءَ جي سر تي ڪونهي. هو ته صرف پنهنجو فرض نڀائي ٿو. سمجهو ته شهر ۾ ڪو فساد ٿي پيو آهي يا ڪنهن جي ڦرلٽ ٿي رهي آهي، ان وقت گولي هلائڻ بهتر آهي ڪين پنهنجي فرض ادائيءَ کان منهن موڙڻ؟"

## ٧. مڪتبءَ جا ساٿن

مونکي ياد ڪونهي تہ هيءَ ڪهڙي سال جي ڳالهہ آهي
تہ ناتال جي موڪلن ڪري ڪورٽون ۽ آفيسون بند هيون.
ان ويسر جو ڪارڻ اهو آهي تہ حضور مهاراج جن جا وچن
ڏاڍا تکڙا قلمبند ڪرڻا پوندا هئا ۽ ساڳئي وقت اڳواٽ
ڪاهہ تياري ڪانہ ڪئي هوندي هئي. ماڻهو حضور مهاراج جن
جي سهوليت يا آرام جو ڪوبہ خيال ڪونہ ڪندا هئا ۽
ڪڏهن بہ وقت ساڻن ڳنڍجڻ ايندا هئا. حضور جن بہ اهڙا
ديالو هئا جو هنن سان ملڻ لاءِ ترت ئي هيٺ ايندا هئا ۽
ڏاڍي پيار ۽ سمجهہ سان هنن جي سوالن جا جواب ڏيندا هئا.
ڪمهلي اچڻ وارن ماڻهن ۾ اڪثر ڪري ڪيترا نوان جگياسو
هوندا هئا جي لاهور، امرتسر يا ڪشمير ويندي ڪلاڪ بہ
لاءِ ڏيري ۾ ترسندا هئا. خاص ڪري مونکي هڪ ڏينهن
جي ڳالهہ ياد آهي جو حضور جن صبح کانوٺي ٻہ پهرن تائين
ماڻهن سان وارتالاپ ڪندا رهيا ۽ منجهند جو ٻوجن ١ـ ٣
بجي کان ڪاهوءَ ئي ڪياٿون. اڃا ٻوجن ڪري اٿيا ئي مس
تہ ڪجهہ ٻوجي آفيسر اچي پهتا ۽ هنن حضور جن جي درشن
لاءِ وينتي ڪئي. مان انهن کان معافي لئي گهري رهيو
هوس تہ حضور جن خود ٻاهر نڪري آيا ۽ آرام وٺڻ لاءِ منهنجي
پرارٿنا کي ٻڌائون بہ ڪونہ. ساڳئي وقت انهن ٻوجي آفيسرن
بہ حضور جن کي آرام وٺڻ لاءِ وينتي ڪئي پر هنن ڪونہ
مڃيو. سيني کي گهرائي هنن جي سوالن جا جواب اهڙي
اتساهہ سان ڏيڻ لڳا جڻ تہ ساري رات آرام ڪري هينئر
اُٿيا آهن.

اهڙن موقعن تي جڏهن اسين ڪين ڪجهه وقت آرام وٺڻ لاءِ عرض ڪندا هئاسين ته فرمائيندا هئا، "هيءَ ڀيڻوئي مونکي سنگتن طرفان ملي آهي ۽ انهيءَ کي نباهڻ ۾ مان ڪاهه ڪسر ڇڏڻ نٿو چاهيان."

انڪري هي ڳالهيون لکڻ ۾ اوکيون ڪيون ويون آهن. تاريخ، مهينو يا بيون ڳالهيون لکڻ جو وقت ئي ڪونه ملندو هو. ان کانسواءِ ان وقت انهن ڳالهين کي نوٽ ڪرڻ جي ضرورت به ڪونه سمجهي هئي. انهن هوندي به مون جڏهن پنهنجي يادداشت ذريعي تاريخ وغيره لکڻ جي ڪوشش ڪئي، ته مان ناڪامياب ٿي رهيس. انڪري مون تاريخ ڏيڻ جو ويچار ئي لاهي ڇڏيو ۽ اوڙن ڏينهن ڪالهوڙ مونکي تاريخ وغيره ڏيڻ جي ضرورت ئي ڪانه محسوس ٿي. ڇا حضور مهاراج جن جون ڳالهيون سمي جي سيما کان مٿي ڪونهن؟

پنهنجي موڪلن جو ڪجهه عرصو گهارڻ لاءِ ڪي معزز ماڻهو ڏيري ۾ آيا هئا جن ۾ راءِ صاحب رلجيت گوپال ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ، جلندر؛ سردار صاحب ڪيسر سنگ، اڳيون سار ڪنمو فوجداري وڪيل، پنڊت ڪول ڪرشن بئريسٽر جو پبلڪ پراسيڪيوٽر هو ۽ ٻيا به. جلندر جا ڪجهه سڄڻ هئا. انهن ۾ راءِ صاحب رلجيت گوپال نه ستسنگي هو ۽ باقي ٻيا ستسنگي ڪونه هئا پراڻ ڪلهه جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن وانگر هي به اهو ڄاڻڻ لاءِ منتظر هئا ته "پرماتما ڇا آهي ۽ موت کانپوءِ ڇا ٿو ٿئي." ۾ سندن شرط اهو هو ته انهيءَ کي ڄاڻڻ لاءِ ڪا محنت يا تڪليف ڪرڻي نه پوي. راءِ رلجيت گوپال انهن سڀني جي حضور جن سان پرچاءُ ڪرائي.

سهڻي شهر جي روم روم ۾ روحانيت ڀريل آهي."

راءِ راجيت گوپال چيو، "واهه! پراسيڪيوٽر صاحب، توهان هيڏي وڏي اصليت جو ٿوري ۾ سهڻي نموني اظهار ڪيو. مونکي خبر ئي ڪانه هئي ته توهين اکيل لعل آهيو. مولوي روم صاحب جو ڪلام آهي "هم نشيني ساعتي با اوليا، بهتر از صد سال طاعت بي ريا." يعني سنتن سان هڪ ڪن وهڻ ورهين جي بندگي ۽ تپسيا کان بهتر آهي."

سردار ڪيسر سنگهه چيو، "اصلي مسئلو ته من کي جيتڻ جو آهي."

حضور جن ڪيس چيو، "ان وشيه بابت جيڪي سنتن مهاتمائن جا ويچار آهن، مان توهانکي اهي ٿو ٻڌايان. اسانجي شهر ۾ من جي بيلڪ اکين جي پوپٽن 'ليسري لل' ۾ آهي. انسان ئي من شهر جي نون دروازن يعني اکين، ڪنن، نڪ، وات وغيره جي ذريعي سنسار جي ڏهن ئي ڏسائن ۾ ڦهليل رهي ٿو. جيستائين اسين ڦهليل من جي لوچ کي پاهران سميٽي واپس ان ساڳئي هنڌ نه ٽڪائيندا سين، تيستائين من کي قابو ڪرڻ نهايت مشڪل آهي. ماٺهن من کي وس ڪرڻ لاءِ ڪيئين ساڌن ڪندا آهن پر سڀ بيسود."

پوءِ حضور مهاراج جن سردار ڀڳت سنگهه کي "شبد کي مهما کي شبد" پستڪ مان پنجين پاتشاهي گورو ارجن ديو مهاراج جن جو "پاٺ پڙهيو اور بيد بيچار ئو." شبد پڙهڻ لاءِ چيو.

"سنگورن فرمايو ته هن شبد ۾ گورو ارجن ديو مهاراج جن کولي بيان ڪيو آهي ته من کي جيتڻ لاءِ هن ايڪ ساڌن ڪيا پر سڀ بيسود رهيا. هن ويدن جو پاٺ، ڪندامي يوگ ۽ نولي ڪرم وغيره ڪيا پر من جا پنج وڪار نه لٿا.

پوءِ سردار ڄڳت سنگهه هيٺ ڏنل شبد سهڻي ڪي پڙهي ٻڌايو

## سورٺ محلہ ٥

پاٺ پڙهيو اَرُ ويد بيچاريو نِوَلِ ڀُئنگم ساڌي ،
پنچ جنان سڻ سنگ نہ ڇٽڪيو اَڌڪ اَهم ٻڌ باڌي ۔
پياري ان ٻڌ ملڻ نہ جائي مَين ڪيئي ڪرم اَنيڪا ،
هار پرِئو سُئامي ڪي دئاري ديجي ٻُڌ ٻبيڪا ۔
مَؤن ڀئيو ڪرپاتي رهيو نگن ڦريو بن ماهين ،
تٽ تيرٿ سڀ ڌرتي ڀرميو دبڌا ڇٽڪي ناهين ۔
من ڪامنا تيرٿ جائي بسيو سر ڪروت ڌرائي ،
من ڪي ميل نہ اُتري اِهہ بڌ جي لک جتن ڪرائي ۔
ڪنڪ ڪامني هيور گيور بهُہ بڌ دان داتارا ،
اَن بستر ڀومي اَربي نهہ مليئي هر دئارا ۔
پوجا اَرچا بندن ڏنڊوت کٽ ڪرمارت رهتا ،
هَءُ هَءُ ڪرت بنڌن مهہ پرئو نهہ مليئي اِهہ جڳتا ۔
جوگ سڌ آسڻ چؤراسيهہ ايهہ ڀي ڪر ڪر رهتا ،
وڏي آرجا ڦر ڦر جنمي هر سڻ سنگ نہ گهيتا ۔
راج ليلا راجن ڪي رچنا ڪريتا حڪم اَفارا ،
سيج سوهني چندن چوئا نرڪ گهور ڪا دئارا ۔
هر ڪيرت ساڌ سنگت هي سر ڪرمن ڪي ڪرما ،
ڪهہ نانڪ تس ڀئيا پراپت
جس پورب لکي ڪا لهنا ۔

شبد پوري ٿيڻ بعد حضور جن فرمايو تہ هن شبد ۾ گورو صاحب الهن ايڪ ساڌن جو ورڻن ڪيو آهي جي عام لوڪ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪندا آهن ۔

راءِ صاحب رلجيت گوپال چيو تہ مان گذريل ستن اٺن سالن کان گيتا جي اٺين اڌياءِ جو پاٺ ڪندو رهيو آهيان ۽

اچ تي مهندون اکرون کليون آهن ۽ بهمڻي ناداسيءَ تي عجب پير لڳيم جو مان اهو مڃي ويلو هوس ته گيتا جي پاٺ ڪرڻ سان تي مهمڻي مڪتي ٿي ويندي.

سک وڪيل صاحب چوڻ لڳو ته حضور مان هر روز صبح جو 'جپ جي صاحب' جو پاٺ ڪندو آهيان، ڇا مونکي ان مان ڪجهه به لاڀ ڪونه ٿيندو؟

حضور جن ڪالش پڇيو، "توهين اهو پاٺ ڪيتري عمر کان ڪندا رهيا آهيو؟"

وڪيل صاحب جواب ڏنو، "چوڏهن سالن جي عمر کان وٺي يعني ٻارهن سالن کان."

حضور مهاراج جن فرمائڻ لڳا، "ڏاڍو سٺو، ان ڳڻتي ٻاو ۽ پيار لاءِ توهين جس جا لائق آهيو. پر هاڻي اچو ته اُنهي بالدن تي ڪليءَ دل سان ۽ شانت مت سوچي ويچار ڪريون. سڀ گرنٿ چاهي اُهي اسانجي ڌرم جا، يا ٻين ڌرمن جا هجن، اُنهجو مقصد ۽ مهتو ساڳيو ۽ سمان آهي. هعي اسين ڪنهن خاص ڌرم يا ڪنهن خاص شخص جي ڳالهه ڪونه ٿا ڪريون. سمجهو ته هڪ عيسائي هر روز هڪ ڪلاڪ بائيبل پڙهي ٿو يا هڪ هندو هر روز ٻه پاٺ ولي ٻهمڻي ڌرمي پستڪ جو ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان پاٺ ڪري ٿو پر گرنٿن جي پڙهڻ جو مول مقصد ڪهڙو آهي؟ اهو ئي ته انهن گرنٿن ۾ جيڪي ڳالهيون اسان لاءِ لکيل آهن يا جيڪي هدايتون ڏنل آهن، اسين انهن تي عمل ڪريون ۽ انهن جو فائدو وٺون. جيڪڏهن توهين ڪنهن گرنٿ کي صرف هڪ ڀيرو ئي پڙهو ٿا پر انکي چڱي طرح سمجهي ٿا ڇڏيو ۽ ان ۾ ڏنل هدايتن تي عمل ڪرڻ شروع ٿا ڪريو ته ان جي پڙهڻ جو اصلي مقصد پورو ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن

کو گرنٿ پڙهڻ سمجهڻ اچڻ جي، ۽ ان مان فائدو حاصل
ڪرڻ بدران صرف طوطي وانگر پڙهندا رهندا، پر ان تي عمل
ڪونه ڪندا ته ان مان ڪجهه به هٿ حاصل ڪونه ٿيندو.
اهڙو پڙهڻ آهي صرف رسم رواج جو اهڙو ڪرڻ.

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، "پر سڀ ماڻهو انهن تي نه
ڪن ٿا."

حضور جن فرمايو، "اهائي ته عجب جهڙي ڳالهه آهي.
هي ته انهن تيئن جيئن بيمار جي سور لاءِ ڊاڪٽر جو نسخو
بار بار پڙهڻ. پر سور ته تڏهن لهندو جڏهن توهين ڊاڪٽر
جي نسخي موجب دوا ٿا کائيندا، هن جي هدايتن اوسار وٺندا.
هڪ ماڻهو ڪشمير وڃڻ لاءِ ڪشمير جو گائيڊ بڪ خريد
ڪري صرف پڙهندو ٿي رهي ته، پر اتي پهچڻ لاءِ هڪ
وک به اڳتي نه کڻي، ڇا هو انهن ڪرڻ سان ڪشمير پهچي ويندو؟"

وڪيل صاحب چوڻ لڳو، "پوءِ ته ڌرمي ڪتابن پڙهڻ
جو ڪو فائدو ئي ڪونهي؟"

حضور جن فرمايو، "نه! ڪجهه فائدو نه ضرور آهي.
انهن جي پڙهڻ سان من جو جهڪاءُ پرمارٿ جي طرف ٿئي
ٿو ۽ پرماتما سان ملڻ جي چاهنا جاڳي ٿي پر اسانکي اهڙي
اهڃاڻ وڃڻ نه گهرجي. ڌرمي گرنٿ اسانکي مالڪ سان ملڻ
جو رستو ٻڌائين ٿا، روحاني راهه ۾ جيڪي رڪاوٽون اچن
ٿيون انهن جو ورنن ڪن ٿا ۽ انهيڪي دور ڪرڻ جو اُپاءُ
ٻڌائين ٿا. گرنٿ پوٿيون رچيندڙ مهاتما اهو به ٻڌائين ٿا ته
هنن من کي جيتڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءُ ڪيا. جيئن توهان جهڙو
هيئڙ شبد ٻڌو ان ۾ گورو ارجن ديو جن پرهڻجي اهڙو جو
لاڀ وٺڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ اچاءِ صرف ان شبد جو پاٺ
ئي ڪندا رهنداسين نه منهنجي خيال ۾ پرماتما جي پراپتي

جي ڏس ۾ ڪجهه به واڌارو ڪري ڪونه سگهندا سين.

ان لاءِ راءِ صاحب راجپت گوپال چيو ته خود گورو نانڪ صاحب جن فرمايو آهي:-

"پڙهيئه جيتي برس برس، پڙهيئه جيتي ماس،
پڙهيئي جيتي آرجا، پڙهيئه جيتي سانس،
نانڪ ليکي اِڪ گل هور هومي جهکنا جهاک."

يعني ڪير ڪيتي مهنا، سال ۽ ساري زندگي ڇو ڪين پاٺ ڪندو رهي پر صرف هڪ ئي ڳالهه ليکي ۾ لکجي ٿي ۽ اها آهي سرت کي شبد سان جوڙڻ، باقي ٻيو سڀ بيڪار ۽ وترمق آهي.

حضور جن فرمائڻ لڳا، "صحيح ڳالهه ته اها آهي ته گرنٿن جو پاٺ ڪرڻ ڪا خاص اهميت ڪونه ٿو رکي. گورو ارجن ديو فرمائين ٿا ته مون ڏاڍي ساوڌاني ۽ غور سان ويد پڙهيا، ڪتنائي لوڪ جي ساڌنا ڪير، ان سان شامل ٿيون جيڪي به ڪرياڪرم ڏولي، ليتي، ڌوتي ۽ نولي وغيره به ڪير پر انهن ڪرڻ سان ڪام، ڪروڌ، لوڀ، اهنڪار ۽ سنساري بيمارين جو موهه دفع ڪونه ٿيو. جيڪڏهن گرنٿ پوٿين جي پاٺ سان موڪش ملي ها ته پوءِ راوڻ کي موڪش ڇو ڪين مليو؟ هو ته ويدن جو مهاودوان ۽ ٽيڪاڪار پنڊت هو. توهان سڀني کي خبر آهي ته هن جو چرتر ڪهڙو هو. اڄ تائين به هر سال هن جو پتلو جلايو ويندو آهي. ماڻهو سمجهن ٿا ته گرنٿ پوٿين جي پاٺ ڪرڻ سان ۽ تيرٿن ۽ لڌهن ۾ اشنان ڪرڻ سان پاپ ڌوپجي ٿا وڃن پر جيڪڏهن هو گهرائيءَ سان وچار ڪن ته هنن کي جيڪر خبر پئجي وڃي ته پاپن جي ميل لهڻ بجاءِ انهن پاپن ۾ هڪ ٻيو به پاپ گهڻ جي وڃي ٿو. اهو آهي پاڻکي اِين کان وڌيڪ

وڌوان، پنڊت يا ڌرماتما سمجهڻ جو پاپ پڻ اهنڪار جو پاپ.

پر گورو ارجن ديو مهاراج جن صرف اهڙو ئي چٽي شالس ڪوله ٿيا آهن. هو وڌيڪ فرمائين ٿا ته مون مڙن ورهه جي ڀاري ۾ ڪاهي ڪجهه پڙهيو هو، سو مون مڙن ورهه ۾ ڏارڻ ڪيو. مان وسندي ڇڏي جهنگلن ۾ رهڻ لڳس. اتي ٻيا ڪيهن وستر جي رهڻ لڳس. مون سڀ ڪجهه ٿيا ڳ... ڪري ڇڏيو. هٿن ۾ ئي ڪاٺ لڳس، ڪوه پاسڻ اوڻ ڪٽڻ ڪوله آندم. ٿل ٿوُل ئي ئي گذارو ڪيم. سڀئي تيرٿن جي ياترا ڪيم. برفيلي پهاڙن ۾ وس. پوڙ لڏهن ۾ اشنان ڪيم. ڪاشيءَ ۾ ڪروت هيٺان پنهنجي شرير جا ٽڪرا ڪرايم. اهي سڀ ساڌنون ڪندي به منهنجي اندر جون اکيون کين کليون. ڪاشيءَ جي هڪ مندر ۾ هڪ وڏي ڪاراني رکيل هئي، انهن متعلق ۾ اهڙو هو ته ڪوبه ماڻهو کهڙي به آس من ۾ رکي ان ڪاراٽيءَ هيٺان پنهنجو پاڻ ڏيندو ته هن جي اها آس پوري ٿيندي.

وڪيل صاحب حيرانيءَ ۾ اچي چيو، "ڇا ماڻهن ان آري هيٺان پنهنجا ٽڪر ڪرايا؟ هي ايترا ڪندي ته بي رحمي!"

سردار ڪيسر سنگهه چيو، "ڪندي ته جهالت!"

حضور جن فرمائڻ لڳا، "مڪتي پائڻ لاءِ ماڻهن ان کان به وڌيڪ ڪشٽ سٺا آهن. پر انهن سڀني جو اهڙو ڪهڙو لڪتو، توهين پاڻ سوچي سگهو ٿا.

نوجوان وڪيل چيو، "پر حضور! ڪيترائي سان انهن ڪيل تپسيائن جو ڪجهه ته ڦل هوندو؟"

حضور جن وراڻيو، "بيشڪ انهن تپسيائن جي ڦل

سروپ ساڌ ڪاهن اُمر ڪنب ۾ جمر ولي لو، راجا ٺهي لو يا ڪو نامور ليتا يا شاهوڪار واپاري ٿئي لو. اهين ۾ ممڪن آهي ته هو جڳن نائين سرڳن جا سک ماڻيندو رهي پر مالڪ جو مشاهدو اهن ساڌن سان ڪولہ ٿو ماڻي سگهي.
گورو ارجن ديو مهاراج جن هتي اهن سڀني ساڌن ۽ ڪاما جي ڪليشن جو ورلن ڪير آهي جيڪي هن من کي جيتڻ لاءِ ڪيا. ٻڌايو ۾ چون ٿا ته اهي سڀ ساڌن ڪرڻ سان مولڪي مالڪ سان ميلاپ ڪرڻ ۾ ڪجهه به سهائتا ڪا ملي.

سردار ڪيسر سنگهہ پڇڻ لڳو، "اهي سڀ ٽيشائون گورو ارجن ديو جن خود ڪيون؟"
حضور جن وراڻيو، "هو گنڌوال جنهن جي اهون جو ذڪر ڪن ٿا. من کي وس ڪرڻ ڏاڍو ڪٺن آهي، صرف ستگوروه جي ديا مهر ٿي هندي چپي ڪان انجالي سگهي ٿي."
سردار ڪيسر سنگهہ سوال ڪيو، "من کي وس ڪرڻ لاءِ گورو صاحب ڪهڙو اپاءُ ٻڌايو آهي؟"

حضور جن وراڻيو ته گورو صاحب فرمائين ٿا ته هيڪي ساڌن پرماتما کي پائڻ لاءِ اڪثر ڪري عام لوڪ ڪندا آهن، جن هن مان اهي سڀ ساڌن ڪري هاري ٿڪس، ناڪامياب رهيس، تڏهن گوروه جي چرڻ ۾ ڪري پوس ۽ ستگورن مولکي انهد شبد، هري ڪيرتن يا دوءِ ڏنيءَ جو مارگ ٻڌايو. سڀني سنتن جو به اهو ئي مارگ آهي. هر ڪنهن ديش جي سنتن هر جڳ ۾ ان ئي مارگ کي اپنايو آهي. مسلمان فقير ان کي "ندائي آسماني" يا "سلطان ال اذڪار" چون ٿا. براهمڻ رشين اُنکي "اڪاش واڻي" سڏيو آهي. عيسائي مهاتما اُن کي "ورڊ"

يا ” اوڪاس “ ٿا چون. هيءَ اهڙي نه مڌر ۽ رسيلي ڌن آهي جو جيڪڏهن آتما اُنکي صرف هڪ ڀيرو ٻڌي نه هن جي سموري ميل ۽ غلاضت لڪري وڃي.

سردار ڀڇڻ لڳو، ” حضور! اهڙي ڪا نشاني يا ڪسوٽي آهي جو سنت کي ٻرکي سگهجي؟ “

حضور جن فرمايو، ” ها! اهڙيون نشانيون ضرور آهن. پر هڪ ڀهتل آتما ئي سنت کي سڃاڻي سگهي ٿي. هڪ الف بي پڙهندڙ ٻار هڪ ڪاليج جو پرنسيپال، جو ايم اي يا پي ايڇ ڊي آهي اُن جي علميت ۽ قابليت جو اندازو ڪيئن ٿو لڳائي سگهي؟

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو، ” گرنٿ صاحب ۾ گوروءَ کي پرماتما جو سروپ مڃيو ويو آهي ۽ گوروءَ لاءِ پڻ اهائي ڀڳتي ۽ اهڙي شرڌا هئڻ کپي جهڙي پرماتما لاءِ. پر سنت نمرتا جا ڀنڊار ٿيندا آهن. گورو گوبند سنگهه صاحب فرمائين ٿا:-

” مئن هون پرم پرک ڪا داسا، ديکن آيو جڳت تماسا. “

يعني مان نه پرماتما جو هڪ ننڍو سيوڪ آهيان، هن سنسار جو ناٽڪ ڏسڻ آيو آهيان. “ ” پوءِ انهن وچارن ۾ اهو فرق ڇو آهي؟ “

حضور جن جواب ڏنو، ” ڪڏهن به سنت ڪڏهن به انهن ڪو نه چيو آهي نه مان پرماتما آهيان. انهن هميشه پاڻکي پرماتما جو داس يا شيوڪ سڏيو آهي. در اصل، هو نه نمرتا جا اوتار آهن ۽ نماڻائيءَ وچان ئي هو ائين چون ٿا. پر انهن جي هن ڪٿن سان هنجو شان يا مهانتيءَ ۾ گهٽجي نٿي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا، ” ڪهه نانڪ هم نيچ ڪرما. “ تنهڪري اسانکي سندن اکرن جو اوقا

جيئن جو ليکن ڪٿي ڪهڙي جا؟ بلڪ صاحب فرمائين ٿا ته
زندگيءَ ۾ مون صرف پاپ ئي پاپ ڪمايا آهن. پر ايئن
ته آهي ئي ڪونه. اهڙن وچن مان هنجي نمرتا ۽ دينتا
ئي ظاهر ٿئي ٿي. در اصل، سچي نمرتا صرف سنتن ۾
ئي ملي ٿي. دنيادار نه نمرتا ۽ دينتا جو مطلب ئي نه
ٿا سمجهن. جيتوڻيڪ سنت پالڪي داس ٿا سڏين پر سمجهڻ
وارا سمجهن ٿا ته هو مالڪ جو روپ ٿيندا آهن.

سردار ڪيسر سنگهه چيو، ”حضور! اسين جڏهن ڏيري
۾ پهتاسين ته هڪ ماڻهو ڪبير صاحب جو شبد پڙهي رهيو
هو ته منهنجو ستگورو مونکي پرماتما کان به وڌيڪ پيارو آهي.“

راءِ رلچيمن گوپال چيو، ”حضور! ڪبير صاحب جو
هي دوهو ته تمام مشهور آهي:-
”گور گوبند دونون کڙي، ڪس ڪي لاگون پايه،
بلهاري گورو آپني، جن گوبند ديو دکايه.“
يعني منهنجي سامهون منهنجو ستگورو ۽ پرماتما بيٺا آهن.
مان پهرين ڪنهن کي سلام ڪريان؟ ضروري آهي ته مان
پهرين پنهنجي ستگورن جي چرنن ۾ سيس نوايان ڇاڪاڻ ته
هنجي ئي ڪرپا سان مونکي پرماتما جو درشن مليو (ان ته
هن پاڻ کي گپت رکيو هو.)
حضور جن فرمايو، ”هي نه هڪ شيوڪ جو پنهنجي
ستگوروءَ جي لاءِ صدق، پريم ۽ شڪرگذاريءَ جي اظهار
ڪرڻ جو طريقو آهي.“
سردار ڪيسر سنگهه سوال ڪيو ته پرماتما لاءِ منش جي
روپ ۾ اوتار ڌاري اچڻ ممڪن آهي؟
حضور جن جواب ڏنو، ”ان ۾ ناممڪن ڇا آهي؟ جڏهن
۽ پرماتما هن سنسار ۾ اچي ٿو ۽ هو اچي به ضرور ٿو، نه

هميشه منش جي روپ ۾ ئي اچي ٿو. جيڪڏهن هو فرشتو
ٿي اچي يا ديوي ديوتا ٿي اچي ته جيڪر اسين هنکي
ڏسي ڪين سگهون ۽ نڪي هو اسان سان ڳالهائي ٻولهائي
سگهي. ڳالهيون ٻڌون ۽ نڪي نه هر طرح اسان کان هيٺ
آهن. آهي اسانکي اپديش لئا ڏيئي سگهن. ان ڪري هو
منش جو روپ ڌارڻ ڪري ئي منش کي سمجهائي سگهي ٿو.
صرف انسان ئي انسان کي گيان ڏيئي سگهي ٿو. جڏهن به
ضرورت پيئي پرماتما هر ديش، هر سمي منش جي روپ ۾
پرگهٽ ٿيو آهي ۽ هميشه پرگهٽ ٿيندو رهندو.

سردار ڪيسر سنگهه چيو ته سنتن کي سڃاڻڻ لاءِ نشانيون
ته ضرور هئڻ کپن.

حضور جن ڪاي ڏلو ۽ فرمائڻ لڳا، "نه! اهو ڪو ضروري
ڪونهي. جن جيون لاءِ هو اچن ٿا، اهي جيو ڪين آساليءَ
سان سڃاڻي سگهن ٿا."

سردار ڪيسر سنگهه وري سوال ڪيو ته پوءِ پرماتما پاڻ
کي منش جي نظرن کان ڇو لڪايو آهي؟

حضور مهاراج جن پرڪندي فرمايو، "پرماتما ان منش
کان ڪڏهن به الڳ ڪونهي جو صحيح معنيٰ ۾ منش آهي.
ڇا اسين صحيح معنيٰ ۾ منش آهيون؟ اسين ته بهتر درجي
جا ٻن ٽنگن وارا جانور آهيون جن ۾ انهن جانورن جي پيٽ
۾ ٿوري ٻڌي وڌيڪ آهي. صحيح معنيٰ ۾ انسان ته اهو
آهي جنهن پنهنجي مول شڪتين کي واپس پاتو آهي ۽ ان
خزاني کي ڳولهي هٿ ڪيو آهي جو پرماتما هن جي
واسطي هن جي شرير ۾ رکيو آهي. اسين ته صرف شرير ۽
من جي هل تي لڳي رهيا آهيون. اسانجي اندر اهڙيون
شڪتيون موجود آهن جي سُتيون پيئون آهن. جڏهن انهن

کي جاڳرت ڪيو ته هن کي انسان صحيح معنيٰ ۾ انسان بڻبو. پورڻ پرش ته اهو آهي جنهنجي نگاهه ڏوليءَ کان ولي آڪرپن روحاني مندلن تائين وڃي ٿي. پرماتما هن کان لڪل ڪونهي. منش جيتري قدر الهيءَ اندرڪ چيتنا کي جاڳرت ڪندو ويندو، اوترو ئي هو صحيح معنيٰ ۾ منش بڻبندو ويندو.

سردار ڪيسر سنگهه چيو ته ان ۾ ته شڪ جي ڪا گنجائش ئي ڪانهي ۽ حقيقت بلڪل صاف ظاهر بيٺي آهي.

پوءِ ڪيول ڪرشن چيو، "اسان لاءِ ته اهو سڀ ڪجهه هڪ پروليءَ بيٺي لڳي."

ان تي داتا جن فرمايو، "برابر، پرهيءَ اها پرولي آهي جنهنکي حل ڪري سگهجي ٿو. حقيقت ته اها آهي اسان ڪڏهن به پروليءَ کي سلجهائڻ جي ڪا ڪوشش ئي ڪانه ڪئي آهي."

پوءِ ڪيول ڪرشن وري سوال ڪيو، "مهاراج جي، پرماتما پاڪ ۽ پوترتا ۽ نيڪي جو خزانو آهي، پوءِ هنجي سرشٽيءَ ۾ پاپ ۽ برائي ڪٿان آيون؟"

راءِ رائچند گوپال چيو، "برائي ۽ ڀلائي منش جي دشٽي نگاهه تي مدار ٿي رکي. پورڻتا جي نظر سان ڏسجي ته اپورڻتا نالي ڪا وستو ئي ڪانهي. برائي آهي ئي ڪانه، پر هرڪڏهن پيٽ ڪري ڏسندا آهيون ته برائي نوس حقيقت آهي پر هن سنسار جي سڀاڳن ۾ برائي به هڪ ضروري ڳالهه آهي."

پوءِ ڪيول ڪرشن پڇيو، "حضور! برائي ۽ پاپ جي اُتپتي ڪٿان ٿي؟"

حضور جن وراڻيو، "هر چيز پرماتما ئي پيدا ڪئي آهي."

پنڊت پڇڻ لڳو، ”چا ! پاپ ڪي ٿو ؟“
حضور جن وراڻيو، ”ها ! چالو، پاڇو ۽ راس چا جي پيداش آهن ؟ سورج جي.“
پنڊت ڪيول ڪرشن ڏاڍي الاولائيءَ سان پڇڻ لڳو، ”حضور ! سچ پچ شيطان ٿا جنهنڪي سنت ڪال چوندا آهن، آهي چا ؟“
حضور جن وراڻيو، ”اهو سندبهه ٿيندو آهي.“
پنڊت سوال ڪيو، ”پرماتما شيطان ڪي پوء بڻايو چو ؟“
حضور جن جواب ڏنو، ”اسانجي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاء. شيطان جو هئڻ به ڏاڍو ضروري آهي. ڇاڪاڻ جو زهر ٻين لاء برابر زهر آهي پر سندس لاء نه.“
نوجوان وڪيل پڇيو، ”حضور ! استريءَ جي ڪشش ۽ پريم ڪان ڪيئن بچجي ؟“
حضور جن فرمايو، ”پريم ۽ ڪام واشنا ۾ زمين آسمان جو تفاوت آهي. پريم مٿي ٿو کڻي پر ڪام هيٺ ٿو ڪيرائي. پريم آتما جو سڀاءُ آهي پر ڪام اندرين جو. پريم اهو الوڪڪ ڀاو آهي جو مالڪ جي ديا مهر سان پرگهٽ ٿئي ٿو پر ڪام گندين گهٽين جي ونشا آهي جنهن ڪان هر ڪنهن ۽ پرمارٿي شخص کي بچڻ کپي. اسين پريم ۽ ڪام جي وشيه جي ڪرين ٿي ڪولي پر جيڪڏهن اسين هر روز صحيح چند چاڻ ان ڳالهه تي ويچار ڪرڻ لاء ٿورو ئي وقت ڏيون ته جيڪر واشنا جي ڪشش کان بچي پئون.“
راء صاحب رنجيت گوپال چيو، ”مولانا روم صاحب فرمايو آهي ته جنهنڪي دنيا عشق سڏي ٿي اهو پيٽ ڀري کائڻ ڪري گرميءَ ڪارڻ پيدا ٿئي ٿو.“
حضور جن فرمائڻ لڳا، ”اسانجي اکين ۾ ڪام واشنا

جو پردو پيل آهي. الڪري هن ديهه روپي نجوڙيءَ ۾ پد ٿيل انمول هيري، يعني آتما کي اهي ڏسي نٿيون سگهون. جيڪڏهن اسين هن مٽيءَ ۽ ماس جي ٺهيل ديهه کان اوچو اٿي مٽي ڏسڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته پرماتما جي راجڪماري يعني آتما کي ڏسي سگهنداسين جنهنجو هن ڪايا روپي نگريءَ ۾ نواس آهي. اها ڪيڏي دک ۽ غم جي ڳالهه آهي جو ديهه روپي گندو ۽ غليظ قائل ننڍل ۽ ناسولس پردو منش کي اهڙو اندو بڻائي ڇڏي ٿو جو ڪيس پنهنجي اندر ڇپيل سورج جو لهج ۽ جلو ڏسڻ ۾ نٿي ڪو ٺ ٿو اچي."

سردار ڪمر سنگهه چوڻ لڳو، "ڪاٺ جي فريم ڏانهن ته اساجو ڌيان وڃي ٿو پر ان ۾ پيل اديت تصوير جي منوهر سندرتا کان اسين بلڪل غافل ۽ اڻڄيت آهيون. اسين ته صرف ان ڪاغذ جي پڙيءَ کي ئي ڏسندا رهون ٿا پر ان رتن جو ته ڪو خيال ئي ڪو ٺ ٿا ڪريون جو هريءَ ان پڙيءَ ۾ وجهي رکيو آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن سوال ڪيو، "مهاراج جي، پرماتما هن سرشٽيءَ جي رچنا ڇو ڪئي؟"

حضور جن جواب ڏنو، "اساڃي ڀلائيءَ خاطر."

ان تي پنڊت ڪيول ڪرشن وري چيو، "شاسترن جو ڪٿن آهي ته هي سڀ سندس ليلا آهي، موج آهي."

ستگورن فرمايو، "مالڪ جي رچنا جي پويان مقصد ۽ رٿا آهي ۽ هيڏي ڪاڻ ڳالهه بنا مطلب جي ڪانهي."

ان مهل راولپنڊي ۽ پشاور باسي جا ڪي ستسنگي آيا ۽ حضور مهاراج جن جي چرڻن ۾ متو ٽيڪي واهي رهيا. حضور جن هرهڪ کان سندن ڪٽنب پروار جي خوشحالي باہت

پڇيو. انهن پوءِ حضور جن کي هڪ نوجوان جو ريل هيٺان اچي مرڻ جو ڏاڍو ڏکدائي قصو ٻڌايو. هڪ ننڍو پرڻيل جوڙو ڄالو اسٽيشن کان گاڏيءَ ۾ چڙهيو هو ۽ ٻاري اسٽيشن لئي ٻئي ڪجهه منائي ۽ ميوو پنهنجي استري لاءِ وٺڻ لاءِ لٿو. ويندڙ وقت پنجين روپئي نوٽ جو ڇڙو ڪوله هو، اڪري بڪنگ آفيس مان مٽائڻ لاءِ ويو. ايتري ۾ گاڏي هلڻ لڳي. نوجوان کي هٿ ۾ ميوو هو ۽ جيئن ئي هن هلندڙ ريل ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ته پير ترڪي ويس ۽ گاڏيءَ هيٺان اچي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. وچاري شاديءَ کان پوءِ پهريون ڏهاڙو ئي ساهري وڃي رهي هئي ۽ ڪيس پنهنجي ساهري ڳوٺ جي نالي جي به خبر ڪونه هئي. صرف ايترو ٻڌائي سگهي ٿي ته اڳين پيري اسان لڌيانا اسٽيشن تي ڪنهن اسٽيشن لاءِ گاڏي مٽي هئي ۽ ان اسٽيشن کان منهنجو ساهرو گهر پنج ميل پري آهي.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، "هي ڀڳوان! هن دنيا ۾ ڪيڏا نه ڏک ۽ ڪليش آهن."

حضور جن وراڻيو، "مسلمان درويش هن دنيا کي "دار المصائب" 'مصيبتن جو گهر' ڪري سڏيو آهي. هن دنيا ۾ ڪڏهن ڪنهنکي سچو سک مليو آهي؟"

سردار ڪيسر سنگهه اعتراض ڪندي چيو ته حضور! ائين ڪيئن چئجي ته هن دنيا ۾ صرف ڏک ئي ڏک آهي. هتي ته خوشي ۽ غمي ٻئي گڏ ٻون پيئون آهن. ڪي ماڻهو ته سچ پچ ڏاڍا سکي آهن.

حضور جن ڪيس جواب ڏنو، "نوهين الدرين جي ڪڻ ٻنگر ٻوڄن کي ئي سچو سک سمجهي ويٺا آهيو. موت، مفلسي، مرض، ٻڍاپو، اچانڪ حادثن جي ڏپ سندي تلوار

دائما مفش ني لنڪندي رهي ني. ڪنهنکي نه پٽ جي موت جو خوف لڳو پيو آهي نه ڪنهنکي پنهنجي يا پنهنجي زال ني بيماريءَ جي نازل ٿيڻ جو خطرو، نه ڪنهنکي واپار ۾ گهاٽي پوڻ جو ڳڻتو ڪاٽي رهيو آهي. پوءِ هن ڏکن ۽ ني ڏيهه ۾ سک ڪيئن ملندو؟ ذرا اسپتالن ۾ وڃي ڏسو نه ڪيئن هزارين ماڻهو دک ۽ ايڙا سبب پيا لڙڪن. هر روز ڪورٽن ۾ ڏسو وڃنا نه ماڻهو ڪيئن نه چڪين ماس پيا ڪائين، ۽ فوجداري مقدما پيا لين ۽ جيل جون سزائون پيا ڀوڳين. ڏسندا آهيو نه ويچارن فوجدارن خلاف ڪيئن ڏگريون پيئون تعميل ٿين، سندن مال ملڪيت ضبط ڪري نيلام پيو ٿئي ۽ سندن ٻارن ٻچن کي سندن اڳهين مان هڪالي ڪڍيو او وڃي. چڪو، توهين انهن سڀني ڳالهين کي ڪٺي نظر انداز ڪريو پر توهين ان ڳالهه کان نه انڪار ڪري نٿا سگهو نه موت اٽل آهي.

سچو ۽ دائما سک نه صرف تڏهن ملندو جڏهن مفش مالڪ ڏانهن رخ ڪندو ڇاڪاڻ نه هو سچي ۽ پائدار آنند جو ساگر آهي. جن لعن مان هيءَ دنيا ٺهي آهي اهي ئي ناس ٿيندڙ ۽ فنا آهن پوءِ توهين دائما سک ۽ شانتيءَ جي اميد هتي ڪيئن ٿا رکي سگهو؟ پلي توهين دنيا جي سڀ ڪان سڪي ماڻهوءَ سان ملو، توهين ڏسندا نه هنجي دل جي اندر ٿين لهه ۾ تراسا، اداسي، هيڪلائي مطلب نه ڪهڙي نه ڪنهن ڳالهه جي ڪمي پسندا. اها ئي چئني آتما کي پنهنجي اصل يعني پرماتما کان وڇڙڻ جي ڪارڻ آهي. اها تڙڦ آهي بوند جي ساگر ۾ سمائجڻ لاءِ.

٦ سردار ڪيسر سنگهه چيو، "حضور مان سمجهان ٿو نه صرف اهڙي ڪرڻ سان ئي پاڻي ولوڙڻ مان ڪجهه به نه ٿيندو

ڪونه ٿيندو. ان هوندي به منهنجي دل ۾ ورورڪري
اهو سوال ٿئو اٿي ته پرمالما هيءَ سرشٽي ڇو بڻائي ڇو؟ هن
اسانکي سڪندڙ مان ڪڏهن هيٺ ڇو موڪليو." هن سنسار
۾ ايڏا ڏک، درد ۽ ڪشٽ ڪليش ڇو پيدا ڪيا آهن؟"

حضور جن فرمايو، "مان ڊاڪٽر جانسن کي ڇولڊس له
توهانکي هڪ ڪهاڻي ٻڌائي جا مون ڪيس ڪجهه ڏينهن
اڳ ٻڌائي هئي. شايد اها اوهانکي پسند اچندي."

ڊاڪٽر جانسن هڪڙو اميرڪن ستسنگي هو جنهن ڏيري
۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. ڳالهه ٻولهه هلندي هو چپ چاپ
اچي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهيو هو. هن مشڪي چيو ته اها
ڏاڍي ولندرائيندڙ ڪهاڻي آهي ۽ ان ذريعي لوهان جي
شڪا جو به سماڌان ٿي ويندو. مان شايد اهڙي سني نموني
۾ اها ٻڌائي نه سگهان جنهن اثرائتي ڍنگ سان حضور جن
مونکي ٻڌائي هئي. ان هوندي به مان ڪوشش ڪريان ٿو.
اها هڪ انڌي ماڻهوءَ بابت آهي جو هڪ گهري کوهه ۾
ڪري پيو هو. اتفاق سان اتان هڪ ماڻهو اچي لنگهيو ۽
انڌي ماڻهوءَ جي اهڙي درگتي ڏسي کيس قياس آيو ۽
هنکي کوهه مان ڪڍڻ چاهيائين. انڪري هن هڪ وڏي
نوڙيءَ جو هڪ پاسو کوهه ۾ وڌو ۽ انڌي ماڻهوءَ کي چيائين
ته ان کي جهلي ته توکي ٻاهر ڪڍان. نوڙيءَ کي جهلڻ بدران
انڌي ماڻهوءَ هن سان اجايا سجايا سوال ڪرڻ لڳو ته اهڙي
گهري کوهه ۾ مان ڪيئن ڪريس، توهين مونکي ان مان
ڇو ٿا ڪڍو؟ ان ۾ توهانجو ڪو شخصي مطلب آهي ڇا؟
آخر کوهه کوٽايا ڇو ويا آهن؟ سڀ کان پهريان کوهه ڪنهن
کوٽايو؟ ان ڳالهه جي ڪهڙي خاطري آهي ته مان وري ٻئي
کوهه ۾ ڪونه ڪرندس وغيره وغيره.

هنجي فضول سوال ڪري ان ڏاهو پرش جو ڌيرج ٽٽي
پيو پر ان هوندي به هن شانتيءَ سان ڪيس چيو ته پنهنجي
ڀلائيءَ خاطر هيٺئين رسيءَ کي سوگهو جهل، پوءِ مان جڏهن
توکي ٻاهر ڪڍان ته پنهنجي فرصت ۾ ان مسئلي تي آرام
سان ويچار ڪج. وري الڏو ماڻهو ساڳيا ئي اهڙا سوال
ڪرڻ لڳو ته ڀلا مان ڇو هن کوهه ۾ ڪري پيس ۽ تون
ڪوڏ ڪرين؟

ڏاهو ماڻهو کيس چيو، "ڀائي! مونکي ٻيا به ڪيترائي
ضروري ڪم آهن انڪري تون جيڪڏهن جلدئي رسيءَ
کي پڪڙي ٻاهر نه نڪرندين ته مونکي الئي توکي ڇڏي
وڃڻو پوندو."

الڏي ماڻهوءَ چيو نه چڱو، پر ٻڌائين مونکي اهو نه
ٻڌاءِ ته هي کوهه ڪيترو گهرو آهي ۽ هي ڪڏهن ۽ ڇو ٺهيو؟

کوهه مان ڪڍندڙ ماڻهوءَ کيس جواب ڏنو، "هي کوهه
ايڏو ته گهرو آهي جو نه جهڙن الڪ ماڻهن جي قبر ٿي
سگهي ٿي." ائين چئي هو روانو ٿي ويو.

الڏي ماڻهوءَ جي ان بيوقوفيءَ تي سڀ کلڻ لڳا. تنهن
تي حضور فرمايو، "اسين سڀ ائين ڪين ٻيا ڪريون
ٿا؟ حقيقت ۾ اسانجي ٻڌي ۽ واد وواد اسانجي ڇوٽڪاري
جي راهه ۾ ڪِلن رڪاوٽون ٿيون پيون."

پوءِ ڪيول ڪرشن چيو، "حضور! اهو بلڪل صحيح
آهي، پر هڪڙو سوال مونکي هميشه پريشان ڪري ٿو ته
سڀ ڪجهه ٻڌڻ ٿي ڪم ٿيو پيو آهي ڇا؟ اسين پنهنجي
مرضيءَ مطابق انڪي گهٽائي وڌائي سگهون ٿا يا نه؟ اسين
پنهنجي اڳيان اوسار ڪجهه ڪري سگهون ٿا يا نه؟"

حضور جن فرمائڻ لڳا، "انڪي سڀ ڪجهه ٻڌڻ ڪم

ٿيو پيو آهي ۽ ان هر ڳالهه ۾ اسين پنهنجي مرضيءَ موجب هلي
سگهون ٿا. هڪ وقت هو جڏهن اسين سوتنتر هئاسين ۽
اسين پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪرم ڪري سگهياسين ٿي.
اسان ڪرم ڪيا، انهن ڪرمن جو نتيجو نڪتو ۽ اهو
"نتيجو يا ڪرمن جو ڦل" اسانجي پرالبڌ بڻيو. اسين ان
کان پاڻ ڀڄائي ڪين سگهياسين. اسان وري ڪرم ڪيا پر
ان دفعي اسانجي سوتنتر اڇا تي اسانجي پُراڻن ڪرمن جو
اثر رهيو ۽ اسانجا ڪرم اسانجي گڏيل ڪرمن جي ڦل
مطابق ٿي پيا. انهن ڪرمن ڪري پاڪ بڻيو ۽ ان ڪارڻ
اسانجي پنهنجي مرضيءَ موجب ڪرم ڪرڻ جي آزادي
گهٽجي ويئي. ليڪن ورهين کان اهي ڪرم ڪندي ڪندي،
اسين انهن جي ڦل جو انبار ڪٺو ڪندا رهيا آهيون ۽ اهڙي
رهت ڦل ۽ پرالبڌ ڦل (يعني ڦل ۽ ان ڦل جو ڦل) جي اها
زنجير اسانجي امت پرالبڌ بڻجي پيئي آهي. ان پرالبڌ موجب
ٿي اسانجو شرير، من، بڌي وغيره بڻجن ٿا ۽ اهي اسانکي
ان مطابق خاص مارگ تي هلڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا. اسانجي
گڏيل ڪرمن موجب اسانجي اڳوڻي زندگي بڻجي ٿي ۽
اسانجي موجوده ڪرمن مطابق اسانجي ايندڙ زندگي بڻجندي.

اسان جيڪي اڳين جنمن ۾ ڀوڳيو آهي اهو اڄ لڻي
رهيا آهيون ۽ جيڪي اڄ ڀوڳي رهيا آهيون اهو اڳتي هلي
لڻنداسين.

هن وقت اسين ٽن قسمن جا ڪرم ڪري رهيا آهيون.
(١) نوان ڪرم جنکي ڪريمان ڪرم چئجي ٿو. (٢) پرالبڌ
ڪرم جي اڳين جنمن جو ڦل آهن. اهي ڪرم گڏو گڏ هلي
رهيا آهن. هاڻي توهين خود ٿي فيصلو ڪري سگهو ٿا تہ
اسين ڪيتري قدر آزاد آهيون ۽ ڪيتري قدر پابند جي

زنجيرن ۾ جڪڙيل آهيون. جڏهن ڪي اسين ٻنڌڻ نٿا چئون اهو محض اڳين ڪيل ڪرمن جو ڦل آهي. اهو ٻنڌڻ، اسان تي ٻڌل آهي ۽ هيئر اسين تي آئنده جو ٻنڌڻ ٻڌائڻ ۾ لڳا پيا آهيون.

اسين جيڪو به ڪرم ڪريون ٿا اهو ڪنهن اڇا يا ڪامنا، جي آڌار تي ڪريون ٿا. اهي اڇائون اسانجي اندر جنم جون زنجيرون ٺاهي ٻڌن ٿيون. ان ڪري انهن مان مڪتي يا ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو ڪبول هڪ ئي رستو آهي ته اسين اڇا رهت يعني نشڪام ڪرم ڪريون. اسين ڪنهن به اڇا کانسواءِ ڪرم ڪريون ۽ انجي ڦل جي ڪابه آس نه رکون. تن ۽ من، ڌن استري ٻار ٻچا وغيره مطلب ته سڀ ڪجهه پرماتما جي طرفان سونپيل امانت سمجهون ۽ پاڻ کي امانت دار سمجهي ڪم ڪاج ڪريون ۽ ورتون يعني پاڻ کي مالڪ جو ايجنٽ سمجهي ڪاروهنوار ڪريون. ايجنٽ جي هر ڪاروهنوار جي پوري ذميواري سندس مالڪ جي ٿيندي آهي. ايجنٽ کي نفعي نقصان سان واسطو ڪونه هوندو آهي. ڏک، تڏهن ٿيندو آهي جڏهن اسين امانت ۾ خيانت ڪرڻ لڳندا آهيون.

راءِ روشن لعل عيسائيءَ شري مالڪ چيو، ”حضور! ستگروءَ جي دَيا مهر کانسواءِ نشڪام ڪرم ڪرڻ ته ممڪن ناهي.“

حضور جن ورائيو، ”ستگروءَ جي دَيا مهر جي ته هر قدم تي ضرورت آهي. پر فڪر نه ڪريو. ستسنگيءَ جي اندر پوکيل نام جو ٻج ڪڏهن نه اُبرندو. سنسار جي ڪابه طاقت انکي ختم ڪري نه سگهندي. جڏهن به جيو کي سچي ستگروءَ دوارا نام جي بخشش ٿي آهي اهو اوس هڪ ڏينهن سچکنڊ پهچندو.“

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو، ”حضور، گوروءَ جي مدد
جو آسرو رکڻ، مٿس جي ڪمزوري يا ٻزدليءَ جي نشاني
ڪانهي؟ مٿس کي پنهنجي مصيبت جو مقابلو پاڻ ڪرڻ
گھرجي، پنهنجي لڙائي پنهنجي سر جيتڻ گھرجي.“

دليا مهر سنڌي مٺڪ سان حضور جن جو چهرو ٽڙي پيو.
هُن فرمايو، ”پنڊت جي پنهنجي من کي پنهنجي ٻڌيءَ
کي ۽ پنهنجن اڇائن کي ٻئي جي رضا لي ڇڏي ڏيڻ لاءِ نه
پاڻ وٽ ڪا ارادي شڪتي ۽ بهادريءَ جي ضرورت آهي.
جيڪڏهن توهين اندروني روحاني سفر اڪيلو طي ڪرڻ
چاهيو ته توهين ڪري سگھو ٿا پر جيڪي اندر اڳڻ وارين
ڪندايون ۽ رڪاوٽن کان اڳ ئي واقف آهن، تن جي راءِ ڪا
بي آهي. پلا اسين دليوي لڙائن ۾ ٻين کان مدد ڪونه وٺندا
آهيون. ٻيا ڪڏهن مددگار جي، ٻيا ڪڏهن رهبر ۽ رهنما
جي اندر توهين هڪ قدم به هلي ڪين سگھندا. جيڪڏهن
توهان کي ”گورو“ اکر پسند ڪونهي ته توهين ٻلي هنڪي
گورو نه چئو. توهين هنکي پنهنجو مترچئو، ساٿي چئو،
وٺيو ته هنکي داس يا شيوڪ چئو پر جيڪو به مالڪ جي
گهر ۾ اندر وڃڻ چاهيندو انکي رهبر جي ضرورت اوس
پوندي پر جيڪو اندر وڃڻ جي ضرورت ئي ڪو محسوس
ڪري اهو ڀلي ڇا به ڪٿي ڇوري. انجي فيصلي لي ڪڏهن
کي ڪهڙو ڪو اعتراض ٿي سگھي؟

پنڊت ڪيول ڪرشن پڇيو، ”حضور! موت کي منهن
ڏيڻ لاءِ انسان کي ڪهڙي تياري ڪرڻ گھرجي؟“ *

حضور جن وراڻيو، ”اها تياري ته پوري زندگيءَ جو
ڪم آهي. انسان کي پنهنجي زندگي اهڙي طرح وليت
ڪرڻ گھرجي جو موت جو ڏنگ ئي لڪري وڃي ۽ هو موت

وقت ڪجهه به ڊپ يا خوف محسوس نه ڪري بلڪ خوشيءَ
سان الڪي سيمي لڳائي. هڪ پارسي مهاتما چيو آهي،
"ڇا توکي ياد آهي ته جنم وقت تون رئو پئي ۽ ٻيا خوشيون
پئي ملهايون؟ هاڻي زندگي اهڙي طرح بسر ڪر جو موت
وقت ٻيا سڀ روئن مگر تون موج ۾ مست رهين."
بلديو ڪيول ڪرشن پڇيو، "حضور! موت وقت انسان
مري ۾ رهي الله هيڪي ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

حضور جن ورائيو، "حقيقت ۾ جنهن حياتيءَ ۾ جيڪو جو
سچو الله ڪين وڏو آهي اهو موت جو الله ۾ ڪونه وڃي
سگهندو. ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ چئي ٿو ته موت کي واجهو
جاڻي جو منش ٻهڪڻ خيال اون ڌوارڻ مان ڪڍي، من
جي ڦهليل ورتين کي سميٽي اکين جي وچ سي ايڪاگر
ڪري ٿو اهو ٿي ان پرم الله کي پراپت ڪري ٿو.
(گيتا ٨-١٠)

راءِ صاحب رليمس گوپال پڇيو، "حضور سمجهو ته ڪو
زندگي ڀر اهو ابياس نٿو ڪري پوءِ به موت جي وقت اهو
ممڪن آهي؟"

حضور جن ورائيو، "موت جي گهڙي اهڙي پيڙا ۽
ڪشٽ واري هوندي آهي جو وڏا پير پيغمبر به گهبرائجي
ويندا آهن. ڪبير صاحب فرمايو آهي ته موت وقت اهڙي
پيڙا ٿيندي آهي جهڙي جيڪر ڏهه هزار وڇون هڪ ئي
وقت ڏنگين. هاڻي توهين ئي سوچيو ته اهڙي ايذاءَ ۽ درد
مهل ڪوبه پنهنجي من کي ايڪاگر ڪيئن ڪري سگهندو
جيڪڏهن هن ساري حياتيءَ ۾ ابياس ڪري من کي ايڪاگر
ڪيو ئي ڪونهي."
راءِ روشن لعل شڪايت ڪئي ته پنهنجي مهل مولڪي لاءِ

ڏاڍو ٿي ستائي.

حضور جن فرمايو ته روحاني اپياس ۾ جيڪي ٻه وڏيون رڪاوٽون آهن اُهي مان لڳ ۾ هڪ آهي اُهون ۾ آهن آلس ۽ لاغرضي.

راءِ روشن لعل چوڻ لڳو ته حضور اهي ٻئي رڪاوٽون ٿي غالب پئجي ويا آهن.

حضور جن وري دهرايو ته اهي ٻئي - لڳ، آلس ۽ لاغرضي اپياس جا زبردست دشمن آهن.

راءِ رنجيت گوپال پڇڻ لڳو، ”حضور پوءِ اُهن کان پنهنجي جند ڪيئن ڇڏائجي؟“

حضور جن فرمايو ته اپياس وقت جڏهن لڳ يا ننڊ اچي ته اُنجو فائدو وٺڻ گهرجي. پهرين ۾ سقلتا ملي الله جا ڪرپا پوندو آهي؟ پنهنجي خيال کي سڀني اِندرين مان سميٽي اکين جي وچ ۾ ٿي ايڪاگر ڪرڻو پوندو آهي. هاڻي سوچو ته جڏهن مهل ٿوهانکي لڳ ٿي اچي ان وقت ۾ توهانجو ڌيان سڀني طرفن کان هٽي اکين جي وچ ۾ ٿي ايندو آهي پر ان وقت انجو لاڙو يا جهڪاءُ هيٺين طرف ڪنهن ڏاهن ٿيندو آهي. لڳ جي ڪارڻ اهو جيڪو سمٽاءُ ٿئي ٿو انجو ٿي فائدو توهانکي وٺڻو آهي. ان وقت پنهنجي ڌيان کي اکين جي وچ ۾ مضبوطيءَ سان استر رکو ۽ ٽيسري تل ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪريو. اهڙ ان وقت ايندي آهي جڏهن اسانجو خيال اکين مان نڪري ڪنهن چڪر ۾ ايندو آهي. اهو اِي ڌيان جڏهن اکين کان هيٺ ٻاهر نڪري ٿو ته اسين جاڳي ٿا پئون. توهين ان ڌيان کي نڪي هيٺ، نڪي ٻاهر وڃڻ ڏيو. ان ڌيان کي لڳ ۽ جاڳرت اوستا جي وچ ۾ استر ڪري رکو پوءِ توهين ڏسندا ته توهانجو ڌيان تيسري تل

ڏانهن الله وچي رهيو آهي.

راه روشن لعل چيو ته آلس ۽ ڪوڙ ته آلما جي گهري لاءِ وائڪر آهي.

حضور جن ورائيو ته آهو به علاج ٿي سگهي ٿو. سستي اڪثر گهٽي ڪاڌي کائڻ ڪري ٿيندي آهي. ستسنگيءَ کي کائڻ ۽ سمهڻ ۾ صرف ڪارڻ جيڪالي اهڙي لوڙو ڪالي ۽ لوڙو سمهي. ماڻهن جو وڏو ۾ وڏو دشمن آهي آلس ۽ ان تي قابو پائڻ لوهالجو ٿي ڪم آهي. ستسنگي پنهنجي مضبوط ارادي سان خوب جهنگ جوڙي سڀ جو سهرو هڏي سگهي ٿو. هر روز صبح جو اهو سنڪلپ ڪريو ته ماڻهن کي ڀرو ڀرو ناٿيم ڏٺو آهي ۽ اهو ڪارڻ ته ليهر سان اڳواڻي ساهيندا رهو. پنهنجي من کي چئي ڇڏيو ته جيهن ڏينهن ماڻهن ته ڪنديون ان ڏينهن لوڪي ڪاڏو ڪوڏ ملندو. هر روز صبح جو مالڪ جي دڻ مهر جي موٽ ۾ اسانکي ته ليهر ماڻهن جي پيتا اربڻ ڪرڻ کپي.

راه روشن چيو ته مهنجو سڀ کان وڏو دشمن ته لعب آهي.

حضور جن فرمائڻ لڳا ته لعب کي ان سادن سان پڻ قابوءَ ۾ رکي سگهجي ٿو. سمرن کي من سان ڪرڻ بدران زبان سان ڪرڻ شروع ڪريو جڏهن ته لوهين ڪڏهن سان ڏاڍائي رهيا آهيو. پر سمرن اهڙي طرح ڪريو جو صرف لوهين تي هڏي سگهو پر بيو ڪو به هڏي اتين ڪرڻ سان گهر لهي وڃندي. جڏهن اهو طريقو ڪامياب نه ٿئي ته آلي ڪڙا ٿيو، همت ۽ مهن ڏوڙي به چار قدم هلو يا پنهنجي ڪمري ۾ هلندي سمرن ڪندا رهو. پر وري به اهن سڀني ڪمزورين جو هڪ ئي علاج آهي ۽ اهو آهي ماڻهن ڪرڻ لاءِ پختو ۽ مضبوط ارادو.

حضور جن وڌيڪ فرمائڻ لڳا ته هن سوال تي اسانکي
ٻي طرح پڻ ويچار ڪرڻ کپي. سمجهو ته توهانکي پنهنجي
بالا آفيسر گهرايو آهي ۽ توهان کان پنهنجي فرض ادائيءَ ۾
ڪوتاهي ڪرڻ جو سبب پڇي ٿو ته ڇا ان وقت اوهانکي
ڀؤ ايندي؟ يا سمجهو ته ڊاڪٽر ڪنهن مريض کي چئي ٿو
ته توهان هن سنسار ۾ ڪن ڪلاڪن جو مهمان آهيو، ڇا ان
مريض کي ڀؤ ايندي؟ اسانکي پنهنجي مهل ڀؤ ٿي ڪٿي وڃي
ٿو جو اسانکي موت جو خوف ڪونهي، جو هڪ ڏينهن
اوس اچڻو آهي. ڀؤ اسانکي انڪري ٿي اچي جو اسين
اهو محسوس ٿي ڪريون ته اسين ان شاهن جي شاهه جي
دربار ۾ بيٺا آهيون جو سڀني کان عاليٰ ۽ افضل آهي.
جيڪڏهن اسانکي مالڪ جو ڊر ۽ ادب يا پيار هجي ته
جيڪر ڀؤ اسانکي اچڻي ڪين. هميشه ياد رکو ته موت
نزديڪ اچي رهيو آهي ۽ اسانکي هڪ هڪ ورتن ويچار
سوالس جو ليکو چڪائڻو پوندو.“

هڪ ستسنگي چوڻ لڳو، ”حضور! رات جو نينڊ اچي
اٿڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي.“

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”جيڪڏهن توهانکي صبح جو
اٿڻ ڏکيو ٿو لڳي ته پوءِ اوهين پنهنجي سهوليت مطابق
ڪنهن ٻئي وقت ۾ ابياس ڪري سگهو ٿا پر امرت ويلي
جو وقت سڀ کان سٺو آهي.“

راءِ صاحب وينتي ڪئي ته حضور من کي وس ڪرڻ
ته ڏاڍو ڏکيو آهي.

حضور جن فرمايو ته من کي ”نه“ چوڻ جي عادت پائڻ ۾
وڃو. ٻارڻ هنکي پنهنجون ننڍيون ننڍيرن ڳالهيون مڃڻ
لاءِ مجبور ڪريو پوءِ ڏيري ڏيري اوهانجي وڏي کان وڏي

ڳالهه ميٺي لڳندو.

ستسنگيءَ شڪايت ڪئي، "حضور! من اسان لئي ته اهڙي قدر سوار ٿي ويو آهي جو هنجي ٽولڪن کي روڪڻ اسان لاءِ ناممڪن ٿي پيو آهي."

حضور جن جواب ڏنو، "ان لاءِ موزون لفظ "ناممڪن" ڪونهي، پر ته "ڏکيو" آهي. توهين هن ريت شروعات ڪريو. سمجهو ته توهانکي ڏاڍي اُڃ لڳي آهي ۽ ان لاءِ توهين پاڻي جا ٻه ڍڪ پيئڻ چاهيو ٿا. پاڻيءَ جو گلاس ڀري، ميز تي پنهنجي اڳيان رکي، پنهنجي من کي چئو ته ڏهن منٽن کان پوءِ توکي پاڻي ڏنو ويندو ۽ سچ پچ ائين ڪريو. منهنجي خيال موجب ته ائين ڪرڻ توهان لاءِ مشڪل نه ٿيندو."

ستسنگيءَ چيو ته ائين ته سولائيءَ سان ڪري سگهبو.

حضور جن فرمايو ته اها توهانجي من مٿان سوڀ آهي. سمجهو ته توهان ڇڪڻ لاءِ سگريٽ ڪڍيو آهي، انکي واپس پاڪيٽ ۾ وجهو ۽ من کي چئو ته ڏهن منٽن کانپوءِ ٿي پيئبو ۽ پيئو به سچ پچ ڏهن منٽن کانپوءِ. اهي من مٿان توهانجو ننڍيون ننڍيون سوڀون ڏاڍيون من کي پوري ريت وس ۾ آڻڻ لاءِ وڏي همٿ ڏينديون. پوءِ توهين من کي وس ڪرڻ لاءِ ٻيا به حيلا هلائي سگهو ٿا. هر روز هڪ اهڙو چڱو ڪم ضرور ڪريو جو توهانجي من کي پسند نه هجي. ٿورن ڏينهن جي اهڙي ابياس کانپوءِ توهانکي ڪافي ڪاميابي حاصل ٿيندي.

ستسنگي چوڻ لڳو، "حضور! ڪڏهن ڪڏهن سمرن جي مهل من ڀڄن ڪرڻ کان صفا نابري واري ويهندو آهي."

حضور جن فرمائڻ لڳا، ”اهڙي حالت ۾ پڻ من کي ڪنهن ٽاهه تي آڻي سگهبو آهي. ٻه ڪلاڪ يا وڌيڪ ويهڻ بجاءِ من کي ڇڏيو ته ڪلاڪ اڌ لاءِ ٽِڪي ويهه. جڏهن اهو ٽائيم ٽپي وڃي ته پوءِ ڏيڍ ڏيڍ ٽائيم وڌائيندا وڃو. ڪڏهن ڪڏهن ته صدي ٻار وانگر من جي ڳالهه مڃڻي پوندي آهي. اها پنهنجي عادت ڪري ڇڏيو ته هر روز سمهڻ کان اڳ نيم سان هر روز اڌ ڪلاڪ پنهنجي سمرن ڪريو. نيمائتو رهڻ ڪري وڏي سڦلتا حاصل ٿئي ٿي.

مسٽر مائر چوڻ لڳو، ”حضور! دنيا جي جهڳڙن ۽ جهنجهٽن ۾ رهندي، اڌ پاٺڪ ابياس ڪيئاڻيءَ سان ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي.“

حضور جن تنهن تي جواب ڏنو، ”زندگيءَ جي سچي رهڻي سيکارڻ لاءِ سَتسنگ هڪ عمدو اسڪول آهي. سَتسنگ، دنيا جون ذميواريون نباهيندي، پرماتما جي پراپتيءَ جو مارگ آهي. جڏهن توهانکي سنسار جي رشتن ناتن يا لهڻي ڏيڻي جي اصلي ڀيد جي ڄاڻ پوي ٿي تڏهن انهن کي نباهيندي روحاني ابياس ڪرڻ آسان ٿيو پوي. ٻه ڳالهيون هميشه ياد رکو. پهريون موت. اها ڳالهه ڪڏهن به نه وسارڻو ته اسانکي هتي دائما طور رهڻو ڪونهي. اوهر سوير هن دنيا کي ڇڏڻو ئي آهي؛ ان سان گڏ ساري زندگي خون پسينو هڪ ڪري جيڪي اسان ڪٺو ڪيو آهي اهو به هتي ئي ڇڏي هتان خالي هلڻو آهي. ٻي ڳالهه جيڪا ياد رکڻي آهي سا اها ته اسانجي منش جنم جو مول مقصد اهو ڪونهي جنهن ۾ اسين اوڏڪ قيمتي وقت ضايع ڪري رهيا آهيون، بلڪ ڪجهه ٻيو آهي. زندگيءَ جي ان صحيح مقصد تي ويچار ڪرڻ لاءِ ضرور ڪجهه وقت ڪڍو.

مان ڪير آهيان، ڇا آهيان، ڪٿان آيو آهيان؟ هن منش جيون جو ڪهڙو مقصد آهي. ان جو انت ڇا ٿيندو، ڪيئن انکي سڃاڻو ۽ سڄاڻو ٿانئجي؟"

مسٽر مائر وينتي ڪئي، "حضور مونکي ته لوڪائتي ديا مهر جي ضرورت آهي، ان بنا نه ڪجهه به ممڪن ڪرلهي."

حضور هن جواب ۾ فرمايو، "سنت ته ديا مهر جو ساگر هوندا آهن. انهنجي اپار ديا، ڪرپا کي ڪو ورلو سمجهندو آهي. پنهنجي ڌام جي پرم شانتي ۽ آنند کي ڇڏي سنت دک درد ۽ شوڪ سنتاپ ڀريل هن سنسار ۾ ڇو ٿا اچن؟ ڪشمير جهڙي ٿڌي ۽ رمڻيڪ استان جو رهواسي گرميءَ جي موسم ۾ لهندڙ ريگستان ۾ اچي رهڻ پسند ڪندو ڇا؟ پر سنت هن مات لوڪ ۾ اچي جيڪي دک درد سهن ٿا ان جي ڀيٽ ۾ اهو ڪشمير وارو مثال ته ڪجهه به ڪونهي. هو پورڻ ديش جو پرم آنند ڇڏي هن گندي، دکي ۽ فريبي دنيا جي قيدخاني ۾ اچن ٿا. هو صرف اسانجي اڌار لاءِ هن جڳ سنسار ۾ منش ديهه ڌارڻ ڪري ڪشٽ ۽ ڪليش سهڻ لاءِ اچن ٿا. اسانکي هن مرت لوڪ جي اگيان ۽ اندڪار مان ڪڍي واپس پنهنجي ڌام، انند سک ۽ سچي آنند واري لوڪ ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ئي هو هڏ، ماس ۽ رت جو چولو ڌارڻ ڪن ٿا. هو نه رڳو اسانکي صحيح مارگ ڏيکارين ٿا بلڪ اسانجي ڪرمن جو بوجهه پڻ پنهنجي سر تي کڻن ٿا ۽ اسانکي روحاني منڊلن تي پهچائين ٿا. اهڙو ڪير آهي جو صرف پنهنجي ڪوشش سان، سٽگروءَ جي مدد ۽ سهاري بنا هن من ۽ مايا جي زنجيرن کي ٽوڙي سچکنڊ پهچي سگهي؟ سنت

پرماتما جوئي روپ ٿين ٿا. اهي پنهنجي اعليٰ ۽ اُم روحاني شڪتيءَ سان اسانجي آتما کي جاڳرت ڪن ٿا ۽ اسانکي روحاني منڊلن ۾ پهچائڻ لاءِ لائق ۽ يوڳيه بڻائين ٿا.

راءِ صاحب رڻجيت گوپال چيو، ”اها برابر حقيقت آهي ته سنت اسانجا سڀ کان وڏيرڪ خير خواه ۽ شڀ چنتڪ آهن.“

حضور جن وڏيرڪ فرمائڻ لڳا، ”ستگوروءَ جو پنهنجي شيوڪ سان اٿاهه پريم ۽ پيار جو ناتو آهي. دنيا جو ڪو به رشتو ناتو ان جي مقابلي ۾ ٽڪي نٿو سگهي. سڀ متر مائٽ اڄ يا سڀاڻي اسانکي ڇڏي وڃن ٿا پر ستگورو اسانکي ڪڏهن به نٿو ڇڏي. موت کانپوءِ پڻ هو اسان سان گڏ رهي ٿو. ان سمبنڌ جو ذڪر گورو نانڪ صاحب جن ڪهڙي نه سندر لفظن ۾ ورنن ڪيو آهي. هو فرمائن ٿا:-

جيون جنني سُت پالتي راکي نَدر مجهار،
ليون گور سک راکتا هر پربهه پيار.

جهڙي طرح ماءُ ٻار کي جنم ڏيئي ڏاڍي پيار ۽ سنڀال سان هن کي پالي ٿي، گهر اندر توڙي ٻاهر هن کي پنهنجي نظر ۾ رکي ٿي، وقت سر هنکي کارائي پياري ٿي ۽ هر وقت هنکي پنهنجو لاڏڪوڏ ۽ پيار ڏيندي رهي ٿي ٺيڪ اهڙي طرح ستگورو پنهنجي شيوڪ کي پرماتمي پيار سان پالي ٿو ۽ هنجي سار سنڀال ڪري ٿو.

پنڊت ڪيول ڪرشن چيو ته حضور اسان سال ڏيد کان هتي اچي توهانجي درشن لاءِ ڪوشش پئي ڪئي پر قدرت کا نه کا رڪاوٽ پئي وڌي. انئين ڇو ٿو ٿئي؟

حضور جن جو مک هڪ آنند دائڪ مشڪ سان ٽڙي پيو. فرمايائون، ”توهين صحيح ٿا چئو، دنيا ۾ هڪ وروڌي

طاقت به آهي جنهنکي اسين "ڪال" ٿا چئون. هو ٽي ڪن ٽرلوڪيءَ جو مالڪ آهي. هو ڪڏهن نٿو چاهي ته ڪو به جيو سمت ستگوروءَ جي سمپرڪ ۾ اچي. هر جيو کي ستگوروءَ کان دور رکڻ خاطر سڀ حيلا هلائي سگهيو. ستگورو ۽ ڪال جا لڪش هڪ ٻئي جي بلڪل ابتڙ آهن. سمت آتمائن کي هن دنيا جي جيلخاني مان آزاد ڪرڻ لاءِ اچن ٿا، جنهن جيلخاني جو جيلر، ڪال آهي. هو نٿو چاهي ته هن جو اهو جيلخانو خالي رهي. ان لاءِ هو هڪ هڪ آتما کي هن قيد خاني ۾ بند رکڻ لاءِ سنتن سان زبردست جنگ جوٽي رکي ٿو.

پنڊت ڪيول ڪرشن گنڀيرتا سان چيو ته اهو بلڪل درست ٿو لڳي.

راءِ رنجيت گوپال پڇيو ته حضور! ستگورو جن کي به نام دان بخشي ٿو انهن سڀني جي ڪرمن جو بوجھ هو پنهنجي سر تي هموار ڪري ٿو؟

حضور جن وراڻيو، "ها ستگورو جنهنکي به نام ڏئي ٿو ان جي ڪرمن جو بوجھ پاڻ کڻي ٿو."

راءِ صاحب پڇيو، "ڇا، نام ڏيڻ وقت ئي؟" حضور جن فرمايو، "ها، ان مهل ئي ۽ ان کانپوءِ به اهو سلسلو جاري رهندو آهي. راءِ صاحب توهان موٽڪي اهڙي راز کولڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي جو هيل تائين لڪل راز رهيو آهي. ڌيان ڏئي ٻڌو. سمت ستگوروءَ جو نام دان ڏيڻ صرف پوتر نامن جو جپڻ يا اهڙن ڪي ٻڌڻ تائين محدود ڪونهي پر دکشا مهل هو شش جي آتما جي ڏور جا ڪال سان ٻڌل هوندي آهي، ڇوڙي ستگوروءَ جي آترڪ چرڻ سان جوڙيندو آهي. ان کانپوءِ جيئن جيئن شش جي پريم ۽ ڀڳتي وڌندي

وڌندي آهي، ليڪن ئي ستگورو اُن نور کي اوچن روحاني
منڊلن ۾ پهچائيندو آهي. ڪال جو استان ڪنج ڪنول
(ٽهڪي اکين جي ڀروان وچ تي) جي ڏائي پاسي آهي ۽
ستگورو ساڄي پاسي براجمان رهي ٿو. موت جي سمي، جن
جيون کي نام دان نه مليو آهي، انهن جي آتما پاڻمرادو
ڪال جي مک ۾ وڃي پوي ٿي جيئن اسپرنگ سان ٻڌل
چيز ڇڪجي اچي ٿي. جيڪڏهن نام دان جو ارٿ صرف
ٻڌجن لفظن جو پڙهڻ ئي هجي ته پوءِ اهو نام ته هڪ ڏهن
سالن جي ڇوڪري به ڏئي سگهي ٿي. پر جيو آتما کي
ڪال جي چنبي ۾ مان آزاد ڪرڻ آسان ڪونهي. ڪال جي
قيد کان جيوُ کي صرف ستگورو ئي ڇڏائي سگهي ٿو.

راءِ صاحب سوال ڪيو، "حضور! هڪ ستسنگيءَ کي
سچکنڊ پهچڻ ۾ ڪيترو وقت ٿو لڳي؟"

حضور جن ورائيو، "ان لاءِ ڪو ايم مقرر ٿيل ڪونهي.
اهو ته ستسنگيءَ جي پريت، پرتيت، ڀڳتي، لگن ۽ ڪوشش
تي مدار رکي ٿو. اهو مالڪ جي دَيا مهر ۽ ستسنگيءَ جي
ڪرمن تي ٻڌل آهي. مونکي اهڙا به مثال موجود
آهن، جنکي نام ڏيڻ سان ئي سندن سرت اندر لڳي وئي
۽ اندر ۾ ستگوروءَ سان ساکيات وارتالاپ ڪيو. ٻئي پاسي،
اهڙا به ستسنگي آهن جن جو ڌيان ڏهن سالن ڪانپوءِ به ٻاهر
ڀٽڪندو رهي ٿو. هيءَ راهه نه صرف پريم ۽ پيار جي آهي.
جيڪڏهن ستسنگيءَ کي پنهنجي ستگوروءَ لاءِ پيار آهي،
پوءِ چاهي هو پنهنجن سمرن کي گهٽ وقت نه به ڏئي سگهيو
آهي، ته به ستگوروءَ جي دَيا مهر هنکي مٿين روحاني
منڊلن ۾ وٺي ويندي بشرطيڪ هن ڪوڙن ڪرمن جو بوجهه
پنهنجي سر تي نه کنيو هجي. پر هڪ ڳالهه جي خاطري

آهي ته تمام ملڻ بعد ڪري جيو مٿس جون ڪان هملين جو ٻون
۽ ڪوڙ وڌندو ۽ تمام دان ملڻ جيو ڪي سڪند پهچڻ ۾ ڇڏڻ
جنهن کان وڌيڪ وقت ڪوڙ لڳندو. سڀ کان مشڪل ڳالهه
ته اها آهي ته ڪي ٿوري ماڻهو مٿس ڇولي جي صحيح
قيمت ڄاڻن ٿا ۽ نتيجو اهو ٿو ٿئي جو اڪثر ماڻهو پنهنجو
جنم بيڪار ڪمن ۾ برباد ڪيو ڇڏين.

هڪ ستسنگي چوڻ لڳو، "حضور! ڪڏهن ڪڏهن،
ڪيترائي مهينا لڳاتار ائين لڳندو آهي ڄڻڪ شبد ڪيڏانهن
غائب ٿي ويو آهي."

داتا جن فرمائڻ لڳا، "شبد ڪڏهن به بند ڪونه ٿيندو
آهي. اهو ته لڳاتار اسانجي اندر گونجي رهيو آهي.
جيڪڏهن اهو هڪ ڪن لاءِ به بند ٿي وڃي ته اسين زنده
رهي نه سگهون. شبد ئي ته اسانجي جيون ڌارا آهي. اها
ته هميشه اسانجي اندر پيئي گونجار ڪري، پر اسين اها
ڪونه ٿا ٻڌون ڇو جو اسانجو خيال ٻاهر دنيا ۾ هيڏانهن
هوڏانهن پيو ڀٽڪي. اسانجو من ڏاڍو چنچل آهي ۽ سدائين
پيو ڊوڙي. جڏهن تائين جو پاڻي ٽڪيل نه هوندو آهي ته
اسين پنهنجي شڪل ان ۾ ڏسي ڪين سگهندا آهيون ۽
جيڪڏهن پاڻي گدلو آهي، ان ۾ ڪچ آهي ته اها پاڻ وڌيڪ
رڪاوٽ ٺهجي پوي ٿي. جڏهن پاڻي ٽڪاءُ کائي بيهي
ٿو ۽ مٽي هيٺ وڃي ٿي ويهي ٿي ته پوءِ صاف نرمل پاڻيءَ
۾ چهرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهڙي طرح جڏهن من جي چنچلتا
۽ اڳيان روڪين ڦيرون بند ٿي وڃن ٿيون ۽ اسانجي دل جو آئينو
صاف نرمل ۽ پوتر ٿي پوي ٿو ته پوءِ اندر ۾ روحاني منڊلن
جا سندر ۽ سونهن ڀريا نظارا نظر ايندا آهن. من کي
صاف ستهرو بڻائڻ ۽ پاڪ بڻائڻ جو اهو ڪارج صرف ڀڄن

سمرن ڏيئي پورو ٿئي ٿو.

ستسنگيءَ وري عرض ڪيو، "حضور! مان هر روز لڳ ڀڳ ٻه ڪلاڪ ڪن سمرن کي ڏيندو آهيان پر آخر ۾ پاڻکي اُتي جو اُتي ڏسندو آهيان. شايد مان سمرن ٺيڪ سولي ڪونه ٿو ڪريان."

دين ديال ستگورو فرمايو، "سمرن هميشه من جي پوري توجه سان ڪرڻ کپي جڏهن ته توهين دشمن لئي تلوار جو وار ڪري رهيا آهيو. گرميءَ جي موسم ۾ توهان اڪثر طور پپيهي کي سوالتي بوند لاءِ لڳاتار رڙ لڳائيندو ٻڌو هوندو. ڪجهڻ ٻيا، سالهه "ميهن" "ميهن" جي تڪرار لڳائي ڏيندو آهي. بار بار ڪلاڪن تائين اها رڙ لڳائيندو رهندو آهي. پپيهي مان توهانکي سبق سکڻ کپي. توهانجو سمرن هن وانگر ڪلاڪن جا ڪلاڪ لڳاتار بنا روڪ جاري رهڻ کپي. جڏهن سمرن ڪرڻ وقت توهانجو من ٻاهر ڀٽڪي ته نه توهين پنهنجي زبان ۽ چپن سان سمرن ڪري ڪري من کي ٽڪائي ڇڏيو. ياد رکو ته من سان توهانکي اها زبردست ۽ دائما لڙائي جوٽڻي آهي. مالڪ سان سچو، پيار ئي هيءَ لڙائي جيتڻ ۾ سهايڪ ۽ مددگار ٿئي ٿو.

ستسنگي چوڻ لڳو، "حضور! اهائي ته ڪٺنائي آهي. مالڪ سان اهو سچو ۽ پيار ڪيئن اچي؟"

حضور جن فرمايو، "مالڪ لاءِ پيار پيدا ڪرڻ لاءِ سڀ کان سٺو طريقو اهو آهي ته توهين وشواس ۽ نمرتا سان پنهنجو سمرن کي وقت ڏيو. جيترو وڌيڪ وقت توهين شبد سان پاڻکي جوڙيندا اوترو توهين ستگورو جي نزديڪ ويندا ۽ اوترو ئي انهن لاءِ توهانجو پيار وڌندو ۽ وڌندو رهندو."

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو، "مهاراج جي، گورو صاحبن

گروو گرنٿ صاحب ۾ برهم جي ڏاڍي مهما ڪئي آهي.“

حضور جن ورائيو، ”بوءِ ۽ ورلي ماڻهن کي ڄاڻ آهي ته برهم ڇا آهي؟ جڳياسو، برهمي گرمک جي چرڻن جي رج ناڻين ۾ ڪوله نٿا بهچن. برهميءَ جي منزل ٻين سڀني اڀياسين کان گهڻو گهڻو مٿي آهي.“

سردار ڪيسر سنگهه وينتي ڪئي، ”مهنجا سائين! ڪرپا ڪري برهم جي بابت ۾ ڪجهه ڪولي سمجهايو.“

حضور جن فرمايو، ”برهم جو مطلب آهي پنهنجي هستيءَ کي بلڪل ليسمه و نابود ڪري ڇڏڻ. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:-

”جب مَين ٿا تب گورو نهين، اب گورو هين هم ناهه،
پريم گلي اَتي سانڪري، تامين دو نه سماهه.“

پلٽو صاحب فرمائين ٿا:-

”سيس اُتاري هاٿ سي سهج عاشقي ناهه.“

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو ته حضور اها ڳالهه پوري سمجهه ۾ ڪونه آئي.

دبالدان ستگورن فرمايو، ”هن ڳالهه جو مطلب آهي ته برهميءَ لاءِ ڪا، قرباني ڏيڻ مشڪل ناهي.“

هڪ ستسنگيءَ پڇيو، ”حضور! ڇاجي قرباني؟“

مهربان ستگورن ورائيو، ”برهميءَ کي ته برهم جي راهه ۾ پنهنجو تن، من، ڌن مطلب ته سڀ ڪجهه قربان ڪرڻو پوندو آهي.“

ان تي ستسنگيءَ عرض ڪيو ته حضور ڪرپا ڪري ڪولي سمجهايو.

حضور جن اِئن ڏنو، ”سمجهو ته توهين ٻن ۾ وڃو ٿا، ۽ شهر مان سرڪ جي سمناءَ ڪارڻ توهانجي عضون

۽ درد ٿئي ٿو. پوءِ جيڪڏهن ان درد ڪارڻ توهين پڻ
ڪي ڇڏي آئي ٿا ڪڙا ٿيو، ته توهين سچا ٻراهمڻ ڪوٺا آهيو.
سچو ٻراهمڻ ته پنهنجي ستگوروءَ جي سروپ جي هڪ
جهلڪ پسڻ لاءِ هر طرح جو دک درد برداشت ڪرڻ لاءِ
تيار رهي ٿو. سمجهو ته توهانکي ڌن دولت سان پيار آهي،
ته پوءِ توهان لاءِ انترڪ دوار ڪڏهن کلندا. پرماتما جي
پيار اڳيان توهانجي هردي ۾ وسيل ٻين سڀني پيارن جو ڪو
نام نشان نه رهڻ کپي. سچو ٻراهمڻ من جي سڀني غلاظتن
کي ٻاهر ڪري ڇڏي ٿو. سچو ٻراهمڻ من مندر کي صاف
ستھرو ۽ اوجل بڻائي ان کي مالڪ جي اواس لاءِ لائق بڻائي
ٿو. نشڪام ڀڳتي ۽ نرمل پريت اها ڏاڪڻ آهي جا اسانکي
سڌو مالڪ جي محل ۾ پهچائي ٿي. ٻراهمڻ ڪنهن به قسم جي
قاعدي قانون کي نٿو سڃاڻي. ٻراهمڻ وانئي جو دڪان
کولهي، ٻراهمڻ نفعي نقصان کي ڪو نه ڏسندو آهي نڪي
حساب ڪتاب رکي ڄاڻي. شايد توهان هڪ ڪير وڪڻندڙ
ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي ٻڌي هوندي جا آني جو پاءُ ڪير
وڪڻندي هئي. خريدار ايندا هئا، آنو ڏيئي پاءُ ڪير جو
وٺي ويندا رهندا هئا. هڪ ڏينهن جڏهن سندس ٻراهمي
آيو ته هوءَ سڀ حساب، ماپ تور ڀلجي وئي ۽ هنجي ٻرتڻ
۾ پاءُ مٿان پاءُ وجهندي وئي. اهو ڏسي سندس ماءُ کيس
ڇينڀڻ لڳي ته هيءَ ڪهڙي طرح ڪير لٽائي ڇڏيو آهي ڇا؟

ڇوڪريءَ جواب ڏنو، ”امڙ، مان جڏهن ڪي پيار
ڪريان ٿي ان سان ڪهڙا ليکا رکندس. توکي خبر ڪانهي
ته پريم ۾ سڀ حساب ڪتاب وسري وڃي.“

جيڪڏهن اسانجو مالڪ سان سچو پيار آهي ته هو به
اسانجي لهڻي ڏيڻي جو حساب وساري ڇڏيندو. حضور جن

گرو گرنٿ صاحب ۾ برهم جي ڏاڍي مهما ڪئي آهي."

حضور جن وراڻيو، "پوءِ ته ورلي ماڻهن کي ڄاڻ آهي ته برهم ڇا آهي؟ جڳياسو، برهمي گرمک جي چرڻن جي رج ناڻين ۾ ڪولهه ٿا ڀهڻن. برهميءَ جي منزل ڏاڍي سيڌي اپاسين کان گهڻو گهڻو مٿي آهي."

سردار ڪيسر سنگهه وينتي ڪئي، "مهربان سائين! ڪرپا ڪري برهم جي باري ۾ ڪجهه ڪرلي سمجهايو."

حضور جن فرمايو، "برهم جو مطلب آهي پنهنجي هستيءَ کي بلڪل ليست و نابود ڪري ڇڏڻ. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:-

"جب مَين ٿا تب گرو نهين، اب گرو هين هم ناهه،
پريم گلي آتي سانڪري، تامين دو نه سماهه."

پلٽو صاحب فرمائين ٿا:-

"سيس اتاري هاٿ سين سهج عاشقي ناهه."

سردار ڪيسر سنگهه چوڻ لڳو ته حضور اها ڳالهه پوري سمجهه ۾ ڪونه آئي.

دياليدان سٽگورن فرمايو، "هن ڳالهه جو مطلب آهي ته پريميءَ لاءِ ڪا به قرباني ڏيڻ مشڪل ناهي."

هڪ ستسنگيءَ پڇيو، "حضور! ڇا جي قرباني؟"

مهربان سٽگورن وراڻيو، "پريميءَ کي ته برهم جي راه ۾ پنهنجو تن، من، ڌن مطلب ته سڀ ڪجهه قربان ڪرڻو پوندو آهي."

ان تي ستسنگيءَ عرض ڪيو ته حضور ڪرپا ڪري ڪرلي سمجهايو.

حضور جن اُتر ڏنو، "سمجهو ته توهين پڻ ۾ وڃو ٿا، ۽ شروع کان سرت جي سمهاءِ ڪارڻ ٽوهالجي عضون

۽ درد ٿئي ٿو. پوءِ جڏهن ان درد ڪارڻ توهين پنهنجن
کي ڇڏي آئي ٿا ڪڙا نيو، ته توهين سڀا ٻراهي ڪوله آهيو.
سچو پريمي ته پنهنجي ستگوروءَ جي سروپ جهڙي هڪ
جهلڪ پسڻ لاءِ هر طرح جو دک درد برداشت ڪرڻ لاءِ
تيار رهي ٿو. سمجهو ته توهانکي ڌن دولت سان پيار آهي،
ته پوءِ توهان لاءِ انترڪ دوار ڪونه کلندا. پرماتما جي
پيار اڳيان توهانجي هردي ۾ وسيل ٻين سڀني پيارن جو ڪو
نام نشان نه رهڻ کپي. سچو پريم من جي مڙني غلاظتن
کي ڀسم ڪري ڇڏي ٿو. سچو پريم من مندر کي صاف
سٿرو ۽ اوجل بڻائي ان کي مالڪ جي نواس لاءِ لائق بڻائي
ٿو. نشڪام ڀڳتي ۽ نرمل پريت اها ڏاڪڻ آهي جا اسانکي
سچي مالڪ جي محل ۾ پهچائي ٿي. پريم ڪنهن به قسم جي
قاعدي قانون کي نٿو سڃاڻي. پريم واڻئي جو دڪان
کولهي، پريم نفعي نقصان کي ڪونه ڏسندو آهي نڪي
حساب ڪتاب رکي ڄاڻي. شايد توهان هڪ کير وڪڻندڙ
ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي ٻڌي هوندي جا آئي جو پاءُ کير
وڪڻندي هئي. خريدار ايندا هئا، آنو ڏيئي پاءُ کير جو
وٺي ويندا رهندا هئا. هڪ ڏينهن جڏهن سندس پريمي
آيو ته هوءَ سڀ حساب، ماپ تور ڀلجي وئي ۽ هنجي برتڻ
۾ پاءُ مٿان پاءُ وجهندي وئي. اهو ڏسي سندس ماءُ کيس
ڇينڀڻ لڳي ته هن ڙي طرح کير لٽائي ڇڏيو آهي ڇا؟

ڇوڪريءَ جواب ڏنو، "امڙ، مان جنهن کي پيار
ڪريان ٿي ان سان ڪهڙا ليکا رکندس. توکي خبر ڪانهي
ته پريم ۾ سڀ حساب ڪتاب وسري ويچي."

جڏهن اسانجو مالڪ سان سچو پيار آهي ته هو به
اسانجي لهڻي ڏيڻي جو حساب وساري ڇڏيندو. حضور جن

ٻالهه اهو سلسلو جاري رکندي فرمايو ته رامائڻ جي رچيندڙ
گوسوامي تلسيداس جي جوانيءَ جي وارتا آهي. هن لاءِ
شادي ڪئي هئي. هندو پنهنجي استريءَ سان اهترو ته پيار
هو جو هڪ ڏينهن جي جدائي به هو برداشت ڪا نه ڪري
سگهندو هو. هڪ ڏهاڙي هن جي استريءَ کي ڪجهه ڏينهن
لاءِ ٻاهر وڃڻو پيو پر هڪڙي ان ڏينهن ئي واپس گهرايو
ويو جاڪاڻ ته هن جي وڃڻ کان ڪجهه ڪلاڪن بعد تلسيداس
استريءَ جي وڇوڙي ۾ بيمار ٿي پيو. ان ڪاڻ هوءَ ڪڏهن
نه هن بنا ڪيڏانهن ٻاهر ڪا نه ويندي هئي. پر هڪ ڏهاڙي
اهڙو اتفاق اچي ٿيو جو ڪيس پنهنجي پيڪن ۾ وڃڻو پيو
جي ڪجهه ميل دور هڪ ڳوٺ ۾ رهندا هئا. اُتي پهچڻ
لاءِ هڪ نديءَ لڏي پار ڪرڻي پوندي هئي. جيئن تيئن
ڪري تلسيداس ڏينهن گذاريو پر اڃا شام ٿي مس ته هڪي
اڪيلائي ۾ پوڻ اڳتو ته ستائڻ لڳي ۽ هو سهرن طرف
پرڻ پنڌ لڳي پيو.

اهترو پڙهي بعد ۾ ڪيول ڪرشن کلي ڏنو.

حضور مهاراج جن هن ڏانهن مشڪي اهارو ۽ فرمائڻ لڳا،
"گهائل ڪي گت گهائل جاني" عاشقن ته ان کان به وڏيڪ
ڏکيا امتحان لنگهيا آهن. بدو اڳتي جا ٻڌو. جڏهن نديءَ
ڪناري پهتو ته رات ٿي چڪي هئي، ندي به پوري ٻوڏ
۾ پئي وهي. ڪوبه ملاح ڇوٽي ٻيڙي ڏيڻ سان پنهنجي
جان جو جوکم کڻي ندي پار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هو. پر عاشق
ڪڏهن به همت ڪين هاريندا آهن. هو ڪاٺ جو بند پيا
خالي ڏرم ٻوڙڻ لڳو جيئن ان جي سهاري ندي پار ڪري
سگهي پر ڪيس اهڙي ڪا به شيءِ هٿ ڪونه آئي. آخري
تري ندي پار ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ڪڏي پيو. لوري ڏهس

ڪاپوءِ هن هڪ ٻڙدو لڙهندو ڏٺو ۽ ان جي سهاري وڃي
پار پهتو.

جڏهن پنهنجي ساهري گهر وٽ پهتو ته اڌ رات ٿي
چڪي هئي. گهر جا سڀ دروازا بند هئا. هو گهر
جي چوڌاري ڦيرا پائڻ لڳو ته من اندر وڃڻ لاءِ ڪو رستو
ملي وڃي پر ڪجهه به رستو هٿ ڪين آيس. ٿڪجي،
ماندو ٿي پنهنجي پتنيءَ واري ڪمري جي دريءَ
هيٺان اچي بيٺو ۽ لڳو کنگهڻ ۽ پيا آواز ڪرڻ جيئن سندس
استريءَ جو ڌيان ڇڪجي. جيئن ئي اُلي ويٺي ويٺي، ڇت
تي پهچڻ لاءِ سوچي رهيو هو ته هنکي ٿوري سرسراهٽ
ٻڌڻ ۾ آئي جڻڪ ڪو هڪ وڏي رسي مٿان موڪلي رهيو
آهي. جڏهن ڏٺائين ته هڪ وڏي لوڙهي لٽڪي رهي آهي ته
هو ان لوڙهيءَ وسيلي چڙهي پنهنجي استريءَ جي ڪمري
۾ پهتو ۽ پنهنجي استريءَ جا شڪرانا مڃيائين جو هن ڪيس
لوڙهي موڪلي واهر ڪئي هئي.

هن عجب ۾ پڇيس، ”ڪهڙي لوڙهي؟“

هن جواب ڏنو، ”ڇا مٿي چڙهڻ لاءِ تو لوڙهي ڪونه
لٽڪائي هئي؟“

پتنيءَ چيو، ”مون ته ڪابه لوڙهي هيٺ ڪونه موڪلي
هئي.“ تنهن تي تلسيداس کيس اها لوڙهي ڏيکارڻ لاءِ ٻاهر
وٺي ويو، پر ڏٺائون ته اهو هڪ وڏو نانگ هو
جنهنکي تلسيداس عشق جي انڌ ۾ رسي سمجهي مٿي چڙهيو
هو. پوءِ استريءَ کي اهو به ٻڌايائين ته پاڻيءَ جي لڪ
ڪارڻ هو مڙدي جو سهارو وٺي ندي پار ڪري آيو هو.

ان تي سندس پتني چوڻ لڳي، ”پراڻ ناٿ! جيڏو
پيار مون سان اٿو ان جي ڏهين پتي به جيڪر پرماتما سان

ڪري ٿو ته هو ٽوڪائي لاءِ ڪٽيءَ جا دروازا کولي ڇڏي
ها. ٽوڪان مون ۾ ڏٺو ڇا آهي؟ مان ته ڪڪ ڳنڍڳيءَ سان
ٻڌل هڏمالس جو ٻچڙو آهيان. اها ٻڌڻ هي ٽار مالڪ
طرف موڙيو ته ٽيهي جو هن ٻوساڳر مان لٽاڙو لي وڃي."

هن اڳ ٻڙهيل جوڳيءَ جي الهن سڌن سادن لفظن
للسيداس جون اکيون کولي ڇڏيون ۽ هنجي زندگي ئي
بدلي ڇڏي. هو ٻنهيءَ جي چرڻن ۾ جهڪي چوڻ لڳو،
"تو مونکي گيان ڏنو آهي. شل پرماتما توکي دنيا مٿم ڪري.
تون مونجو سچو گرو آهين." انهيءَ کانپوءِ موکائي
پرماتما جي کوج ۾ نڪري پيو.

سردار کير سنگهه پڇيو، "حضور! اها سچي وارتا
آهي يا محض آکاڻي؟"

حضور جن فرمايو، "جي ۽ ليکڪ للسيداس جو جيون
چرتر لکيو آهي، انهن ان ڪٿا جو ورنن ڪيو آهي."

# ١١. وارتالاپ جي سماپتي

افسوس! آخر اها دردناڪ گهڙي اچي پهتي، جنهن جي صرف ڪلپنا اسانجي اکين ۾ اڇهل آسن جي ڌارا ۽ هردي ۾ گهري پيڙا اُپن ڪئي ٿي. ٢ اپريل ١٩٤٨ صبوح جو اُنهن ڀڄي حضور مهاراج جن پنهنجي تن جي هن خاڪي چولي جو تياڳ ڪيو. جا مهان ڌارا، سچکنڊ جي ساگر مان ٩٠ سال اڳ نڪتي هئي سا واپس پنهنجي اصلي گهر ۾ وڃي لين ٿي. اهو سورج جنهن اسانجي انڌڪارميه هردي کي روشن ۽ منور بڻايو سو هڪدم غائب ٿي ويو ۽ ان سان گڏ اسانجي زندگيءَ جي پيار ۽ خوشيءَ لي آخرين پڙدو ڇانئجي ويو. اسان لاءِ زندگيءَ ۾ باقي بچيو ٿي ڇا هو؟ اسين نه موت جو انتظار ڪري رهيا هئاسين. ان پياري ستگوروءَ کانسواءِ، زندگيءَ ۾ ڪابه خوشي ڪانه رهي. اها نه هاڻي دکن دردن ڪشٽن ۽ ڪليشن جي ڪڙي اُٺجي پيئي آهي. هو اسانکي نديون پارن والنگر پنهنجو لاڏ بخشيندا هئا، پيار ڪندا هئا. هنجي ڪرڪملن جو صرف ڇهاءُ اسانجي من کي شانت ڪندو هو ۽ اسانجي لتل دامن لي چنڊو وجهندو هو. انهجي درشن جي ڪيول هڪ جهلڪ اسانجون ساريون سنساري چنتائون ۽ روحاني سڪلپ نوارن ڪري ڇڏيندي هئي. اڳ اسانجون دليون پريم جو اهو راڳ آلاپي رهيون هيون. "دور ديش ڪا پريتم پيارا، آيا ديش هماري." هيئنر اهو ساڳيو ئي من کي مست ڪندڙ راڳ اسي موزون ۽ اسي مزي بڻجي پيو هو. ان پياري پريتم اسان کان مکڙو موڙي وڃي پنهنجو نج ڌام وسايو. اهو لساج ۽ لڄمس جنهن اڳيان مستڪ جهڪائيندا هئاسين اسانکان

ڪندو ويو هو. اسان جي جيون روپي ٻيڙيءَ جو ملاح ڪير آهي؟
اسين نه هميشه اُناسي ۽ اُٻالا کڻي جڪا آهيون. ڪاش!
۳ اپريل تي جي سج تي نه اُڀري ها نه اسين زندگي ڀر
ان اولاد ٻر جيڪو ٻالڪي وڏيڪ خوشحال ۽ آنند ۾ سمجهون
ها، ”هو جيوت آهن“ صرف اهو خيال اسان جي انهن اولادهن
والن کي پرڪاش ۾ ڪرڻ لاءِ ڪافي هو.

جڏهن اسين پهچي پياري سکوروءَ جي شهر جو
پاس لديءَ جي ڪناري داهه سڪار ڪري مونياسين نه
ڏيرو اسان کي سنسان جهنگل ڀاسڻ لڳو. اها لس مس کي
ساڙيڪي ٿڌي شدت ۾ جنهن ڏيري کي گلشن بڻائي رکيو هو
اها پڻ لسي وئي. انهن پڻ لڳو جڻڪ سياري جي
سخت پاري ۽ ڪوهيڙي ڏيري جي سڙلي مکڙين کي
مرجهائي ڇڏيو هو. جهوڙي رهي سرءَ جي مند ۾ پن ڇڻي
ويندا آهن ۽ وڻ ٽاري جي خالي لوهه لڳندا آهن، اهڙيءَ
ريت ڏيرو سنسان ۽ بيجان پڻ لڳو. نه رڳو جوان ۽ پيرمرد،
يا امير ۽ غريب زار زار هنجون هاري رهيا هئا بلڪ ٻلهن
ٻارن جا چهرا پڻ ملول ۽ اداس ٿي لڳا ۽ سڀئي سڏڪا
ڀري رهيا. اسان جي شوڪ ۽ درد ۾ ٻرڪڙي ۽ ديوتائون نه
سامهن ڏيئي رهيا هئا. اهڙو نه پيڪر طوفان لڳو جو سارو
آسمان منيءَ سان ڍڪجي اونداهه ۾ ٽڪجي پيو. ڪيترن
ڏينهن کان اکين تي ڏرلي ڏڏڻ جا جهوپا پئي آيا جڻ
نه ڏرلي ماتا اکين تي آگاهه ڪري رهي هئي نه ڪا ڀاري
آپدا نازل ٿيڻ واري آهي.

هڪ ٻارو سالي، ٻوهه ٻتيي، ڏيءُ، ٻٽ، ٻيءُ، ماءُ،
دوست، نوڪر، يا ڀاڙيسري يا ڪوبه ٻيارو هجي اسان جي
زندگيءَ روپي سفر جي روپه رڪا اُهي مثالي هندي لرو.

اهو پيار ئي آهي جو زندگيءَ کي آنند ڏائڪ بڻائي ٿو ۽
اسان کي جيئڻ جي خوشي بخشي ٿو. جڏهن اهو پيار ختم ٿي
وڃي ٿو ته سونهن ۽ سرس ۽ رمڻيڪ باغ بوستان به اسان
لاءِ ريگستان ٿو ڀاسجي. اڪيلائپ سڀني خوشين جي جڙ ئي
ڪٽي ڇڏي ٿي. ستگوروءَ جي پيار منهنجي اندران پيا
سڀ پيار پتنيءَ، ڀاءُن، مائٽن، پاڙن ۽ دوستن جي پيار کي
ڍڪي ڇڏيو هو. هن عمر ۾ ان الوڪڪ پيار بنا
مون کي سڀ ڪجهه اداس ويڳاڻو ۽ اولداهو پئي لڳو. جيون
۾ اڪيلائپ ۽ هيڪلائيءَ جي وڌرائي ڇانئجي وئي هئي.
جيئڻ لاءِ ڪا به رُچي ڪانه وڃي بچي هئي ۽ مان هن
زندگيءَ جو ناٽڪ ختم ٿيڻ لاءِ آرداسون ڪرڻ لڳس پر اهو
ناٽڪ سماپت ٿيڻ ۾ دير پئجي رهي هئي. ستگوروءَ سان
گهاريل گهڙين جون مٺيون يادگيريون اڄ وڇوڙي
جي ويدنا ۾ ڀاڻ اضافو ڪري رهيون هيون. ان من موهيندڙ
پياري مکڙي کي ڪٿي ڳوليان جنهن جي ڪن پر درشن سان
اسانجا سمورا فڪر ۽ چنتائون ڪافور ٿي وينديون هيون ۽
اهڙي شانتي ۽ آنندمئه تازگيءَ جو احساس ٿيندو هو جهڙي
ڪڙاڪيدار سخت اس سبب اوسائيل فصل کي ساوڻ جي
وسڪارن مان تازگي ملندي آهي پر هاءِ افسوس! اهو پيارو
سروپ سدا سدا لاءِ اسانجي اکين کان اوجهل ٿي ويو آهي،
اها مٺي ۽ موهيندڙ زبان هميشه لاءِ خاموش ٿي وئي.
صرف ان جي گونج ئي وڃي رهي آهي ۽ سدائين لاءِ!

پر نه. سنت ڪڏهن به مرندا ڪونهن. اها الوڪڪ
جوت ڪڏهن به اجهامندي ڪانهي. هميشه جڳمڳائيندي
رهي ٿي. ڇا هنن ائين ڪين فرمايو هو، ”مان واعدو ٿو
ڪريان ته مان هميشه توهان سان انگ سنگ رهندس.“

سکيهجي ٿي. وصيعت نامي کي صحيح ڪرڻ کان اڳ
حضور مهاراج جن، سردار بهادر مهاراج جن کي گهرايو ۽ چيو،
"منهنجي ستگورن (بابا جئمل سنگهه جي مهاراج جن) جيڪا
برمارٿ ۽ نامدان جي ذميواري مونکي سونپي هئي، سا مان
توهان کي ٿو سونپيان. مان توهان کي پنهنجو جانشين بڻائڻ
چاهيان ٿو." اهو ٻڌڻ سان ئي سردار بهادر مهاراج جن جي
اکين مان بي اختيار لڙڪ وهي آيا ۽ هٿ جوڙي ڏاڍي
نمرتا سان چوڻ لڳا، "حضور! توهين نه سنتن جا شهنشاهه
آهيو ۽ مان نه صرف توهانجو هڪ ادنيٰ ٻانهو آهيان.
شهنشاهن جي هيءَ گدي شهنشاهن کي ئي سونهي ٿي.
حضور! شال هميشهه سلامت رهو."

حضور مهاراج جن ڪجهه به ڪين ڳالهايو صرف هڪ دبا
مهر ڀري نظر سان ڏانهن نهاريو ۽ سردار بهادر جن ٻاهر نڪري
آيا هنجي ليٽڻ مان اچا به ليرجاري هو. حضور جن وري
به کيس گهرايو ۽ ان وقت تائين وصيعت نامي کي صحيح
پائي چڪي هئائون. حضور مهاراج جن فرمايو، "توهانکي
حڪم مڃڻو پوندو." ان تي سردار بهادر جن حضور جن
جي چرنن ۾ متو ٽيڪيو ۽ چوڻ لڳا، "مالڪ! مان
توهانجي آگيا سرچشم رکان ٿو."

حضور جن جي طبيعت جي ناسازيءَ جي خبر ٻڌي مان
ٻيائڪي روڪي ڪين سگهيس ۽ راه صاحب کي آئي ٿي
وصيعت تيار ڪندي چڪي مان پنهنجي ڪمري ۾ هليو
آيس. شام جو اها وصيعت مونکي ڏيکاري وئي جا ڏسي
منهنجي واس مان نڪري ويو نه حضور مهاراججن برمارٿ
۾ نه پورڻ سنت آهن ٿي پر دنيوي ڪاروبار ۾ پڻ پنهنجو
مت پاڻ آهن. وصيعت نامي تي سندن صحيح نه هئي پر

حضور مهاراج چرنسنگهه جن کي پنهنجو اترا اڌڪاري مقرر
ڪري، وصيت نامي تي صحيح ڪرڻ مهل سردار بهادر
مهاراج جن فرمايو، "مان پنهنجي ستگورن جو خزانو واپس
ڪين تسي سونپي رهيو آهيان. مونکي خوشي آهي ته مان
اها امانت واپس موٽائي رهيو آهيان."

موجوده ستگورو آڪٽوبر ١٩٥١ ۾ گديءَ تي براجمان
ٿيا. هن ننڍڙي پستڪ ۾ موجوده مهاراج صاحبن ۽ سردار
بهادر مهاراج جن جي ڪارنامن ۽ شڪشائن جو ورنن ڪرڻ
ممڪن ڪونهي. اهو ڪم ڪنهن مستقبل جي ليکڪ لاءِ
ڇڏيان ٿو.

پر حضور مهاراج جن جا اُهي وچن اڄ به منهنجي ڪنن
۾ گونجي رهيا آهن، "منهنجو جانشين مونکان ڏهوڻي
طاقت ۽ ڏهوڻي دیا مهرڪٽي ايندو. سنگت ۽ ڏيرو ڏاڍي
ترقي ڪندا. توهانجو پيار ۽ وشواس به وڌندو ويندو.
توهان تي هن کان وڌيڪ دیا مهر ۽ بخشش ٿيندي."

انهن وچنن جي سچائيءَ جو پورو انڀو ديش وديش جي
ستسنگين ۽ پرمارٿ جي جگياسن کي خوب ٿي رهيو آهي.

پرمارٿ جي سچن جگياسن لاءِ ستگورن جو دروازو هميشه
کليل رهندو آهي. هو پنهنجن منجهيل مسئلن ۽ شنڪائن جو
نوارڻ ڪرڻ لاءِ جڏهن به وٽن ڪڏهن اچي سگهن ٿا. انهن
ملاقاتون ڪڏهن به نشڦل ۽ وبرٿ ڪونه ويندیون ۽ لوڪن
کي حضور مهاراج جن جي اڳڪٿيءَ جي سچائيءَ جو پتو
پنهنجي آزموديءَ ۽ انڀو مان مڪمل طور حاصل ٿيندو. انهن
کي موجوده ستگورن وٽان اهو الوڪ گيان ۽ اها روحاني
دولت ملندي جا اڄ جي دنيا ۾ دُرلڀ آهي ۽ جا ٿي پوري
ستگوروءَ جي نشاني آهي.

## ١٢- انتم درشن

(حضور مهاراج جن جو جولي جو سماڌيءَ انتم سنسڪار)

ليکڪ - ڊاڪٽر پيري سمٿ.

جديوا

جڏهن حضور مهاراج جن پنهنجو آخرين سواس کنيو،
تڏهن سندن ٻولر ڪرنل ڪي پنهنجي هٿ ۾ جهلي مان
هڪ ننڍي اسٽول تي ويٺو هوس ۽ هنن جي پيرن ۾ استريا
سان اهڙي رهيو هوس. مون هنن کي انتم سواس کڻندو ڏٺو
۽ سندن هردي جي آخرين ڌڙڪن محسوس ڪئي. سان
چپ چاپ الي ٻيٺس ۽ مونکي هن لاثاني موقعي جي گهرائيءَ
جي ڄاڻ هئي. مون ڪمري ۾ ويٺل سنگتين کي ڏٺو جيڪي
بلڪل شانتيءَ ۾ ڪنڌ جهڪائي ويٺا هئا ۽ جنجون اکيون
ڳوڙها ڳاڙي رهيون هيون. باقي سارو ڪمرو به
سنگتين سان ڀريو پيو هو، انهنجو به اهڙي حال هو.
گهڙي ڏک ۽ پيڙا ڀريل دل سان، مون ادب سان
پنهنجي ستگورو جي چرڻن ۾ سر جهڪايو، ظاهري ان جو
اهوئي مطلب ٿي نڪتو ته "سڀ ڪجهه سماپت ٿي چڪو."

اهو ٢ اپريل ١٩٤٨ جو ڏينهن هو ۽ ڏيرا ٻابا جيمل سنگهه
۾ صبح جو ساڍا ٨ لڳا هئا. اها گهڙي ڪهڙي دردناڪ گهڙي
هئي اهو سنگتيءَ لاءِ ڪهڙو نه ڀاري صدمو!! جا سچ پچ
الم هو؟ ڪا گهڙي ساعت اسين بلڪل شانت ۽ ٻسي جان
ٿجي رهياسين. پل پل اهائي آس لڳائي ويٺا هئاسين ته
من ڪو چمتڪار ٿي پوي. پر پنهنجي پرم پياري ستگورو
جي وڇوڙي ۽ جدائيءَ ۾ مٿين ڪمرن جي سنگت جي پڪار

۽ چالاڪيءَ، هيٺ اڱڻ ۾ ويٺل سنگت کي ان دردناڪ گهٽنا
جي سوچنا ڏيڻي پئي.

ڳالهه ان ڏينهن کان حضور جن جو ڪمرو، جاهي ٻاهري
وارو ڪمرو ستسنگين سان ڀريو پيو هو جي ٻيا ڪجهه ڏينهن
پهرڻ جي حضور جن ۾ اکيون پاڻي وهنا هئا. ڪجهه ڏينهن
اڳ حضور مهاراج جن اها اڃا پرگهٽ ڪئي هئي ته سڀڏن
ڪمري ۾ صرف اهي ستسنگي وڃن جيڪي شانتيءَ سان
سمرڻ ڪندا رهن.

حضور جن جون ٻي وڇڙيون شيون ڪانون، سڀڏن ستر ۽
ٻوٽا سڀڏن پوڙ شهر جي انتم سنسڪار ڪرڻ جي تياري
ڪرڻ لڳا. اهي حضور مهاراج جن جي ديهه کي صابڻ
لڳائي اشنان ڪرايو ۽ اڇو ڪڙتو ۽ گهوڙي رنگ جا ڪپڙا
پهرايا. سيوڪي حضور جن کي اشنان ڪرائڻ ۾ مصروف ۽
مشغول هئا. ڪو سڀڏن مٿو ڌوئي رهيو هو ته ڪو هٿڙو
مکڙو، ته ڪو هنجي هٿن کي ڌوئي رهيو هو ته ڪو سڀڏن
چاليءَ کي اشنان ڪرائي رهيو هو. ان وقت حضور جن جو
وفادار ڪمپائونڊر ۽ شيوادار هزارا سنگهه شوق ۽ درد جو
ماريو ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ پيو هو، لڪي ڳالهائي ٿي
سگهيو، لڪي چري ڦري ٿي سگهيو جڻ ته هڪ بي جان
بتاو پيو هو. ڪمري جي اهيءَ ڪنڊ ۾ مان سردار بهادر
مهاراج جڳت سنگهه جن جي ڀرسان سر لمائي پرارٿنا ڪري
رهيو هوس. اوچتو ٿي جانشين ستگورو آئيا، شانتيءَ سان
ٻنهنجي شال لاهي هڪ پتل جو لعيدو لوٽو ڪئي، ان ۾ پاڻي
ڀري، پيڙ مان لڪري چپ چاپ وڃي ٻنهنجي پياري
ستگورن جي چرڻن ۾ ويٺا، جتي پيو ڪوٺو ڪرڻ هو. هن
حضور جن جي چرڻن تان ڪپڙو پاسيرو ڪيو ۽ ڏاڍي سنمان

۽ شرڌا سان، پڇاڙيءَ جو دامو هنن جي ٻيٽ ۽ ٻولي چرلن
کي ڏنو ۽ ان امرت کي ڏاڍي ساوڌانيءَ سان هڪ برتن
۾ ڪٺو ڪيو. جڏهن لمولي هن اهو ڪارج ڪيو ان ۾ ڪيترو
نه اوچو ۽ عالي شان سماڌل هو. هنن جي ڪرلوڻ ۽ ٻين جي
سرگرميءَ ۾ ڪجهڙو نه فرق هو! هن مهتو پورڻ ڪارج جي
اهڙي پيار پريم، نمرتا لھنائيءَ ۽ ٻنا ڏک جي سرانجامي
ڪئي رهي، جو مونکي پورڻ وشواس آهي ته هنن جي ان
ٻولي ڪارج ڏانهن ڪنهن جو به ڌيان ڪرڻ وارو. ٻنهي جو ٻيٽ
ڪارج ڪري چانئا واڳر واپس موٽي آيا ۽ ٻنهي شال
ٻڪي چپ چاپ منهنجي پاسي ۾ اچي ويٺا. ٻيو هر ڪو
ٻنهي جي ٻنهي ڪم ۾ لڳو رهيو.

دوارڪيشي ڪري حضور جن جي ڪوٺيءَ جي ٻاهران
منزل لي سنگت جي اٿاهه ڀيڙ کي روڪڻ لاءِ ڪي چوڪيدار
پهاريا ويا هئا نه ته جيڪر سڀ دروازا چور چور ٿي وڃن
ها ڇو جو بيشمار سنگت ٻنهي جي پياري ستگورو جي درشن
لاءِ آئي هئي ۽ وياڪل ٿيڻ جي بار بار اندر گهڙڻ جي ڪوشش
ڪري رهي هئي. ٻاهر ڏاڍو شور هو، دردناڪ دانهون،
شوڪ ۽ سنتاپ جون غمناڪ چيخون ۽ ڪارون ٿي پيون
۾ آيون. سمورو واتاورڻ ڏاڍو ھولناڪ ۽ درد ڀريو هو.
مان اندر ئي ويٺو رهيس.

حضور مهاراج جن جو هڪ پوٽو ترت بياس اسٽيشن تان
ليڊو اپريٽر ويو، ان لاءِ ته مکيه سنگت مرڪزن ۾ اهو
شوڪ سماچار پهچائجي ۽ داهه سنسڪار لاءِ چندن جون
ڪاٺيون ۽ ٻي گهربل سامگري آڻجي.

ان وچ ۾ ڏيري ۾ حشام ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا. منهنجي
اکين آڏو اهڙو غمناڪ ۽ دل ٽوڙيندڙ نظارو هو جو ڪڏهن

مَحض ورلي پنهنجي جيون ۾ ڏٺو هوندو. ساري ڪالونيءَ
۾ اها خبر وڄ وانگر پکڙجي ويئي ۽ وڇوڙي ڪارڻ ساري
سنگت جو روئڻ ۽ ورلاپ دردناڪ ۽ دلسوز هو. هڪ
ڪلاڪ اندر ئي هزارن کان به وڌيڪ ماڻهو اچي ويا. ڏهين
تجي تائين اوسي پاسي جي ڳوٺن ۽ شهرن مان قريب ڏهه
هزار کن ماڻهو اچي گڏ ٿيا. ساري سنگت پنهنجي ستگوروءَ
جي پريم ۽ ڀڳتيءَ سبب روئندي جنهن آلي نيڻن ۽ ويدنا
جو اظهار پئي ڪيو ان نظاري پٿر دل کي به پاڻي ڪري
ٿي ڇڏيو. ڪيترا سڄڻ ته بيهوش ٿي ويا. هڪ نوجوان
ستسنگي ڪجهه کائي پنهنجي زندگي سماپت ڪري ڇڏي،
ڇو جو هو پنهنجي پياري ستگوروءَ جو وڇوڙو برداشت
ڪري نه سگهيو. شوڪ سنتاپ سان ڀريل اهڙن دردناڪ
نظارن جو نه ورڻن ٿي نٿو ڪري سگهجي.

ستگورن جي شرير کي سينگاري هيٺ اڱڻ ۾ سيجيءَ
جي درشن لاءِ رکيو ويو. جنهن گاديءَ تي حضور جن جي
شرير کي رکيو ويو هو ان مٿان سهڻن گلن سان ڀريل چادر
وڇايل هئي ۽ گاديلو هڪ عمدي غاليچي تي رکيو ويو هو.
دروازي ڀرسان، ’ڀورج‘ جي هيٺان حضور جن جو شرير
رکيل هو ان لاءِ ته سنگت هڪ هڪ ٿي سندن درشن ڪري.
اهو سلسلو لڳاتار ٻيا ڪڏهن اٺڪ جي برابر ۵ ڪلاڪ هلندو
رهيو. ساري سنگت پنهنجي پياري ستگوروءَ کي آخرين
شردانجلي ڏيڻ لاءِ ۽ سندن انتم درشن ڪرڻ لاءِ اچي
رهي هئي. حضور جن جو مکڙو سفيد سنگمرمر جهڙو ٿي
ويو هو ان تي گهري شانتي ۽ الوڪڪ رونق ڇانيل هئي.

روح ۽ راڙي جا نظارا، ستسنگين جا دردناڪ ورلاپ
نه بيان ڪري نٿا سگهجن ۽ نه ان وقت ٿي بهوس

ڪيو ۽ پرڀر ۽ پکين جا ڪي لنو چڱي. لهذا وڏا، امير
غريب، غرباءِ ۽ پرڌيهي، مسلمان ۽ هندو سڀئي ٻرڪس ۽
ذوق جي ماڻهن اچي سنڌ ٻولي شريف اڳيان سر جهڪايو.
اهو هو بي اختيار سچي پاڪ سان لنگهي. هر هڪ سنڌ درشن
ڪرڻ چاهيو ٿي، بلڪ هر ڪو هڪڙي سپرش ڪرڻ لاءِ آتاولو
۽ منتظر هو. سڪڻ جي ان اپار پيڙ کي اختيار ۾ رکڻ لاءِ،
خاص طور سان شيوادارن جو هڪڙو هٿو بڻايو ويو جا ڪاڻ
۾ ان ڳالهه جي حيثيت ۾ ڪڏهن ۾ وشواس ڪرڻ لي ڪيو
۾ حضور جن حولي جو سماچي رکيا آهن. هر هڪ پيءُ جن
اکين سان ڏسي ٽين ڪرڻ چاهيو ٿي. هر ڪو هنجي اڳيان
گل، عطر ۽ روپيا پيسا پيٽ ڪري رهيو هو. هوڏانهن
روي الشر سنسڪار مهل انهن جي سرير لي جنڪارڻ لاءِ
خوشبودار ۽ سرهو پاڻي پڻ تيار ڪيائون.

پوءِ سنڌ ڪومل ڪايا کي هڪ سنڌر ۽ شاندار ارٿيءَ
تي ليٽايو ويو جنهن جي چوڌاري ٻاڙهو مخمل جو ڪپڙو، جنهن
تي سون ۽ چانديءَ جو ڪم ٿيل هو، ويڙهيل هو.

حالي اهو فيصلو ڪرڻو هو ته داهه سنسڪار انهي ڏينهن
ڪيو وڃي يا نه. ڪيترن ستسنگين جي اها دلي تمنا هئي
ته الڪي ٻوڙا ڏينهن ملتوي ڪجي جيئن سڀ ستسنگي اچي
ستگورن جا آخري درشن ڪري سگهن. پر پارمس ۾ رواج
آهي ته سنسڪار انهي ڏينهن تي ڪيو وڃي ۽ جو هتي جي
گرم آب هوا ڪارڻ مناسب لڳو ٿي. انهيءَ ڪري اهو
فيصلو ڪيو ويو ته ٣ اپريل جي شام جو ئي داهه سنسڪار
ڪيو وڃي.

شام جو پنجين بجي ارٿيءَ کي ننڍين ستگورن سميت
سارهن ٻراهمي ستسنگين پنهنجو ڪلهو ڏنو ۽ ڏيري کان ٻاهر

شڪر ادائي ڪرڻ لاءِ مون وٽ ڪترا ئي سٽسڪي آيا.
سردار بهادر مهاراج جن پڻ مون وٽ هلي آيا ۽ مون کي
ڀاڪر پائي ڏاڍي پريم سان شڪرگذاري جو اظهار ڪيائون.
سندن دل ڀرجي آئي. مان چئي سگهان ٿو ته ان وقت
هڪ ستگورو جي ٻئي ستگورو ۾ سمائجڻ جي حقيقت جو
مون اهڙو ڏيک ڏٺو جنهن منهنجي من تي هڪ امٽ ڇاپ لڳائي
ڇڏي. مان ان گهڙي کي ڪڏهن به ڀلائي نٿو سگهان جا
اڄ تائين به مون لاءِ نهايت پيارو ۽ لاثاني وردان آهي.

حضور مهاراج ساون سنگهه جن پورن سنت ۽ سچا ستگورو
هئا. اهي اڄ به پنهنجي شش جي هردي ۾ براجمان آهن
۽ سندن شش اڄ به پنهنجي اندر سندن نوري سروپ جو
درشن ڪري سگهن ٿا.

# وصيت جي باري ۾ ڊاڪٽر سمت جو نوٽ

وصيت ڪندڙ، جنهنجو مان علاج ڪري رهيو آهيان، منهنجي سامهون هيءُ دستاويز پاڻ ٻه دفعا پڙهيو ۽ سندن سيڪريٽري لالا مشيرام به ڪين پڙهي ٻڌايو. وصيت ڪندڙ سردار ساون سنگهه هن تي منهنجي موجودگيءَ ۾ صحيح ڪئي. مان پڪ ماڻهو ٿو ڪريان ته وصيت ڪندڙ پوري هوش حواس ۾ آهي ۽ هن پنهنجي مرضيءَ سان هن تي صحيح ڪئي آهي.

صحيح — ڊاڪٽر پوري سمت،
رهاسي — جهيوا، (سٽنزرلئنڊ)
پوري هڪ لڳي نمبر ممت
تاريخ ٢٠ مارچ ١٩٣٨
دستخط: گرنچن سنگهه
— رجسٽرار

سيل
رجسٽرار، جلندر

# يلنامو

| صەحىپە | سەت | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| (٢٢) | ٢٣ | لكمل | كامل |
| (٢٤) | ٢٢ | لشچىت | لەچىت |
| (٣١) | ١٣ | اچى | ادى |
| (٣٤) | ٢٢ | آر | آب |
| (٣٤) | ٢٤ | كتىبت | كتيبت |
| ٤ | ١٥ | عتيد لدن | عتيد لمدن |
| ٢٨ | ٧ | آلي | آلي |
| ٣٢ | ١٢ | جور | جي |
| ٣٣ | ١٤ | كل | كبل |
| ٣٦ | ٦ | ال | زال |
| ٣٦ | ١٥ | كاد | كال |
| ٤٣ | ١٨ | لهن | الهن |
| ٥٣ | ٢٠ | سب | سبدي |
| ٦٦ | ١٢ | لوس | لوس |
| ٧٤ | ١٢ | صابطي | طابطي |
| ٧٨ | ٤ | موبدو | مهدو |
| ٨٣ | ١ | ستمنگ | ستكرور |
| ٨٩ | ٢٤ | لي | لي |
| ١٠٣ | ٢ | حر | حو |
| ١١٤ | ١٨ | ذارني | وذاني |
| ١٢٦ | ٢٥ | شالف | شالف |
| ١٥٣ | ١٦ | اچي | آچي |
| ١٥٤ | ١٩ | كيو | چيو |
| ١٥٩ | ٢٦ | برارلنا | برارلنا |
| ١٨٣ | ٢٥ | كولد | كولد |
| ٢١٥ | ٢٣ | السانماڭو | السان |
| ٢٢١ | ٤ | لى | لي |
| ٢٣٦ | ٢ | لي | ولي |
| ٢٣٦ | ١٧ | ابلي | برالي |
| ٢٣٧ | ٢٠ | جي كراونى كولد | جي جىدجاڭ كراونى كولد |
| ٢٣٧ | ٢١ | جىدجاڭ ان ڭاله | ان ڭاله |
| ٢٤١ | ٢٥ | د | لد |
| ٢٤٣ | ٢٦ | آراد | آزاد |
| ٢٤٦ | ٢٦ | لد | لد |
| ٢٥٨ | ٣ | ل | ل |
| ٢٦٣ | ٢٥ | خمه | خمه |
| ٢٦٧ | ١٣ | ذالهن | ذاالهن |
| ٢٦٨ | ٤ | سوتژولشد | سقتژولشد |
| ٢٧٣ | ٢٦ | سكڼچي | سكهچن |
| ٢٧٤ | ٢٦ | بارعن | بارعن |
| ٢٧٦ | | برلدي | ابرلدي |